جهور هٿ، پنهنجي منهن تي ڦيرائيندي چيو: " ابا، صلاح وري ڪهڙي ٻيهندي؟ سنڌين ۾ ڪڏهن ڪا صلاح ٻه ٻيني آهي؟ انڪري ته تو وٽ لنگهي آيا آهيون ته من تون ڪا راهه ڏسين، جيڪا سيني کي وڻي! "

حافظ بلال جو منهن حيا ۽ حجاب کان ڳاڙهو ٿي ويو. ڪجهه هٻڪندي چيائين: " اوهين سڀ مونکان وڏا آهيو. اوهانجي وڏي نظر آهي، وڏو تجربو آهي. آءٌ ڀلا ڪهڙي راهه ڏسي سگهندس؟ "

" ابا، عقل عمر سان هجي ها ته آءٌ برابر سيني کان ڏاهو هجان ها، پر جڏهن عقل ٿي ورهايو تڏهن اسان جي ابن ڏاڏن ڀرڻ جهليو هو. تڏهن ته ڏارين جي هٿان موڇڙا کائيندي، اڇي ڏاڙهي ٿي آهي. " چاچي يار محمد اها ڳالهه ڪجهه ماٺهن کي کلائي، بار هلڪو ڪرڻ لاءِ ڪئي، پر سندس آخري لفظن کلائڻ بدران ماٺهن کي وڌيڪ گنڀير بنائي ڇڏيو.

" جي حڪم هجي ته آءٌ ڪوشش ڪري نئين امير رستم بيگ سان ملي ، مغل لشڪرين جي حرڪتن بابت ڪيس ٻڌايان: من ڪو ٻلو ڪري وجهي! "

" ابا، امير تنگون تيڙيون آهن، تڏهن ته لشڪرين جو ھڻُ وڌيو آهي. امير تائين دانهن ته ڪڏهوڪو پهچائي اٿائون پر امير کي نڪا جونءِ نڪي ليک. پاڻ آڪرو ته سنڌي شورشون ٿا ڪن، انڪري سندن چڪاس ضروري آهي! " چاچو يا محمد هاڻ ڪاوڙ ۾ اچي ويو هو.

" ته پوءِ ته پنهنجو ئي ڪو ٻلو ڪرڻو پوندو....... " حافظ بلال ڪجهه سوچيندي چيو.

" ابا خيرل، تو جيڪا ڳالهه ٿي ڪئي، سا ڪري ٻڌاءِ ته سڀ سڻن، " چاچي يار محمد هڪ همراهه جي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو.

خيرل ٻنهه سنهڙو سيپڪڙو همراهه هو جنهن جي منهن مان سندس عمر جي ڪا خبر نٿي پئي. سندس شهرن ۾ ڪو اچو وار ڪونه هو. البت لوٽن وٽ وارن ۾ اڇا پوڻ شروع ٿيا هئس. سندس هڪڙي ڳل تي هڪ ڊگهو گهاءُ هو جيڪو تازي سيرب جي ڪري ائين ٿي پاڻيو چڻ ته حجم ڪيس ٽڪو ڏئي وڌو هو ۽ رتائجي ويو هو. سندس اکين ۽ نڪ جي بيهڪ انهيءَ گهاءَ جي ڪري وڌيڪ نمايان ٿي

پئي هئي، ۽ خاص ڪري گهرا گهاتا پرون سندس منهن ۾ حشمت پري رهيا هئا. هن جي جسم جي سنهائپ سندس منهن مان بنھ ڪانہ ٿي لڪائي ۽ ائين ٿي پائنيو جڻ تہ ان بت تي اهو جسم نٿي ٺهڪيو.

هن ڳلو صاف ڪندي چيو: " مون اها ڳالهہ ٿي ڪئي تہ هر پاڙي ۾ ہہ تي ماڻهو سانجهي نماز ڪانپوءِ پنهنجي پاڙي ۾ چونڪي ڏين، ۽ لشڪري اچن تہ ڪين سمجهائين تہ پاڙي ۾ ڪنهن اوپري ماڻهوءَ کي ڏسي هو پاڻ کيس لشڪرين جي حوالي ڪندا. ڪين سانجهيءَ ڪانپوءِ گشت ڪرڻ جي ضرورت ڪانہ رهندي "

" صلاح تہ سٺي آهي پر لشڪري مڃيندا ڪونہ. هنن کي آهي پنهنجو پيٽ پرٽو سي مرڳو همراهن کي ئي ٻڌي وٺي ويندا......... " هڪ همراهہ وچان آواز ڏنو.

سيني لوٽا ڦيرائي ان همراهہ کي ڏٺو. هي همراهہ بہ ڪراڙو هو. سندس منهن مان ائين پئي پائنيو تہ ڪافي ڏٻل هو. هن جي ڳالهائڻ وقت ئي سندس بدن جي ٿڙڪڻي ظاهر هئي. چاچي يار محمد کيس ڏسي چيو: " حاجي نور محمد سچ ٿو چوي، اجا ڪالهہ سندس ٻنهي ڇوڪرن کي لشڪري وٺي ويا، ۽ حاجي لشڪرين کي وچي اشرفيون ڏيئي، سندن جان ڇڏائي آيو..... "

حافظ بلال حاجي نور محمد کان پڇيو: " حاجي، پال تنهنجي ڇوڪرن کي ڇو جهليائون؟ تنهنجا ڇوڪرا تہ ڏاڍا سلڇڻا ۽ سدورا آهن...... "

" پائو راهہ ويندي ٿوروئي جهليا. اندر گهر ۾ وينا هئا. در تي کڙڪو ٿيو: ننڍو ڇوڪرو علي محمد ٻاهر نڪتو تہ لشڪرين جهٽ وجهي ڪٽي کيس قابو ڪيو ۽ ڇؤڪنيو ڪٽي ٻڌائونس. سندس رڙين تي وڏو ڇوڪرو صالح نڪتو تہ ان سان بہ ساڳي ڪار ڪيائون۔ چي " توهان سانوڻ جي ٽولي سان شامل ٿي ڌاڙا ٿا هڻو. هلو چونڪيءَ تي! " پوءِ تہ ٻنهي کي ماريندا ڪٽيندا، گهليندا وڏي چونڪيءَ تي وٺي ويا. آءُ پڇائون ڪندو اتي پهتس، ۽ ڏهہ ڏهہ پنج اشرفيون وٺي ڪين ڇڏيائون. پنج اشرفيون بہ نہ پيا وٺن، پر جڏهن ڪين ٻڌايم تہ مون وٽ ان کان وڌيڪ پائي بہ ڪانهي، تڏهن مڃيائون..... " حاجي نور محمد جو ڏڪ هاڻ پڇي پيو هو پر يڪي ساهيءَ ڳالهہ ڪندي، سهڪي ۾ پئجي ويو.

" ابا حافظ رڳو حاجي نور محمد سان اها تعدي ڪانہ ڪئي اٿن. هي جيئندو وينو آهي، ان جو ڪڙو ڪڙڪائي، ڪيس ٻاهر سڏي، چونڪيءَ تي وٺي ويا ۽ هڙ ۾ جيڪي هوس، سو ڦري ڪيس ڇڏيائون. سونهاري جي ننڍڙي معصوم ڇوڪر کي بہ وٺي ويا ۽ جيسين ڪجهہ ڏنائين نہ، تيسين تہ ڇڏائين ئي نہ پيا تہ ڪو ڇوڪر وٺن هو. هر پاڙي ۾ اهڙا روز واقعا پيا ٿين. هاڻ تہ هت رهڻ ئي جنجال ٿي پيو آهي..... "

" غلام قومن سان ائين ئي ٿيندو آهي، چاچا! " حافظ بلال اهي لفظ ڪجهہ اهڙي انداز سان چيا، جو سيني جي بدن ۾ سياٽو پئجي ويو. اهي لفظ نوان نہ هئا، اهي لفظ هنن پنهنجي دل ۾ محسوس ڪيا هئا، پر اهي لفظ جڏهن حافظ بلال جي زبان مان ادا ٿيا تہ انهن ۾ هڪڙي نئين معنيٰ پرجي آئي، جنهن هنن کي پهريون پيرو ان حقيقت جو احساس ڏياري، سندن بدن ۾ سيءُ وجهي ڇڏيو.

" هائو ابا، سچ ٿو چوين: غلام نہ هجون ها تہ اها ڪار ٿوروئي ٿئي ها! هاڻ تہ ڪاروبار ڪرڻ بہ ڏکيو ٿي پيو آهي: جيڪي لُماٽا، ميمڻ ۽ کتري لڏي ويا آهن، انهن جي ملڪيتن تي ارغون، ترخان ۽ مغل زوريءَ قبضا ڪندا وتن. امير ۽ عامل کين عام اجازت ناما ۽ پروانا پيا ڏين. جُٽ تہ اها آهي تہ جن دڪانن ۾ جاين جي مسواڙ پيا پريون ۽ پيڙهين کان اتي ويٺا آهيون، اهي دڪان ۽ جايون بہ ارغون، ترخان ۽ مغلن جي نالي پيا ٿين. حڪم وري اهو تہ مسواڙون انهن نون مالڪن کي ڏيو نہ تہ خالي ڪريو! اجهو هي خالقڏنو ويٺو آهي. ابي ڏاڏي کان ويرسي مل جي جاءِ ۾ مسواڙ تي ويٺا آهن. ويرسي ويو پر پٽن کي هٽ ڇڏي ويو. سندس ڪوٺي اچا وڏي بازار ۾ آهي. هاڻ ان جاءِ جي ملڪيت هڪ مغل معموري بيگ جي حوالي ٿي آهي، ۽ مسواڙ اهو پيو وٺي. ويرسيءَ جا ڇوڪرا دانهين ٿي ويا تہ مرڳو بي عزتا ٿي آيا. امير جي عملدارن کين دڙڪو ڏنو تہ ماٺ ڪري ويهن نہ تہ ان ڪوٺيءَ تان بہ کين اٿاريندا جو اها بہ لڏي ويل ويرسيءَ جي ملڪيت آهي. مُئي بہ ماٺ تہ مُئي بہ ماٺ، ڪري ويهي رهيا. هاڻي وري مغل خالقڏني کي چوائي موڪليو آهي تہ مسواڙ وڌائي ڏي نہ تہ اُٿ جاءِ مان! ڪيئن ابا خالقڏنا، سچ ٿو چوان نہ؟ "

" هائو چاچا، مون واري جاءِ تہ ويئي، پر هاڻ تہ دڪان جي پويان پيا آهن تہ دڪان اسان کي وڪڻي ڏي! آءٌ ٻچڙيوال ان دڪان مان ئي روزگار ويٺو ڪمايان،

سو ڪيئن ڏجهان چڙيان؟ امير ڪي عريضي موڪليم پر ڪجھ نہ ٿيو. هاڻ وري بہ عريضي آگري موڪلي اٿم. من اتان ڪو انصاف ٿئي!" خالقڏنو ڳالھ ڪندو اچي سڏڪن ۾ پيو. سندس پر ۾ ويٺل هڪ همراھ ڪيس ڪلهن ۾ پاڪر وجهندي دلداري ڏني تہ ماڳهين اچي اوڇنگارن ۾ پيو.

حافظ بلال جو منهن ڪاراتجي ويو پر هن پاڻ تي ضبط ڪندي چيو: هاڻ تہ پانئجي ٿو تہ مغلن بہ ارغونن ۽ ترخانن وانگر فيصلو ڪري ورتو آهي تہ شهرن جي ملڪيتن ۽ واپار وڙي تي قبضو ڪندا ويندا تہ سندن حڪومت قائم رهندي شهرن تي قبضو مڪمل ٿيو تہ ٻهراڙيون خودبخود قبضي هيٺ اچي وينديون!"

"ابا، ٻهراڙين تي تہ هونئن ئي سندن قبضو آهي. زمينون يا تہ جاگيرن طور ارغون اميرن ۽ مغل سردارن کي مليل آهن، يا وري ننڍين ننڍين زميندارن کان ڍڳڙن مٺ تي زمينون وٺندا وڃن! محصول ايترا آهن جو هَرَ هاري ۽ مالوند ماڻهو فقط ايترو ٿا اپائين جو سال جو قوت بچي. اناج ڪي شهرن ۾ پهچائڻ جا ڳهَٽ بہ سڀ هنن جي هٿ ۾ آهن. سو ٻهرايون بہ هاڻ هنن جي قبضي ۾ آهن..... " چاچي يار محمد حافظ بلال جي ڳالھ کي ٽيڪو ڏيندي چيو.

" هي جو شهرن ۾ لشڪرين ٻائيتال مچايو آهي، ان جو ڪهڙو مقصد ٿي ٿو سگهي..... " ڪنهن همراھ چڻ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي چيو.

" ان جا گهڻائي مقصد آهن: هڪڙو تہ سنڌي پاڻ ڪا شورش يا بغاوت نہ ڪري سگهن. ننگ سلامت نہ هوندا تہ ڪير شورش جو سوچيندو؟ ٻيو تہ سنڌي ارغونن يا ترخان کي شورشن ۾ مدد نہ ڪن. ٽيون تہ سنڌي عاجز اچي، شهرن مان لڏي وڃن تہ ملڪيتون ٻاهران ايندڙن لاءِ خالي ٿين، واپار وڙو بہ ٻاهرين جي هٿ ۾ اچي، جن جو دهلي، آگري، فتح پور ۽ ٻين هندوستاني شهرن سان ڳانڍاپو هجي، ۽ جيڪي ان ڳانڍاپي جي ڪري مغل شهنشاهت سان وفادار رهندا اچن. باقي رهندا ڪمي، ڪاسبي، هٿ ڪاريگر، سي جيڪو مال ٺاهيندا سو سستن اگهن تي خريد ڪري اهي ٻاهريان واپاري ڏيساور موڪليندا. يا دهليءَ ۽ آگري جي بازارن ۾ وڪري لاءِ موڪليندا. ظاهر آهي تہ ڪاريگر ۽ ڪمي ڪاسبيءَ جو روزگار هنن

جي هٿ ۾ هوندو تہ انهن تي سنڌن ئي حڪم هلندو! ” حافظ بلال جي آواز ۾ پڙاڏو پيدا ٿيندو ويو۔ نفرت جو پڙاڏو؛ احتجاج جو پڙاڏو!

ڪا گهڙي ماٺ ٿي ويئي. ماڻهن کي پنهنجو ساهہ کڻڻ بہ محسوس ٿيڻ لڳو. ان نفرت جي لَهَس سنڌن ان احساس کي هيڪاندو ڪري ڇڏيو. پر گهڙيءَ ڪانپوءِ ڪنهن جي کنگهڪار تي، ڄڻ سڀ حال ۾ موٽي آيا.

” منهنجي صلاح آهي تہ اسين بہ چار ڄڻا گڏجي شهر جي عامل سان يا ڪوتوال سان ملي، هر ماهہ لشڪرين جي لاءِ هڪ مقرر رقم ڪين ڏيون. اها رقم ٿوڙي ڪري ڪين پهچائجي. لشڪرين جو پيٽ ڀريو تہ هو ڏاڍائيءَ کان ڪيٻائيندا! “ اهي لفظ هڪڙي ٿلهي متاري همراهہ چيا، جيڪو سيني کان پنيان پت کي ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. هن جي بت بدن مان ائين ٿي پانيو ڄڻ تہ هو پنهنجي ٿولهہ مان بيزار هو. سنڌس منهن تي بہ ٿولهہ جي ٿوٽر چڙهيل هئي. سنڌس چپ ٿلها، نڪ نسبتاً سنهو هو. ٿوٽر جي ڪري سنڌس اکيون ننڍڙيون ٿي نظر آيون، ۽ سنڌس پيشاني ائين هڪدم پوئتي موٽ تي ڪاڏي، جو سنڌس ڀرن ۽ وارن ۾ تمام ٿورو فاصلو هو. جيترو هو ٿلهو هو سنڌس آواز اوترو ئي سنهو هو تقريباً زنانو هو. هن ڳالهہ کي جاري رکندي چيو: ” ڪپڙي بازار ۾ ڪجهہ لشڪري ائين هريا هئا، جو مال چُڪائي هليا ويندا هئا. ۽ پوءِ هڪڙو لشڪري ڪپڙو سوڍڻ جي بهاني سان دڪاندار سان اٽڪي پوندو هو ۽ سڄي بازار جي اکين اڳيان اهو دڪاندار لشڪرين جي هٿان ڏاڍي مار کائي، ڪپڙو بہ ڏيندو هو تہ تاوان طور هڪ بہ اشرفيون بہ ڏيڻيون پونديون هئس. جڏهن اهي واقعا روز ٿيڻ لڳا، تہ سيني گڏجي، ڪپڙي بازار جي چونڪيءَ جي عملدار کي ان ڳالهہ تي راضي ڪيو تہ سنڌس چونڪيءَ جي لشڪرين لاءِ مهيني در مهيني ويهہ اشرفيون ڏينداسون: اهو ڏينهن اجوڪو ڏينهن، وري ڪو لشڪري ڪپڙي بازار ۾ ڪونہ آيو آهي! “

” بروبر. وري ڪنهن سپاهيءَ جو پاڇو بہ ڪپڙي بازار نہ آيو آهي، “ هڪڙي ٻئي همراهہ هن جي ڳالهہ کي ٽيڪو ڏنو.

" پر اهو تہ ڀُنگ ڏيڻ ٿيو: اجا اهڙا بہ ڪمزور نہ ٿيا آهيون جو ظلم خلاف ڀُنگ وٺنا ڏيون! اچ هڪڙن لشڪرين کي ڀُنگ ڏنوسون، تہ سڀاڻي وري ٻيا مِڻائبا! " خالقڏني چئي ڏنو.

" نہ نہ ائين ڪون ٿيندو..... اهو تہ هٽ وٺي هنن کي حرام تي هيرائڻ ٿيندو! پوءِ تہ هر بازار مان، هر محلي مان، ڀُنگ وٺڻ شروع ڪندا! " چاچي يار محمد خار وچان چيو.

حافظ بلال سيني جون ڳالهيون ٻڌندو رهيو. هن جي منهن تي هڪڙو رنگ آيو ٿي، هڪڙو ويو ٿي. جڏهن ڀُنگ جي ڳالهہ تي بحث مباحثو ختم ٿيو تڏهن هن موجود ماڻهن تي سرسري نظر وجهندي چيو: " اجا بہ ڪنهن کي ڪا تجويز ڏيڻي هجي تہ ٻلي ڏئي. "

هڪڙي نوجوان ڪنگهڪار ڪندي سيني جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو. نوجوان پنجويهن ڇويهن سالن جو ٿي لڳو. سندس منهن ۾ پورهيتن واري سختي هئي. سندس سنهيون مڇون ڳڪي رنگ جون هيون، جڻ تہ باهہ جي تَوَ جي ڪري ڳاڙهسريون ٿي ويون هيون. مضبوط جسم، ڊگهو قد، ويڪرا ڳُلها، جن ۾ ڪا اڄاتي اُڇل ٿي پائي. هن جي آواز ۾ هڪ عجيب گونج هئي: ائين پئي پانيو جڻ ايترن ماڻهن جي اڳيان ڳالهائيندي آواز سندس نڙيءَ جي پويان ٿي آيو.

" آءُ اوهان سيني کان شايد ننڍو آهيان، ان ڪري وڏن اڳيان مونکي ڳالهائڻ تہ نہ گهرجي: پر ڳالهہ ئي اهڙي آهي جو جهل نہ ٿي ٿئي. مون هيل تائين ماڻڙي ڪري ويٺي وڏن جون ڳالهيون ٻڌيون. ائين پيو پانيان جڻ سيڪو ائين ٿو سمجهي تہ مغلن جو ٻلو يا منٿ ميڙ سان ڪجي يا ڀُنگ ڏئي جند آزاد ڪجي. سڄي چمار سنڌين ڀُنگ ڏئي گذاري آهي! يا ڪمڪائيندي، نمندي، نياز نئڙت سان، پاڻ تان ڌارين جون هلائون واري ڇڏيون آهن. ڪڏهن اهو ڪنهن نہ سوچيو آهي تہ مڙس ٿي مقابلو ڪرڻ سان بہ مغلن جو ٻلو ڪري سگهجي ٿو..... "

نوجوان پاڻ ۾ گهڻو ئي ڌيرج پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، پر سندس آواز ۾ نفرت وڌندي وئي. هن گهڙيءَ لاءِ پنهنجي آس پاس نهاريو ۽ هن تي نااميديءَ بدران بيزاري اچي وئي. " سو جي سيني جي صلاح نہ بہ بيٺي تہ اسان

ڪجھ نندين نيٽن سوچيو آهي تہ مغل سپاهين کي اهڙي سيڪٽ ڏيون جو سنڌين جي پاڙي ۾ اچڻ کان ٿي بان پري ڇڏين......! “

هن پنهنجي ڳالھ اهڙي نموني ڪئي، جڻ تہ هن چوڻ تہ گھڻو ٿي ڪجھ ٿي چاهيو پر ڪنهن سندس وات تي هٿ رکي، ڪيس ڳالهائڻ کان روڪي وڌو هو! ڪا گهڙي ڪنهن بہ ڪجھ ڪونہ ڳالهايو جڻ تہ هو هن همراھ جي ڳالھ کي تورڻ تڪڻ ۾ مصروف هئا. پوءِ چاچي يارو هوريان کنگهڪار ڪندي چيو: ” ابا، تون علوءَ وادي جو ڇوڪرو وريام آهين نہ؟ جزاڪ الله! ڏٺي وڏي ڄمار ڏينئي! ڳالھ تہ منهنجي دل وٽان ڪئي اٿئي، پر رڳو هڪڙي ڳالھ تي ماري. جيڪڏهن مغل سپاهي عامل وٽ دانهين تي ويا تہ پوءِ ڪهڙو حشر ٿيندو سو ڪو سوچيو اٿئي؟ اوهين تہ جهلجي ويندؤ پر هر پاڙي تي اهڙا ڏنڊ ۽ تاوان وجهندا، جو پريندي حال اٿئون! “

پيرسن جي ڳالھ سيني کي دل سان لڳي، پر ڪنهن بہ وچ ۾ ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو. حافظ بلال کي چوٿو پيو: ” وريام ابا، ان اعتراض جو ڪو جواب ڏيندين؟ “

وريام حافظ بلال سان اکيون ملائيندي چيو: ” ڍنگ ڏيڻ کان تہ اهو ڏنڊ ڏيڻ چڱو ٿيندو! تنهن ڪانسواءِ مغل امير وٽ ڳالھ پهتي تہ خود لشڪرين جي ڏاڍاين جي ڳالھ بہ نڪرندي ڳالھ آگري تائين پهچڻ جو بہ خيال ٿيندن! “

” بروبر “، ” واھ جي ڳالھ ڪئي اٿئي، “ ” اها چڱي صلاح ٿي..... “ اوچتو ماڻهن وچ وچ ۾ پنهنجو پنهنجو خيال ڏيکارڻ شروع ڪيو. نيٺ حافظ بلال چيو: هاڻ هيئن ٿا ڪريون تہ هر محلي مان پنج پنج جوان گڏجي چونڪي ڏين. مغل لشڪرين کي اطلاع ڏيڻ لاءِ آءٌ پاڻ ٿو عامل وٽ وڃان تہ لشڪرين کي ڏاڍاين ڪرڻ کان روڪين نہ تہ جهيڙو ٿيندو ۽ ڳالھ آگري تائين پهچندي ابا وريام هرو پرو مغل لشڪرين سان ڪؤنس نہ ڪجو. ارغون سردارن اڳي ئي مغلن کي ميڄ ڏني آهي تہ سنڌي وري شورش ڪرڻ وارا آهن. ارغون ۽ ترخان پاڻ ڪجھ ڪرڻ وارا آهن. متان اهو الزام بہ اسان تي لڳي! چاچا يار محمد، هاڻ هر پاڙي ۾ چونڪيءَ جا

جوان مقرر ڪرڻ توتي ۽ وريام تي ٿا چڙيون. آءُ سياڻي ئي عامل سان ڳالهه ڪندس. مونکي هونئن ئي مدرسي جي ڪم لاءِ سڏايو اٿن! "

حافظ بلال ڳالهه ڪئي، معنيٰ فيصلو ٿي ويو. ماڻهن مان ڪي اجا بہ ٻني ٻپ ڪان ان ڳالهه سان متفق نہ هئا، پر حافظ بلال اڳيان اعتراض ڪرڻ جي حجت ڪنهن بہ نہ ڪئي. سڀ اها دعا گهرندا اٿيا تہ خدا ڪو مغلن کي ساجهہ ڏي!



# 5

اُنهيءَ جي رات ڪمارڙيءَ جي ڏڪ جيان ٺري پئي هئي. هوا بہ ڪنهن اهنج، ڪنهن ايذاءَ کان ڦوڪون ڏيڻ لڳي هئي. سوساٽ ائين ٿي ٿيو ڄڻ تہ وڻن جي بدران ماڻهن جي دلين مان شوڪارا ٿي ڦٽي نڪتا. سمهڻيءَ جي ٻانگ جي آواز انهن شوڪارن کي وڏيڪ درديلو بڻائي ڇڏيو ڄڻ تہ ٻانگي جڏهن "حي علي الصلواة " ، " حي علي الصلواة " ، ٿي ورجايو تڏهن سندس دل مان دانهن ٿي نڪتي، ۽ جڏهن هن پنهنجي پر سوز آواز ۾ " حي علي الفلاح "، " حي علي الفلاح " جو سڏ ڏنو تڏهن بہ هن جي دل جي درد اها شهادت ٿي ڏني تہ نماز لاءِ ڪوبہ نہ ايندو ڀلائيءَ لاءِ ڪوبہ نہ ايندو! ظلم جي چوڏيواريءَ اندر ويچارڙا ماڻهو الله جي سڏ تي لبيڪ چوڻ کان بہ سراپجي ويا هئا. متان مغل لشڪري مسجد مان نڪرندي ڇتن ڪتن وانگر ورائي وجهن!

سانوڻ ڪُميت کي سيدن واري مسجد جي ٻَڙَ جي اوٽ ۾ ڇڏي ڏنو ۽ آهستي سندس ڪن ۾ سرٻاٽ ڪندي چيائين: " مِٺي، منهنجو اتي ئي انتظار ڪجان! " ڪميت ڄڻ تہ سندس نياپو سمجهي، ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهي. ۽ سانوڻ لغام ورائي سندس ڳچيءَ مان اُڪاريندي، هَني ۾ هٽي ڇڏيو. مغلاڻي پڳ جو پلاند ورائي، ٻُٽ ٻَڌندي، مسجد جي پٽ وٺي. ترخانن جي محلي جي ڀرين چؤنُرجيءَ جي اوٽ وٺي بيهي رهيو. چؤنُرجيءَ ۾ ان وقت ڪوبہ نہ هو: شايد چوڪيدار نماز پڙهڻ لاءِ مسجد هليو ويو هو. يا پنهنجي ڪنهن سائيءَ سان ٻٽ شٽ هڻڻ لاءِ حويلين مان ڪنهن حويليءَ جي ڏيڍيءَ ۾ مصروف هو. مغلن جي ٻهروپ ۾ جيڪڏهن ڪو ترخان هن کي ڏسي بہ ها تہ بہ مڙيوئي خير هو پر تڏهن بہ احتياط سان پنهنجي آس پاس جو جائزو وٺندي، هو اڳيان وڌيو. هڪ پيرسن ترخان مسجد ڏانهن وڃڻ لاءِ رستي تي مليس: هڪ مغل سردار کي ڏسي، ادب مان ڇاتيءَ تي هٿ رکي، آجيان ڪندي اڳتي وڌي ويو. سانوڻ کي پڪ ٿي تہ سندس ٻهروپ

هرو پرو ايترو وائکو نہ هو جو ڪير سندس اصليت سمجهي وڃي. ٿي ڇوٻر جيون ٽپي، جڏهن هو هڪ وڏي ڏيڍيءَ وٽ پهتو تہ هلڪي پکيءَ جو آواز ڪن تي پيس. هن بہ هوبهو ان پکيءَ جي ٻوليءَ ۾ جواب ڏنو تہ ڏيڍيءَ جي اوٽ مان هڪڙو مغل ٻاهر اچي ساڻس مليو.

" سردار خان، هن ڏيڍيءَ کان اڳيان واري حويلي قيصر بيگ جي آهي. منهنجي جاسوسن خبر ڏني آهي تہ قيصر بيگ پاڻ موجود ڪونهي. البت پهرو اڳي کان وڌيڪ آهي. اٽڪل پندرهن سورنهن سپاهي آهن: انهن جو ٻلو اسين پاڻ ڪنداسين، باقي زنانخاني ۾ سنڌي ڪنيز. منهنجو مطلب آهي تہ نينگريءَ کي ڪڍڻ توتي ڇڏيل آهي! "

" ڇگو پر مال لٽڻ وقت هروپرو خونريزي نہ ٿئي، نہ تہ آس پاس جي حويلين جا پهريدار نہ گڏ ٿي وڃن! "

سانوڻ پوءِ ڪجهہ سوچيندي چيو: " ۽ ارسلان، خاص طرح زائفائن کان زيور وغيره لهرائڻ بہ مونکي پسند ڪونهي. "

" سردار خان، تون ڇتو آهين. جيڪي ڪجهہ مال خاني واري ڪوٺي ۾ اندر وارين ڳجهين ڪوٺين مان مليو فقط سو کڻنداسين..... "

ائين چئي ارسلان وري هڪ پکيءَ جي ٻولي ٻولي تہ آس پاس مان ڌاڪو ڪن همراهہ مغلن جي ويس ۾ ٻٽون ٻڌل، پاڇولن جيان ڏيڍيءَ اڳيان نمودار ٿيا: ارسلان جي اشاري تي، سڀ گڏجي قيصر بيگ جي حويليءَ جي دروازي تائين اهڙي نموني پهتا ڄڻ سپاهين جو جٿو ڪنهن عملدار جي حڪم تي، ڪو خاص پيغام کڻي پهتو هو. سندن جُتين جي آواز ۾ بہ سپاهين واري تنظيم هئي. سانوڻ ارسلان جي ماڻهن جي هن چال جو خيال ايندي ئي، مُرڪڻ لڳو. ارسلان بيگ برابر چڱي تياري ڪري آيو هو. ڏيڍيءَ جي چوبي دروازي تي پهچي، ارسلان جا ماڻهو سپاهين وانگر هڪ آواز ٿي بيهي رهيا. ان آواز تي چوبي دروازي ۾ هڪڙي ننڍڙي دري کلي پئي، ۽ هڪ پهريدار سِسي ٻاهر ڪڍي پڇيو: " اوهين ڪير؟ "

" ٺٽي جي عامل عاليجاهہ رستم بيگ جو خاص پيغام توشي خاني جي عمال، مرزا قيصر بيگ لاءِ آندو اٿئون، هڪدم ڪيس جاڻ ڪيو وڃي! "

” پر حضور مرزا صاحب جن تہ موجود ڪونهن! “ پھريدار هيسجي چيو.

” تہ پوءِ اسين انتظار ڪنداسون. سپاهيو توهين اتي ئي ويهجو ۽ تون مهمان خانو کولاءِ تہ اسين انتظار ڪنداسون! “ ارسلان بيگ ڪڙڪي سان چيو.

” پر..... پر حضور..... “ پھريدار کي سمجھہ ۾ ئي نہ پئي آيو تہ هو ڇا ڪري.

” گستاخ. اها پر پر ڇاجي لڳائي اٿئي؟ اسين توکي عاليجاهہ حضور رستم بيگ جي نالي تي حڪم ٿا ڪريون تہ اسان جو آڌرڀاءُ ڪيو وڃي.....! “

” حضور، آءٌ ڇا ڪريان، مون کي تہ اهو حڪم..... “

” حڪم جا سڪا.....! “ ارسلان بيگ غضبناڪ ٿيندي، ڪٽي پھريدار جي منڍيءَ ۾ هٿ وڌو. پھريدار جون اکيون ٻاهر نڪري آيون، ۽ هن هٻڪندي چيو: ” جيڪو حڪم..... جيڪو حڪم.....! “

ارسلان اوچتو هن جي مُنڍي ڇڏي ڏني، ۽ پھريدار ٿاٻڙجي وڃي پويان ڪريو ۽ ٿوري دير ۾ دروازي جي لوهي تاڙي کلڻ جو آواز ٿيو. دروازو کليو تہ ارسلان، ۽ سانوڻ جي پٺيان ارسلان جا همراهہ بہ ڌوڪيندا اندر داخل ٿيا.

” سپاهيو گرفتار ڪريو هنن گستاخن کي! هنن مغل امير جي حڪم عدوليءَ جي جرئت ڪئي آهي.... “

پھريدارن کي سمجھہ ۾ نہ آيو تہ هو ڇا ڪن. جيسين هو هٿيار سنڀالين، تيسين ارسلان جي همراهن ترارن جي نوڪ تي سمورن ڌاڪو ڪن پھريدارن کي رَسن سان چوڪنيو ٻڌي ڇڏيو. احتياط طور هنن سندن واتن ۾ سندن ئي پٽڪن جو وَرُ ڏيئي، رڙين ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. اڳتي جيڪي پھريدار ملين، تن سان بہ ساڳي ڪار ڪيائون. ارسلان ۽ سندس ساٿي مهمان خاني مان ٿيندا، مردانخاني ۾ داخل ٿيا. ۽ سانوڻ زنانخاني ڏانهن رخ رکيو.

زنانخاني جي دالان ۾ بہ ديو جيڏا خواجہ سرا هڪ اوپري مغل کي حڪما حڪمي اندر ايندي ڏسي، گهڙيءَ لاءِ وماسجي ويا. پر پوءِ ڇڻ ننڊ مان سجاڳ ٿي، آدميءَ تي، پنهنجا خنجر ڪڍي، سانوڻ تي اُلر ڪري آيا. سانوڻ کي گهڙيءَ لاءِ پاڻ تي ڪاوڙ اچي وئي تہ هن پھريون ڇو ڪونہ سوچيو تہ زنانخاني تي خواجہ سرا پھرو ڏيندا هوندا! ان ڪانسواءِ هن هرويرو خونريزي ڪرڻ بہ نہ ٿي گهري پر هنن

ديون مان ائين جان ڇڏائڻ بہ محال هو. هو ڪجھہ سوچيندي، ٽپ ڏيئي ٻئي قدم پوئتي هليو ويو. خواجہ سرا مست هاٿين جيان جھوليندا، اڳيان وڌيا، ۽ هو اجا ئي ڪجھہ قدم پوئتي هليو ويو. هن کي ائين پوئتي هٽندو ڏسي، خواجہ سرا اهو سمجھڻ لڳا تہ سندن شڪار خوف کان ڀڄڻ جي تيارين ۾ هو. انڪري هو هڪ ٻئي پويان ڊوڪيندا آيا. تيسين سانوڻ خنجر بدران، پنهنجي ڪمربند ۾ لڳل رسو کولي، سرڪساهيءَ کي ويڪرو ڪندي، پنهنجي مٿان ڦيرائيندي، هڪڙي ديوَ ڏانهن اُڇليو. رسو خواجہ سرا جي ڪلهن تائين آيو تہ سانوڻ ڇڪ ڏيئي قابو ڪري ڇڏيو. ان ڇڪ تي خواجہ سرا منهن ڀر اچي ڌاڪڻ تي ڌمڪو ڪيو. جھَٽ هٽي سانوڻ سندس هٿ مان خنجر ڦري ورتو عين ان وقت ٻيو خواجہ سرا مٿس اُلر ڪري آيو. سانوڻ ڦڙتيءَ سان پوئتي نہ هٽي ها تہ خنجر سندس ڪلهي کان دل تائين کُپي وڃي ها. خواجہ سرا جو وار خالي ويو تہ پنهنجي ئي زور ۾ ٻہ ٽي قدم اڳتي نڪري ويو. جيسين هو پنهنجي ٻانهن وري مٿي ڪري، ان کان اڳ سانوڻ خواجہ سرا کان ڪسيل خنجر سان، سندس ان ئي ٻانهن تي ڪنهن باز وانگر لامارو ڏنو. خنجر خواجہ سرا جي ٻانهن کي ڏوري کان ڪرائيءَ تائين ڪپي ويو ۽ خنجر سندس هٿ مان ڇڏائجي اچي فرش تي ڪريو. سانوڻ الائي ڇو هن کي مارڻ نہ ٿي چاهيو. انڪري جيئن ئي خواجہ سرا ڊگهي جيان رنڀ ڪري، ڪريل خنجر کڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ سانوڻ هڪ زوردار لَت چيلھہ تي ڌمڪائي ڪڍيس، ۽ هو منهن ڀر اونڌو ٿي ڪري پيو. خنجر سندس پٺيءَ وٽ آڻيندي، سانوڻ فارسيءَ ۾ چيو: ” اٿڻ جي ڪوشش ڪئي اٿئي تہ هي خنجر دل جي پار هوندءِ.....! “

خواجہ سرا هڪ ڊگهي ” هون “ ڪري، اتي ئي پئجي رهيو. سانوڻ ان خواجہ سرا کي بہ رسي سان چوڪنيو ٻڌي، وري ٻئي خواجہ سرا جون بہ ٽنگون ٻانهون ٻڌي، ٻنهي کي وري گڏ ٻڌي ڇڏيو جيئن هڪٻئي جا بند ڇڏائڻ جي ڪوشش نہ ڪن!

سانوڻ جڏهن زنانخاني ۾ داخل ٿيو تہ گهڙيءَ لاءِ ترخانن جي دولت ۽ عيش عشرت جي سامان ڏسڻ ۾ محو ٿي ويو. بلوري شمعدانن ۾ ٻرندڙ شمعن زنانخاني کي ڏينهن جھڙو روشن ڪري ڇڏيو هو. اطلس ۽ ڪيمخواب سان سجايل پلنگن ۽ مسندن، شمعن جي چرندڙ روشنيءَ ۾، عجيب جھرمر لائي ڏني هئي. هو ان خواب

مان تڏهن سجاڳ ٿيو جڏهن ٻه ڪنيزون سندس قدمن ۾ سندس پيرن کي جهلي چئي رهيون هيون: "رحم آقا! رحم! الله، الله جي رسول جي صدقي، رحم! "

الائي ڇو هن جي دل کي جهوبو اچي ويو. هي زائفائون ڪيتريون نه لاچار ۽ مظلوم هيون! هن ڪجھه پوئتي هٽندي چيو " اوهان ڊڄو نه. مون کي رڳو اهو ٻڌايو ته سنڌي نينگر نُوري ڪٿي آهي؟ "هن ڪنيزن کي اٿاريندي چيو.

" اسانٰ کي ڪا خبر ڪانهي، آقا! قسم آهي خدا جو اسان کي ڪا خبر ڪانهي..... "ٻنهي ڪنيزن يڪ آواز ٿي چيو.

سانوڻ ڪجھه سوچيندي خوابگاهه جي ڪمري ڏانهن وڌيو ۽ پير سان زور ڏنائين ته دروازو کلي پيو. اندر هڪ وڏي شاهي پلنگ تي هڪ قداور زائفان، جڻ ته هن جي منتظر هئي. هوءَ هڪدم اٿي بيٺي ۽ هن ڏانهن ايندي چيائين: " خدا جي واسطي، منهنجا معصوم ٻچڙا مونکي واپس ڏيو نه ته.....نه ته مونکي به پاڻ سان وٺي هلو! "

سانوڻ هن جُملي لاءِ بلڪل تيار نه هو. هو سمجهي ويو ته هيءَ قيصر بيگ جي زال هوندي، پر هن جي معصوم ٻارن کي ڪير ڪٿي ٿو سگهي؟ متان هنن جي اچڻ کان اڳ، ٻيا ڪي مغل سندس ٻارن کي ڪٽي ويا آهن. هن ڪجھه سوچيندي چيو: خانم، مونکي تنهنجي ٻارن جي ڪا خبر ڪانهي. آءٌ ته هڪ سنڌي نينگريءَ نُوريءَ جي تلاش ۾ هتي آيو آهيان..... مهرباني ڪري ٻڌاءِ ته اها ڪٿي آهي؟ "

" ها. ظالم ان ڪنيز کي به منهنجي جگر گوشن سان گڏ وٺي ويا! " زائفان سُڏڪندي چيو.

" مرزا شاهه رخ ۽ سندس حواري..... ٻيو وري ڪير؟ " زائفان اهڙي انداز سان چيو جڻ ته ڪيس يقين ئي نه پئي آيو ته هڪ مغل سردار کي اها خبر ئي نه هوندي

" پر ڇو؟ "سانوڻ ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

" اسان کي ته ڪا خبر ڪانهي! لاشڪ ته حضور مرزا قيصر بيگ سان حسد جي ڪري! هن اوهان مغلن جي ملازمت اختيار ڪئي ته سمورا ارغون سردار هن سان ڪاوڙجي پيا آهن. پر ان ۾ اسانجي معصوم ٻڇن جو ڪهڙو ڏوهه..... ؟ يا خدا

هو الائي ڪٿي آهن؟ الائي ظالمن، هنن سان ڪهڙا ظلم ڪيا هوندا؟....... " ۽ هوءَ وري اڃي سڏڪن ۾ پئي.

" اها ڪڏهن جي ڳالهہ آهي؟ " سانوڻ ڏيرج سان پڇيو.

" ڪالهہ رات جو..... ارغون سردارن پيغام موڪليو تہ حضور جن پنهنجن شهزادن کي نئين سنڌي ڪنيز نُوريءَ سان گڏ، مرزا شاهہ رخ جي حويليءَ تي گهرايو آهي..... مون بي عقل عورت، هنن تي اعتبار ڪري، پنهنجا سڪيلڌا نُوريءَ سان گڏ، هنن جي ماڻهن سان گڏ موڪلي ڏنا.....حضور جن جڏهن صبح جو آيا تہ مون سان ڳالهہ ڪيائون تہ منهنجا شهزادا مرزا شاهہ رخ جي بنديخاني ۾ آهن! هنن حضور جن تي ڪو ڪم رکيو آهي، جيڪو نہ ٿيو تہ هو ظالم ڪين ڪُهي ڇڏيندا..... يا الله، مان ڪيئن ڪريان.....! " هاڻ تہ هوءَ اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي.

سانوڻ جي دل چيو تہ هن مظلوم عورت کي ڪا دلداري ڏي، پر هن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ آيو. هن رڳو ايترو چيو تہ: " خانم الله تي رک، زندگي ۽ موت الله جي وس آهي، مرزا شاهہ رخ جي وس ڪونهي.....! "

ائين چئي هو تڪڙو ٻاهر نڪري آيو. ويندي ويندي هن زائفان جو هيٺو آواز ٻڌو... " پر توهان..... ڪير......؟ "

هو ٻاهر نڪتو تہ هن ٻنهي خواجہ سرائن کي ائين ئي پيل ڏٺو. هو سمجهي ويو تہ ارسلان بيگ جا همراهہ اڃا زنانخاني ڏانهن نہ آيا هئا. هنن کي شايد مردانخاني ۾ ئي گهربل دولت ملي ويئي هئي. هن ڪجهہ سوچي، پڪيءَ جي ٻولي ٻولي تہ مردانخاني مان بہ ساڳيو جواب مليس. هنن کي مال لُٽيندو ڇڏي هن ڏيڊيءَ ڏانهن رخ رکيو ۽ ٻاهر نڪري آيو.



# 7

اڄ جو آسمان ظلم ۽ جبر جي دونهاٽيل ڇت وانگر ڇڻ تہ هيٺ لهي آيو هو. تارن ۾ بہ اها جوت نہ هئي ۽ نہ چنڊ ۾ اها چانڊوڪي هئي، جيڪا سنڌ جي سدا ملوڪ آسمان ۾ هوندي هئي. وريام مٿي آسمان ۾ نهاريندي سوچيو تہ آزاديءَ جو آسمان ڪيترو نہ گدلو ۽ دونهاٽيل دونهاٽيل ٿو لڳي! تمام پريان ڳُتن جي اوناڙ هن جي احساس کي هيڪاري جهوري وڌو ۽ هن جي دل پرجي آئي: سنڌ، منهنجي مٺي جيجل، اڄ تنهنجي موچاري ڌرتيءَ تي انسانن جي گيتن جي گونجارِ بدران رڳو ڪتن جون اونايون وڃي بچيون آهن. الائي هن کي ڇو اهو خيال آيو تہ شايد سنڌ تي خدا جو ڏمر آهي جو ان ڪڏهن بہ گهڻو وقت سُک نہ ڏٺو آهي. هن جي اکين اڳيان تاريخ جا اهي دور اچي ويا، جن ۾ سنڌ تي اتر، ڏکڻ، اوڀر ۽ اولهہ کان ڪاٽڪن جا ڪٽڪ آيا، ۽ سنڌ کي تاراج ڪري، سنڌين جي خون جا دريا وهائي هليا ويا: ڪي ڪاٽڪو رهجي ويا ۽ صدين تائين سنڌ جو رت چوسيندا رهيا، تان جو سنڌ سنڌن قبرستان بڻجي ويئي. هن کي اهو دور بہ ياد آيو جڏهن سنڌ ڌارين کان آجي هئي، ۽ پري پري تائين سنڌ جي شادابيءَ جي هاڪ هوندي هئي. پر ان شادابيءَ جي هاڪ ئي سنڌ تي ڏولاون جا ڪڪر آندا. جڏهن بہ سنڌي پنهنجي ڌرتيءَ جي لڄ رکڻ ۾ ناڪام ٿيا، جڏهن بہ نفرتن جو ڪارو پاڻي، مذهبن جي نترتا ۽ ڪٽرپڻو سنڌين ۾ سجاڳ ٿيو تڏهن سنڌ جو آسمان اونداهو ٿي ويو ۽ سنڌ جي ههر پري ڌرتي، رک ۽ ريتيءَ جو بيابان بڻجي ويئي! ۽ اڄ جڏهن مغل پرمار سنڌ جون ٻوٽيون پٽي رهيا هئا، تڏهن سنڌ جو آسمان تارن ۽ چنڊ هوندي بہ اونداهو هو. ڌرتيءَ تي گلن ۽ گاهن جي ساوڪ بدران سينور جي ساواڻ ڦهليل هئي. غلاميءَ جو ڪِنو پاڻي، ماڻهن جي حياتين ۾ زهر پري رهيو هو!

" وريام پائو ڪهڙن خيالن ۾ گم آهين؟ " سندس سنگتي ڏاتر ڏني ڪيس نونٽ هٽندي پڇيو.

" ڏاترنا، اهو پئي سوچيم تہ اڄ آسمان ڪيترو نہ دونهاٽيل پيو لڳي!
" هن جي نڙيءَ ۾ ڪا ڳنڍ اٽڪي پئي هئي. هن کي ڪجھ بہ سمجھ ۾ نہ آيو تہ هو پنهنجي سنگتيءَ کي ڪهڙو جواب ڏئي.

" غلاميءَ جو آسمان هميشہ دونهاٽيل هوندو آهي، وريام! " ڏاتر ڏني ڄڻ تہ سندس دل جي ڳالھ جهٽي ورتي هئي.

" اهو دونهون هٽائڻ اسان جي وس ۾ ڪونهي..... " سندس هڪڙي ٻئي ساٿي غلاموءَ وچ ۾ چئي ڏنو.

" پنهنجي وَس ۾ ڇو ڪونهي .....؟ اڄ بہ جيڪڏهن سنڌي ٻڌي ڪري الله توهر ڪن، تہ مغلن کي آگرو بہ هٿ ڪونہ ايندو! " هڪڙي ٻئي همراھ ڳالھ ۾ شامل ٿيندي چيو.

" جکرا، چئين تہ سچ ٿو..... هڪڙي سانوڻ ارغونن ۽ ترخانن ڪانسواءِ مغلن کي بہ ڏينهن جا تارا ڏيکاري ڇڏيا آهن! جي اسين گڏجي همٿ ڪريون تہ اهڙا سوين سانوڻ سنڌ ۾ ملي پوندا ـ ڦُڙي ڦُڙي تلاءَ وانگر! پوءِ ڏارين کي ڏِکڻ ڏکيو نہ ٿيندو! " وريام جي منهن تي هڪ نئين جوت اڇي ويئي.

" پويان ابو امڙ نہ هجي تہ آءُ تہ ڪڏهوڪو وڃي سانوڻ سان شامل ٿيان ..... " جکري حسرت مان چيو.

" ادل، هر ڪنهن سان " ابو امان " لڳو ئي پيو آهي! ڪنهن کي ابو امان آهي تہ ڪنهن کي اولاد آهي، ننگ آهن، ملڪيت آهي، هَٽُ آهي، هَرُ هُرلو آهي، زمين آهي، مال آهي..... اهي بہ تہ ابو امان آهن. جيڪڏهن ائين سوچبو تہ پوءِ سنڌ لاءِ ڪير اٿندو؟ اسان جو سڀ کان وڏيڪ ابو امڙ تہ سنڌ جي ڌرتي آهي: جنهن مٽي ۽ پاڻيءَ مان جڙيا آهيون، ان جو بہ تہ ڪو حق آهي! سنڌ آزاد آهي تہ ابو امڙ بہ آزاد آهن، اولاد بہ آزاد آهي، هَرُ هُرلو بہ آزاد آهي. غلام ابي امڙ کي ڇا ڪنداسون؟ " وريام ڄڻ تہ پنهنجي پاڻ سان ٿي ڳالهايو.

اوچتو هو خاموش ٿي ويو ۽ اشاري سان پنهنجي همراهن کي بہ هوشيار ڪري ڇڏيائين. سامهون ڪجھ مغل لشڪري گشت ڪندي محلي ۾ داخل ٿيا هئا. وريام ۽ سندس ساٿين کي ڏسي، لشڪري پاڻ ۾ ڪجھ سُس پُس ڪرڻ لڳا، ۽ پوءِ

اڳتي وڌندا آيا. جڏهن وريام جن جي ويجهو پهتا، تڏهن هڪ وچولي عمر جي مغل ڪڙڪي سان فارسيءَ ۾ پڇيو: " توهين ڪير؟ "

وريام جواب سنڌيءَ ۾ ڏنو: " اسين هن محلي جا پهريدار آهيون. "

" پر پهريداريءَ جو ڪم اسان مغلن جو آهي:اوهين ڪير ٿيندا آهيو پهريداري ڪرڻ وارا؟ " مغل ٿورو شڪي ٿيندي چيو.

" محلي وارن اهو فيصلو ڪيو آهي تہ مغل سپاهين کي محلي جي ماڻهن سجاڻڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي ، سو محلي جي پهريداري خود محلي جا جوان ڪندا..... " وريام تحمل سان چيو.

" ان لاءِ اوهان کي شهر جي ڪوٽوال کان اجازت وٺڻي پونديءَ " مغل رُڪائيءَ مان چيو.

" ڪوٽوال ان جي اجازت حافظ بلال کي روبرو ڏيئي ڇڏي آهي، " وريام وري بہ ڌيرج سان جواب ڏنو.

" اسان کي ڪنهن بہ حافظ بلال جي خبر ڪانهي. ڪهڙي خبر اوهين سردار خان جي ٽولي جا شاهينگ هجو " مغل اچان ئي سختيءَ سان چيو: " اوهان کي اسان سان گڏ چونڪيءَ تي هلڻو پوندو! "

" سرادر خان جي ٽولي جا هجون ها تہ ائين ٽلهي تي ڪونہ ويٺا هجون ها. رهي چونڪيءَ تي هلڻ جي ڳالهہ، سو اسين ڪونہ هلنداسون، " وريام پنهنجي پنهنجي ڪاوڙ روڪيندي چيو.

" گستاخ، تنهنجي اها همٿ..... " ائين چئي جيئن هن هٿ وڌائي وريام کي ٽڦ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ وريام سندس هٿ کي ڪرائيءَ وٽ ڪٽي جهليو. مغل محسوس ڪيو جڻ تہ سندس ڪرائي رُڪ جي ڇنبي ۾ جڪڙجي ويئي. ٻيا ست مغل هيلتائين ماٺ ڪري بيٺا هئا، تن پنهنجي همراهہ جي بيوسي ڏسي، وريام تي ٻاهوڙ ڪئي. پر تيسين وريام جي همراهن پنهنجي ڇيلهن مان خردم ڇوڙي، مغلن تي وسڪارو لائي ڏنو. جنهن مغل جي پٺيءَ، ڪلهي يا ٻانهن تي خردم جو ڇمڙو ٿي پيو تنهن جي دانهن خردم جي شپڪي سان گڏ ريهہ ٻڌجي ٿي ويئي. مغلن پنهنجي همراهہ جي ڇپر ڇڏي پاڻ بچائڻ شروع ڪيو ۽ خنجر ۽

ترارون ڪيڏي بيهي رهيا. ورريام مغل مُهندار جي ڪرائيءَ کي ٺورو موڙو ڏيئي، زور سان گوڏو سندس پيٽ ۾ ڪوڙي ڇڏيو. مغل ڪان دانهن نڪري ويئي ۽ ٻيٺو ٿي ويو. ورريام سندس ڪياڙيءَ تي پنهنجي هٿ جي پٺ سان اهڙو ڌڪ هنيو جو مغل جي دانهن اڌ ۾ ڪپجي ويئي، ۽ فقط " اوهہ " جو آواز سندس ناسن مان ٿيندو هوا ۾ ڦهلجي ويو ۽ هو ٻوٽ پر اچي ورريام جي پيرن ۾ ڪريو. ورريام پنهنجي چيلهہ مان خردم ڇوڙي پنهنجي ساٿين جي مدد کي پهچي ويو. هڪڙي پاسي ترارون ۽ خنجر هئا، ٻئي پاسي خردم! خردم جي شپڪي سان مغلن ريهہ تي ڪئي ۽ انهن رڙين تي پاڙي وارا بہ آهستي آهستي در کولي، وڌندا آيا. مغلن جو هيترن سنڌين کي وڌندو ڏٺو سو ڇڙ ڪين موت نظر آيو ۽ هنن " يا معافي، يا معافي " چئي هٿيار ڦٽا ڪيا.

ورريام پنهنجن همراهن کي اشارو ڏنو جن مغلن جا خنجر ۽ ڀالا ۽ ترارون ڪٺي، پنهنجي قبضي ۾ ڪيون، ۽ پوءِ ورريام مغلن جي مهندار کي ڳتر ڪان جهلي، ڏند پڪوڙيل آواز ۾ حڪم ڏنو:" جيڪڏهن وري هن محلي ڏانهن رخ رکيو اٿوَ تہ پاڻ ٿا ڄاڻو....! وڃو ڪتي جا.... ! "

جيڪي مغل پٽ تي ڪريا هئا، سي بہ ڪپڙا ڇنڊيندا اٿيا، ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري، پنهنجي پنهنجي ڇونڪين ڏانهن روانا ٿيا، ۽ ورريام محلي وارن کي چيو: " ڀائو هي ڪتا موچڙي سان سڌا آهن. اوهين هاڻ بي اونا ٿي گهر وڃو. سياڻي ڏينهن شينهن آهي، ڏسون تہ مغل ڇا ٿا ڪن؟ "

پاڙيوارا پاڻ ۾ چميگوئيون ڪندا ڇڙوڇڙ ٿي ويا، ۽ ورريام پنهنجي ساٿين سان وري اچي ٿلهي تي ويهي رهيو.

اهو سڄو مهينو سنڌين سک سان سمهي ننڊون ڪيون. اهو سڄو مهينو مغل لشڪرين ڪٿي نہ ڪٿي موچڙا کاڌا. لشڪرين جون ليلڙاٽيون ٻڌي، خود سنڌين کي ڪِل ٿي آئي. جن مغل لشڪرين کي هنن ديو ٿي سمجهيو سي تہ بنهہ ڪي جيتامڙا هئا، جن کي پيرن هيٺان چيپاڻ ڏکيو نہ هو. بشرطيڪ سنڌين ۾ ٻڌي ۽ تنظيم هجي! اهي خبرون آس پاس ڪان ٿينديون سيوهڻ ۽ بکر تائين پهتيون، ۽

جتي ڪٿي شھرين ۽ ڳوٺاڻن پنھنجي بچاءَ لاءِ جوانن جا جٿا ٺاھي ورتا. سنڌين جو خاص ھٿيار خردمر ھو. ڪن جوانن ڪھاڙيون ۽ تراريون بہ سنڀالي ورتيون.

سنڌين جو من وڏي ويو ھو. ھاڻ تہ ھو اھو بہ سوچڻ لڳا ھئا تہ بنئيءَ وقت اڏ ڪان وڏيڪ سرڪاري عملدارن کي چوٽ ۽ ڏھائي بہ ڪين ڏيندا. شھرن ۾ واپارين آنڪي پرڻ ڪان لھرائڻ شروع ڪيو. ماڻھن ۾ خود اعتمادي موٽي آئي. تان جو ٺٽي ۾ اھو ھُل ھُلي ويو تہ ارغون شاھي قافلي تي حملو ڪري شاھي قيدين- مرزا عبدالعلي، خسرو خان چرڪس ۽ مرزا غازي بيگ جي حرم- کي ڇڏائي ويا آھن. ۽ عنقريب ارغون ٺٽي جي مغل امير رستم بيگ خلاف اعلان جنگ ڪرڻ وارا آھن.



# 8

رستم بيگ پنهنجي چوڌاري اگهاڙن جسمن جو جائزو ورتو ۽ انهن جسمن تي چهبڪ جا نيل ڏسي، هن جو وات پاڻيءَ سان ڀرجي ويو ۽ هڪڙي چپ جي ڪناري کان، واڇ مان گِگ وهڻ لڳيس: شپڙڪو ڪري هن اها گگ واپس پنهنجي وات ۾ آندي ۽ سندس اکين ۾ هَوس جا ڏورا وڌيڪ ڳاڙها ٿي ويا. هڪڙي ڪنيز جي اگهاڙن ڏُڏن تي نيل ڪجهه رَتائجي آيا هئا. هن نئڙي انهن نيلن تي هٿ ڦيريو تہ ڪنيز کان سيسراٽ نڪري ويو ۽ هن جي وات مان آواز چچرجي نڪتو: " رحم آقا، رحم..... ! " رستم بيگ جي نڙيءَ مان بہ لذت جو سيسراٽ نڪري ويو ۽ پوءِ هو جلدي جلدي پنهنجو ڪمر بند کولڻ لڳو........ عين ان وقت سندس خاص خواجہ سرا، تاشي خان، اندر اچي ڪنڌ نوڙائي بيهي رهيو. رستم بيگ پنهنجي اوگهڙ ڍڪڻ جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي، ۽ فقط ايترو چيائين " تاشي، ڏسين نٿو تہ اسين مصروف آهيون! اهڙي ڪهڙي قيامت آئي آهي جو اسان جي آرام ۾ خلل انداز ٿيو آهين؟ "

" حضور جو سر سلامت هجي: هينئر هينئر خبر آئي آهي تہ ارغون سردارن، سنڌين جي مدد سان شاهي قافلي تي حملو ڪري، شاهي قيدي آزاد ڪري ورتا آهن! " تاشي بنا ڪنهن هٻڪ جي چيو. هو اهڙن نظارن ۽ اهڙن واقعن جو عادي هو.

" ڇا؟ هنن جي اها جرات؟ ! پر..... پر پوءِ آءٌ ظل الاهيءَ کي ڪهڙو جواب ڏيندس؟ ڇا قافلي سان مغل سپاهي ننڊ ۾ هئا؟ " رستم بيگ ڄڻ تہ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائي رهيو هو.

" سپاهين مان ڪيترا ارغون سردارن کان وڏيون رقمون وٺي چڪا هئا، ۽ وقت اچڻ تي ميدان ڇڏي ڀڄي ويا! قاصد تہ اهو نياپو آندو آهي! " تاشي خان ائين ڳالهہ ڪئي ڄڻ هن کي اڳي ئي ان ڳالهہ جو خدشو هو.

" تاشي.......... تاشي، تون گستاخ ٿيندو وڃين! اسان جي غضب کي سڏ نہ ڪر. پنهنجي حيثيت سڃاڻ: مغل سپاهي ائين پئسن تي ڪيئن ٿا وڪامي سگهن؟ رستم بيگ غضبناڪ ٿيندي چيو.

" حضور جو سر سلامت هجي: جيڪڏهن حڪم هجي تہ آءٌ پنهنجي زبان بند رکان! " تاشي خان جواب ۾ اهڙي ڏيکائي ڏني، ڄڻ هن هاڻ مسئلي ۾ پوڻ نہ ٿي گهريو.

رستم بيگ پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ آڱريون وجهندي، ٿڌيءَ وانگر هيٺ لاهيندي، پنهنجي آس پاس جو جائزو ورتو ۽ پوءِ بيد جي لڪڻ سان ٻنهي ڪنيزن کي چوڪ ڏيندي چيو: " اٿو هاڻي وڃو وڃي پنهنجي ڪم ڪار سان لڳو ۽ هان، هي اشرفيون پاڻ ۾ ورهائي کڻو..... تاشي، اسان جا شاهي ڪپڙا ڪڍ. اسين ديوانِ خاص وڃڻ گهرون ٿا! "

ڪنيزون تڪڙيون تڪڙيون اُٿنديون، پلنگ تي پيل پنهنجا ڪپڙا سنڀاليندي، ٻاهر نڪري ويون. تاشي خان دربار ۾ وڃڻ وارا ڪپڙا آڻي پلنگ تي رکيا، ۽ هٿ ڪڇن ۾ وجهي ادب سان هڪ پاسي بيهي رهيو.

رستم بيگ ڪپڙن پائڻ کان اڳ، بيد جو لڪڻ پنهنجي ٻئي هٿ تي هڻندي، ڪمري ۾ ڪجهہ وقت اچ وڃ ڪندو رهيو. اوچتو هو هڪ شاهي آئيني اڳيان اچي بيهي رهيو ۽ غور سان پنهنجي پاڻ کي ڏسڻ لڳو. هن جي نظر پنهنجي اوگهڙ تان ٿيندي، ڇاتيءَ تائين پهتي، جتي ڇاتيءَ کان ٿورو مٿڀرو هڪ ڏگهو چمڪ هو ڄڻ تہ ڪنهن خنجر سان ڳچيءَ جي ماس ڪورڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، اهو گهاءُ ڀرجي نہ سگهيو هو. هن جي نظر منهن تي پئي: سندس ڏاڙهي تقريباً چوڪنڊياري هئي. خضاب جي ڪري ان جي چوڪنڊي صورت هيڪاري واضح ٿي وئي هئي، ۽ سندس منهن کي هٽرادو ويڪراڻ ڏئي رهي هئي. سندس اکيون ائين اندر ڪتل هيون ڄڻ تہ مٺل ماڻهوءَ جون اکيون هيون، جيڪي اوچتو جيئريون ٿي پيون هيون. هن کي پنهنجي چهري کان پوءِ ٿيڻ لڳو ۽ هن رڙ ڪندي چيو:

" تاشي، الله سائين اسان کي ايترو بدصورت ڇو خلقيو؟ ڇا اسين حضرت شاهہ اسماعيل صفويءَ جا پڙپوٽا نہ آهيون؟ ڇا اسان جو والد بزرگوار حضرت

سلطان حسين مرزا قنڌار جو حَسين ترين ماڻهو نہ هو؟ ۽ مون کي جواب ڏي تہ ظل الاهي اسان کي محض اسان جي بَدصورتيءَ جي ڪري ڇو ٿو تنبيهہ ڪري؟ ڇا اسان ملتان جي صوبيداريءَ جي وقت مغل شهنشاهيت کي مضبوط نہ ڪيو؟ ڇا اسان ظل الاهيءَ جي هڪڙي هڪڙي مخالف کي هاٿيءَ جي پيرن هيٺان، گهوڙن جي سُنبن ۾، اذيت خانن ۾ چيپاٽي نہ چڙهيو هو؟ ٻڌاءِ، تاشي خان، جواب ڏي، تون تہ اسان سان هميشہ گڏ رهيو آهين؛ ڇا بدصورت هجڻ گناهہ آهي؟ ! " مرزا رستم بيگ جي وات مان ڪِف وهڻ لڳي، ۽ هن بيد جو لڪڻ زور سان آئيني تي وهائي ڪڍيو. آئينو وچان ڀڃي ٽي ٽڪر ٿي ويو ۽ پٺيان هيل جاين تان مرزا رستم جي شڪل، وڏيڪ ٽيڏي ٿي، نهايت ڀيانڪ ٿي پئي.

تاشي خان اڳتي وڌي مرزا جي هٿ مان لڪڻ ائين ڇڏايو ڄڻ ڪنهن ٻار جي مٺ کولي، سندس ضد ڀڃي رهيو هو ۽ ڪيس ڪلهن ۾ ٻانهن وجهي، پلنگ تائين وٺي آيو. " ڪير ٿو چوي تہ حضور جن، منهنجي وات ۾ شل ڪنڊا پون، بدصورت آهن. مردن کي خوبصورتيءَ جي نہ پر مردانگيءَ جي ضرورت هوندي آهي، ۽ اوهان پنهنجي مردانگي ثابت ڪري ڏيکاري آهي. قنڌار ۾، ملتان ۾، ۽ وقت آيو آهي تہ نئين ۾ پنهنجي مردانگي ثابت ڪري ڏيکاريو! ظل الاهيءَ جي دشمنن کي اهڙي سيکت ڏيو جو وري ڪنهن کي آگر چورڻ جي بہ همت نہ ٿئي! " تاشي خان نهايت دلداري ۽ پاٻوهہ مان اهي لفظ بہ چوندو ويو ۽ مرزا کي ڪپڙا بہ پارائيندو ويو.

جڏهن مرزا ديوان خاني ۾ آيو تہ سڀ امير امراءَ اندر ئي اندر ڪنبڻ لڳا. اڄ وري مرزا جي ڪاٻي واڇ ڦڙڪي رهي هئي. سندس اکيون ڄڻ تہ چڻنگ وساري ويٺيون هيون. مسند تي ويهڻ کان اڳ هن عبدالرزاق معموريءَ ڏانهن ڏٺو جيڪو اهڙي ڏيکائي ڏئي رهيو هو ڄڻ تہ ڪجهہ ٿيو ئي ڪونہ هو. معموريءَ کي اهو بہ خيال هو تہ مرزا مونکي ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندو ڇاڪاڻ تہ هن کي شهنشاهہ جهانگير پاڻ نئين جو ديوان مقرر ڪيو هو ۽ ظل الاهيءَ جي مقرر ڪيل ڪنهن بہ ماڻهوءَ تي هٿ کڻڻ جي مرزا رستم جهڙي ظالم ۽ نود کي بہ همت نہ ٿيندي! اوچتو معموريءَ کي مخاطب ٿيندي، مرزا رستم ڏاڍي ڏيرج سان چيو: " معموري، مون کي خبر آهي تہ ظل الاهي پاڻ توکي ديوان مقرر ڪيو آهي. مون کي اها بہ خبر آهي تہ

شاهي قيدين کي حفاظت سان لاهور پهچائڻ جو ڪم بہ ظل الاهيءَ پاڻ توتي رکيو هو. هاڻ ٻڌاءِ تہ آءٌ ظل الاهيءَ کي ڪهڙو جواب موڪليان؟ "

مرزا جي ڏيرج تي سيني کي حيرت وٺي ويئي. اڄ جو مرزا رستم ڪالهہ جي مرزا رستم کان بلڪل مختلف هو. معموريِ بہ ڪجهہ نہ سمجهنديءِ ڪنهن اڄاتي خوف کان، هٻڪندي چيو: " حضور مرزا صاحب جن کي خبر آهي تہ آءٌ پاڻ سچو انتظام ڪري ويو هوس، پر پانئجي ٿو تہ جن جٽن جو بندوبست مون ڪيو هو سو اوهان کي پسند نہ هو ۽ اوهان جيڪي جٽا موڪليا، سي سڀ لشڪري ميدان ڇڏي ڀڄي ويا! "

" معموري.....! توکي جيڪڏهن اسان جي قهر جو ڊپ نہ آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ خدا جي قهر کان ڊڄ! اسان تي تهمت هڻڻ کان اڳ ڪجهہ تہ سوچين ها! "

معموريءَ کي رڙي وٺي وئي. هن کي تہ اهوئي ٻڌايو ويو هو تہ مرزا رستم بيگ پاڻ مغل لشڪرين بدران ترخان سپاهين کي مقرر ڪيو هو. هن ترخان سپاهين جي سپهہ سالار مظفر بيگ ڏانهن معنيٰ ڀريل نظرن سان ڏسندي چيو: حضور گهٽ ۾ گهٽ مظفر بيگ تہ ائين ٿي چيو..... "

مظفر بيگ سچو پيلو ٿي ويو. هن پنهنجي جاءِ تان اٿڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو سچو ٿڙڪي رهيو هو. مظفر بيگ حد کان وڌيڪ ٿلهو متُرس هو انڪري هو پنهنجي ڏڪڻيءَ کي روڪي نہ سگهيو. هن کي موت مرزا رستم جي اکين مان پاڻ ڏانهن گهوريندي نظر آيو.

" مظفر بيگ، توکي ڇا چوڻو آهي؟ " مرزا رستم اڃا تائين ڏيرج سان ڳالهائي رهيو هو. جيتوڻيڪ سيني کي اهو نظر اچي رهيو تہ مرزا جون مُٺيون مسند جي مُٺين تي پڪوڙجي ويون ۽ ممڪن هو تہ هن جا هٿ ڦٽجي ويا هئا!

" حضور مون کي هي پروانو اوهان جي خاص معتمد قيصر بيگ ارغون موڪليو..... " ائين چئي ڏڪندڙ هٿن سان هن پنهنجي چوغي مان پروانو ڪڍي اڳيان وڌايو ۽ تيڏي اک سان قيصر بيگ جي خالي مسند ڏانهن نهاريائين.

تاشي خان اڳتي وڌي پروانو مظفر بيگ جي هٿن مان ورتو ۽ ادب سان مرزا رستم جي اڳيان جهليائين. مرزا ڪيس اشارو ڪيو. تاشي خان پروانو کولي مُهر

ڏانهن ڏٺو ۽ هڪ هلڪي مرڪ هن جي چپن تي اچي وئي. هن ٿورو اڳتي وڌي مرزا کي ڳچيءَ ۾ ڪا ڳالهه چئي. مرزا جي منهن تي ڪوبه نئون رنگ نه آيو. جڏهن تاشي خان پوئتي موٽي، پنهنجي جاءِ تي بيهي رهيو تڏهن مرزا ڦريون ڦيرو خفگيءَ مان چيو: "۽ اڄ قيصر بيگ ڪٿي غرق ٿي ويو آهي؟ "

قيصر بيگ جي نائب پائنده خان، ادب مان هٿ ڇاتيءَ تي رکندي چيو: " حضور، قيصر بيگ جي طبيعت ٻن ڏينهن کان ناساز آهي، انڪري حاضر نه ٿي سگهيو آهي! "

" ڇه ڇه ڇه ..... طبيعت ناساز ٿي پئي آهي يا ڪو نئون ساقي مليو اٿس؟ " مرزا رستم بيگ غضبناڪ ٿيندي چيو.

پائنده بيگ خاموش رهيو پر هن کي پڪ ٿي ته قيصر بيگ جو خير ڪونهي. انڪري موقعو ڏسي هن چيو: " گستاخي معاف ٿئي ته بندو ڪجهه عرض ڪري! "

" چئه چئه ..... " مرزا بيزاريءَ مان چيو.

" حضور، نئين ساقيءَ جي ته مونکي خبر ڪانهي. البت هڪ نئين سنڌي ڪنيز حاصل ڪئي اٿس، جيڪا ايتري حسين آهي جو هن کي شاهي حرم ۾ هئڻ گهرجي! "

عين انوقت قيصر بيگ ديوانخاني ۾ داخل ٿيو ۽ ڪورنش ڪري، پنهنجي مسند ڏانهن وڌيو. مرزا رستم ڄڻ ته هن کي ڏٺوئي ڪونه ۽ ڄڻ ته پنهنجي منهن چوڻ لڳو هو: " هون، شاهي حرم جي لائق ڪنيز! پر قيصر بيگ وٽ ايتري دولت ڪٿان آئي جو اهڙيون ڪنيزون ٿو خريد ڪري؟! "

قيصر بيگ، جتي هو اُتي ئي ڄمي ويو. هن ڦرين تکڙي نظر پنهنجي نائب پائنده خان تي وڌي ۽ پوءِ مرزا رستم بيگ ڏانهن مهاڙ ڪري چيائين: " حضور جو اقبال بلند هجي! مون کي پاڻ اها سنڌي ڪنيز تحفي ۾ ارسلان بيگ ڏني هئي، ۽ سندس حُسن ڏسي مون حضور جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ ٿي گهري ته جيڪڏهن ظل الاهيءَ جي لائق هجي ته ڪيس لاهور موڪلڻ جو فيصلو اوهان حضور پاڻ ڪريو ۽ جيڪڏهن اوهان جي حرم لائق هجي ته حضور جن اهو حقير تحفو پاڻ

قبول ڪن ..... باقي، مون لاءِ؟ سو تہ حضور جن کي اهو معلوم آهي تہ منهنجي وندر ساقين سان آهي، ڪنيزن سان منهنجي ڪا دلچسپي ڪانهي! "

سمورا امير قيصر بيگ جي همٿ جو داد ڏيڻ لڳا. حيرت ان ڳالھ جي هئي تہ مرزا جي طبيعت مان واقف نہ هوندي بہ قيصر بيگ اها ڳالھ ڪئي هئي!

" اسان کي تنهنجي ذوق جي خبر آهي، قيصر بيگ! پر تو اها ڪنيز پاڻ وٽ لڪائي ڇو ويهاري آهي؟ " مرزا ٿورو سختيءَ سان پڇيو.

" حضور جن جو اقبال بلند هجي، ظل الاهيءَ جي حڪومت ۾ شينهن ٻڪري گڏ پيا پاڻي پيئن. پر هتي، گستاخي معاف، حضور جن جا پنهنجا امير بہ دستبرد کان محفوظ نہ آهن! "

قيصر بيگ اهڙي ڳالھ ڪئي جو سڀ امير، مٽيون ڀڪوڙيو ايا ٿي ويهي رهيا.

" تون ڇا ٿو چوڻ گهرين، قيصر بيگ؟ "

" حضور جو اقبال بلند هجي! شهر جي ڪوتوال کي خبر آهي: ڪالھ رات، ڌاڙيل مغل منهنجي گهر آيا، ۽ حضور جن جي پيغام جو بهانو ڪري، اندر داخل ٿيا ۽ منهنجن پهريدارن کي رسن سان ٻڌي، منهنجي ٻن معصوم پٽن ۽ سنڌي ڪنيز کي پاڻ سان کڻي ويا، ۽ مردانخاني جي ڪوٺين ۾ جيڪو مال متاع هو سو لُٽي کڻي ويا! "

قيصر بيگ ڪجھ دير ترسندي، هٿ آسمان ڏانهن ڦهلائيندي، وري چيو: " حضور، مون کي پنهنجي مال متاع لُٽجڻ جو خيال ڪونهي. حضور جي بخشش ۽ عطا مان ان کان بہ وڌيڪ هن وفادار کي ملي پوندو. پر آھ..... حضور جن جي اڳيان التجا ٿو ڪريان تہ منهنجي معصوم پٽن جي جان بچائي وڃي! " قيصر بيگ اوچنگار ڏيندي چيو.

مرزا رستم بيگ پنهنجي مسند تان اُٿي ويو. هن ٻئي هٿ کڻي پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ وڌا، ۽ وڌندو ڪوتوال وٽ آيو ۽ سندس ڳچيءَ ۾ هٿ وجهي ڌونڌاڙيندي چيائين: " مون کي اڄا آئي مهينو بہ ڪونہ ٿيو آهي تہ هھڙيون سازشون شروع ٿي ويون آهن؟! تون شهر جو ڪوتوال آهين! تنهنجي سامهون منهنجي اميرن جا پٽ

۽ ڪنيزون اغوا ڪيون ٿيون وڃن، مال لٽيو ٿو وڃي، شاهي قيدي ڇڏايا وڃن ٿا. ۽ تون ايترو بي غيرت آهين جو دربار ۾ اچڻ جي جرأت ٿو ڪرين! جيڪڏهن امير سان ائين ٿو ٿئي ته خدا ڄاڻي عام مغلن سان ڇا ٿيندو هوندو؟ "

ڪوتوال ڪڇي جهڙي پيت. هن کي پگهر اچي ويا. هن جي هٿن ۾ به اهڙي ڏڪڻي شروع ٿي ويئي، ڄڻ ته سيئوتپ چڙهي آيو هوس.

" حضور آءٌ وعدو ٿو ڪريان ته قيصر بيگ جي پٽن ۽ ڪنيز کي اڄ ئي هٿ ڪري ڏيکاريندس!"

پائنده بيگ وري اٿي بيهي رهيو. هن کي ڪوتوال تي به باهيون هيون: " حضور جان جي امانَ ملي ته آءٌ ڪجهه عرض ڪريان! "

مرزا، پائنده بيگ ڏانهن اهڙين نظرن سان نهاريو جو گهڙيءَ لاءِ هن کي خيال آيو ته ڳالهه نه ڇوري ته چڱو. پر پوءِ ڪجهه سوچيندي چيائين: حضور، ترخانن ۽ ارغونن جون سازشون هڪڙي پاسي آهن، ٻئي پاسي سنڌين جو شورشون آهن. مغل لشڪري ننڍي جي شهر ۾ پهرو نه ٿا ڏيئي سگهن. سنڌين پنهنجا هٿياربند جوان هر محلي ۾ بيهاري ڇڏيا آهن. جيڪو مغل لشڪري لنگهي ٿو ان کي مارڪُٽ ڪري ڀڄي ٿا وڃن. پڇي ڏسو ڪوتوال کان؟ " ائين چئي پائنده بيگ، ڪوتوال ڏانهن ڏسندي، هلڪي مرڪ مرڪندي ويهي رهيو.

مرزا اڄ وڄ ڪندي، پنهنجي مسند جي اڳيان بيهي رهيو. هن جي ڪاڻي واڇ ڦڙڪڻ لڳي، ۽ گف سندس چپن جي ڪنڊ ۾ جمع ٿيڻ لڳي. پر اڃا به هن پنهنجي پاڻ تي ضابطو رکندي، فقط تفري نگاهن سان ڪوتوال ڏانهن ڏٺو. ڪوتوال کي هاڻ ته سڌو سنئون پنهنجو موت نظر اچڻ لڳو.

اوچتو هن ۾ الائي ڪٿان همٿ اچي وئي، اٿي بيٺو ۽ چيائين: " حضور جو اقبال بلند هجي! مغل لشڪري ڏاڍا شهزور ٿي ويا آهن: رستي هلندي سنڌين کي ڦريندا وتن. ماڻهن جي گهرن ۾ گهڙيو پون. ڪين جهل پل ڪرڻ وارو ڪير ڪونهي. وڏي مدرسي جو مهتمم مولانا حافظ بلال مون وٽ دانهين ٿي آيو ۽ حضور .... هن ٿي چيو ته جيڪڏهن اسان ان ڳالهه جو پلو نه ڪيو ته هو ظلِ الاهيءَ وٽ دانهين ٿي ويندا. سو خدا جي خلق تان آزار لاهڻ لاءِ مون کين اجازت ڏني ته هو

نهنجي پنهنجي محلي جي پهريداريءَ لاءِ نوجوان مقرر ڪن. اسان کي بہ آخر دل جهانگيريءَ جو مثال قائم ڪرڻو آهي. خدا جي خلق تان آزار لاهڻ ٿي الله مالڪ حڪومت اسان جي حوالي ڪئي آهي. جيڪڏهن ان ۾ مونکان ڪا خطا ي آهي تہ آءٌ هر سزا ڀوڳڻ لاءِ تيار آهيان! "

ڪوتوال جي انهيءَ جرأت ۽ سچ چوڻ تي اميرن کي حيرت بہ لڳي، ۽ ڪي تہ ڪنڌ ائين ڌوڻڻ لڳا ڄڻ تہ هو ڪوتوال سان ان ڳالهہ ۾ متفق هئا تہ سنڌ ۾ بہ عدل هانگيريءَ جو مثال قائم ڪرڻ گهرجي. "

پائنده بيگ پنهنجي سڄي ڪئي ڪمائي رائيگان ٿيندي ڏٺي تہ وري اٿي بهي رهيو: " حضور، اهو حافظ بلال اهو آهي، جنهن پنهنجي مدرسي ۾ فارسي زمي طرح پڙهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. سردار خان جو تولو ملڪ ۾ ڌاڙا ٽندو وتي، سو ان حافظ بلال جي مدرسي ۾ اچي، حافظ بلال کي لُٽيل مال ڏئي يندو آهي تہ جيئن مدرسي جو خرچ هلائي. اهڙي ماڻهوءَ جي چوڻ تي ڪوتوال ماحب مغل لشڪرين تي تهمتون ٿو هڻي! "

مرزا رستم بيگ اوچتو اهڙي رڙ ڪئي جو سڀ هيسجي ويا: " بس ڪريو. خدا ني واسطي بس ڪريو! هاڻ مون ۾ وڌيڪ برداشت ڪرڻ جي قوت ڪانهي! اڄ ان پائنده بيگ نئين جو ڪوتوال آهي. هن ڏينهن اندر سمورن سازشين ـ ارغون جن يا ترخان، امير هجن يا لشڪري ـ کي گرفتار ڪيو وڃي. سنڌي باغين جا ر قلم ڪيا وڃن. سنڌي پهرو بند ڪيو وڃي. قيصر بيگ جي پٽن ۽ شاهي ڪنيز کي اغوا ڪرڻ وارن کي اهڙي سزا ڏني وڃي، وري اسان جي ڪنهن امير ني مال دولت يا اهل و عيال ۾ هٿ وجهڻ جي همت ڪنهن کي نہ ٿئي! ۽ پائنده بگ اسان حڪم ٿا ڏيون تہ قيصر بيگ جي سنڌي ڪنيز شاهي ڪنيز طور ظل لاهيءَ جي حضور ۾ اسان جي طرفان پيش ڪئي وڃي، ۽ شاهي قيدين واري قافلي سان گڏ رواني ڪئي وڃي .... پر .... پر اسين پاڻ هن کي ڏسڻ گهرون ٿا. هن کي سفر تي موڪلڻ کان اڳ اسين تصديق ڪرڻ گهرون ٿا تہ هوءَ واقعي شاهي حرم ني لائق آهي! ۽ شاهي قيدين کي واپس حاصل ڪرڻ سپهہ سالار جي ذميداري هي، جيڪڏهن ٽن ڏينهن اندر شاهي قيدي واپس نہ مليا تہ ڪنهن جي بہ سر جو

خير ڪونهي .... هاڻ وچو: فقط سپهه سالار مظفر بيگ، پائنده بيگ ۽ قيصر بيگ هتي ترسن. ٻين لاءِ دربار برخواست!“

امير هري هري ٿي، پنهنجي جان بچي وڃڻ جا شڪرانا بجا آڻيندا، کسڪڻ لڳا. قيصر بيگ ذري ذري پائنده بيگ ڏانهن اهڙين اکين سان ٿي ڏٺو جن ۾ نفرت سان گڏ حسد جي باهه ڀڙڪي رهي هئي. پائنده بيگ اهڙي ڏيکائي ڏني ڄڻ ته ڪوتوالي هن جو حق هو. هو سوچي رهيو هو ته هر چونڪيءَ تان جيڪڏهن ڏهه اشرفيون به روز اچن ته ٻارنهن چوڪين تان هڪ سو ويهه اشرفيون گڏ ٿينديون، ۽ ٿورن ڏينهن ۾ هن کي توشي خاني جي مال ۾ گهوٻين هڻڻ ۽ قيصر بيگ سان حصو پتي ڪرڻ کان وڌيڪ ملڪيت ملندي. ان ڪانسواءِ ارغونن ۽ ترخانن کي هڪ طرف ته سنڌين کي ٻئي طرف سازش جي الزام هيٺ گرفتار ڪري ڪائنڻ چڱي خاصي رقم حاصل ڪري سگهبي، ۽ پوءِ ظل الاهي جي خدمت ۾ سوڪڙيون پاکڙيون موڪلي، ٺٽي جي صوبيداريءَ جو خواب ضرور پورو ٿيندو! البت تاشي خان کي پنهنجي پاسي ڪرڻو پوندو. هن کي خبر هئي ته تاشي خان ظل الاهيءَ جو مخبر ۽ خاص اعتماد وارو ماڻهو آهي، ۽ هو هر ڳالهه جي مخبري سڌو سنئون شهنشاهه هند وٽ ڪندو رهي ٿو. اهو سوچيندي هن تاشي خان ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ٻنهي جي اکين هڪ ٻئي سڃاڻي ورتو!

قيصر بيگ ان ٻُڌتر ۾ هو ته هاڻ جڏهن ڳالهه کلي پئي آهي ته مرزا شاهه رخ وارن جو نالو ڪٽي يا نه. هن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ته جڏهن هنن شاهي قيدين کي ڇڏائڻ جو ڪم مٿس رکيو هو ته پوءِ هاڻ هن جي پُٽن ۽ سنڌي ڪنيز کي اچا چو هن جي حوالي نه ٿا ڪن؟ هاڻ ته رستم بيگ کي به شڪ پئجي ويو آهي. هن کي وري پنهنجي پٽن ۽ سنڌي ڪنيز نُوريءَ جو خيال آيو. هن پاڻ سوچيو هو ته سنڌي ڪنيز کي ظل الاهيءَ جي خدمت ۾ موڪلي ڏيندو ته جيئن توشي خاني جي عملداري قائم رهندي اچي. هوءَ هئي به ته شاهي حرم جي لائق: چا نڪ چا نقشو: ائين ٿي ڀانيو ڄڻ ته خدا ڪيس واندڪائيءَ ۾ ويهي ٺاهيو هو. شاهي ڪپڙن ۾ هوءَ نورجهان بيگم کي به مات ڪري ڇڏيندي. جيڪڏهن هن کي پاڻ ڪنيزون وٽنديون هجن ها ته هو هن کي پاڻ وٽ رکڻ لاءِ بغاوت ڪرڻ کان به

ڪين ڪيهائي ها. پر هن کي ته پنهنجي ساڻين کانسواءِ گهڙي پل به شڪ نه ٿي آيو! ۽ هن جا معصوم پٽ؟ شاهه رخ وارن وٽ ڇوڪرن کي باندي رکڻ جو ڪهڙو جواز هو؟ شاهي قيدي ملين ته پوءِ منهنجي پٽن کي پاڻ وٽ ڇو جهليو ويٺا آهن؟ ترخان اميرن مرزا غازي بيگ جي وقت ۾ مون کي ڪهڙيون پڳون ٻڌايون. جيتوڻيڪ هو پاڻ به ته مرزا باقي بيگ جي اولاد مان هو. سندس ماءُ ڪنيز هئي ته ڇا ٿي پيو! ائين ته مرزا شاهه رخ به ..... مرزا رستم سان مرزا شاهه رخ جي ڳالهه ڪرڻ مناسب ٿيندي يا نه؟ جيڪڏهن هنن کي ڪو شڪ پئجي ويو ته ٻنهي ڇوڪرن کي قتل ڪرڻ کان ڪونه مڙندا! بهتر ائين ٿيندو ته پهرين آءٌ پاڻ ساڻن ڳالهائي ڏسان ..... نه نه ...... ائين دير ٿي ويندي ۽ ڇوڪرن کي ڪجهه نقصان پهچڻ جو انديشو ٿيندو. مرزا رستم سان ڳالهه ڪرڻ سان مغلن سان وفاداري به ظاهر ٿي پوندي ۽ ڇوڪرن جي جان به بچي پوندي. مغلن سان سڌو سنئون وڙهڻ جي مرزا شاهه رخ وارن کي به همت نه ٿيندي. مون کي پهرين ئي اهو سوچڻ گهرجي ها پر ٻن لکن درهمن جي لالچ مون کان منهنجا پٽ به وسارائي ڇڏيا. ته ڇا مرزا مظفر بيگ منهنجي پٽن کي ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو؟ هن مظفر بيگ ڏانهن نهاريو. عين ان وقت مظفر بيگ به ڏانهس نهاريو. ٻنهي جي اکين هڪٻئي جو نياپو سمجهڻ کان اڳ زمين ۾ ڪجهه ڳولڻ شروع ڪري ڏنو!

مرزا مظفر بيگ کي پنهنجي سپهه سالاري خطري ۾ نظر اچڻ لڳي: جيڪڏهن شاهي قيدي حاصل نه ٿيا ته مرزا رستم بيگ سندس جڻ ٻچو کمائي ڇڏيندو. پر شاهي قيدين کي ڇڏائڻ مان ارغونن جو ڪهڙو مطلب ٿي ٿو سگهي؟ سواءِ ان جي ته هڪ ڀيرو وري هو مرزا عبدالعليءَ کي تخت نشين ڪري، مغلن خلاف ڪو محاذ قائم ڪن. پر قيصر بيگ جي پٽن ۽ سنڌي ڪنيز جي اغوا جي واقعي جو شاهي قيدين سان ڪهڙو سٻنڌ آهي؟ متان قيصر بيگ به ڪا چال ڪيڏي رهيو آهي؟ هن وري قيصر بيگ ڏانهن نهاريو جيڪو اجا تائين زمين ۾ گهوري رهيو هو!

تاشي بيگ تنهي ڏانهن واري واري سان ڏٺو ۽ دل ئي دل ۾ ظل الاهيءَ کي مڪمل احوال لکڻ لاءِ مضمون سندس دماغ ۾ ڦرڻ لڳو. پائنده بيگ صوبيداريءَ جي شوق ۾ يقيناً هر ڳالهه ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو. قيصر بيگ جي پٽن جي اغوا

جو معمو البت هن کي بہ سمجهہ نہ ٿي آيو ۽ مظفر بيگ پنهنجي سپهہ سالاري قائم رکڻ لاءِ ارغونن سان جنگ ڪرڻ کان بہ نہ ڪيٻائيندو. پر ڇا هن وقت ارغون سرادرن سان ڦٽائڻ مغل شهنشاهيت لاءِ فائديمند ٿيندو؟ ڇونہ سمورو ڌوهہ سنڌين جي شورش تي هڻجي! ۽ هن جي نظر مرزا رستم تي پئي، جنهن پنهنجي هيلئين چپ کي چڪ هڻڻ شروع ڪيو هو ۽ تاشي خان سمجهي ويو هو تہ هن کي وري ڪنيزن جو اگهاڙو جسم ۽ بيد جو لَڪڻ ياد اچي رهيو هو!



# 8

**سانوڻ** جڏهن بہ ٻيلي ۾ داخل ٿيندو هو تہ هن کي هميشہ ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ تہ وڻ بہ هن سان گڏ هلڻ لڳا هئا ۽ هن سان ڳُجهہ ٻُجهہ ۾ سرگوشيون ڪرڻ لڳندا هئا: ڄڻ چوندا هجن تہ اسين سنڌ جي ڌرتيءَ جو سُهاڳ آهيون، جنهن کي لُٽڻ لاءِ سوين ڀيرا راتاها لڳندا رهيا آهن، پر اسين اڏول آهيون. سنڌ جا وڻ، سنڌ جي ڌرتيءَ وانگر سدورا ۽ سدا حيات آهن. هي ٻڙ جا وڻ، هي پپر جا وڻ، هي سُهانجي جا وڻ، هي ٽاليون، هي لئيون، هي ٻير، هي ديويون - انهن سڀني ۾ هڪڙي خاصيت عام آهي تہ انهن کي وڍي ڇڏيو تہ وري اُسري ايندا. اها خاصيت دنيا جي ٻئي ڪنهن بہ وڻ ۾ ڪانهي. شايد اهوئي " آواگون " جو ڪرشمو آهي جو سنڌ جا قديم ماڻهو بہ وڻن جي پوڄا ڪندا هئا. ٻڙ ۽ پپر، ديوي ۽ سهانجڙي جي وڻن تي اڄ بہ مائيون، سُہ- وَريتيون سهاڳڻيون، آڪا وجهن ٿيون، ڇاڪاڻ تہ اهي وڻ پراچين وقت کان تخليق جي ديويءَ جو اهڃاڻ آهن! سانوڻ جي دل سندس سيني ۾ ڦنڊجڻ لڳي: ڄڻ تہ ٻاهر نڪرڻ تي هئي، ڄڻ تہ وڻ وڻ کي ڀاڪر پائڻ، ڳراٽڙيون وجهڻ لاءِ آتي هئي. اوڏي مهل ڇانهن پکين جو هڪڙو ولر، هڪڙي وڻ تان اٿي، سانوڻ جي اکين اڳيان، ٻئي وڻ تي وڃي ويٺو. پرن ۽ کنڀن جي ڦڙ ڦڙ تي هن مٺي نهاريو: الا، منهنجي سنڌ جا پکي بہ ڪمڙا نہ سهڻا آهن: ست رنگا سهڻا، سيبتا، ڄڻ تہ بهشت جا پکي هجن! سانوڻ کي پڪ ٿي تہ بهشت ۾ بہ اهڙا پکي نہ هوندا. ٻويان تلورن جي هوڪار ٻڌي هو بيهي رهيو. هنن جي جواب ۾ ڪارڙي تتر بہ ٻولي ٻولي، ۽ سانوڻ جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو: هن ائين ڀانيو ڄڻ تہ ان تترجي تنوار هن جي دل کي لوڏي ويئي. " يا الله! تو بيشڪ سنڌ کي نوازيو آهي، پر هي سدائين ڏورانهن ڌارين جو ڏُرت سنڌ تي ڇو مڙهيو اٿئي؟ سنڌ کي سک سمهڻ ڇو نٿو ڏين؟ " هن پنهنجي پالڻهار سان شڪايت ڪئي. هن کي پنهنجي پيءَ جو هي گفتو ياد اچي ويو: " سانوڻ سنڌ آهي تہ پاڻ بہ آهيون، نہ تہ مولا جو بيو بہ ملڪ گهٽو ئي پيو

آهي ساهه ڪڍڻ لاءِ ” هن کي پنهنجي مستاني پيءُ جون مستانيون ڳالهيون هُري آيون، ۽ وري هن جي دل پرجي آئي. نڙيءَ ۾ ڳنڍ پئجي ويس.

اوچتو هن جي ڪميت جا ڪَن ڪڙا ٿي ويا. ۽ هن جي چال ۾ آڻ لکو فرق پئجي ويو. سانوڻ خوابن جي دنيا مان موٽي آيو. گهڙي دير ڪانپوءِ، ڇپري جي ڇيٽ سان گڏ گهوڙن جي ٽاپڙ ٽاپڙ جو آواز هن جي ڪن تي پيو. هن ڪميت کي هلڪي هٿ جي ٿپڪي هنئين تہ ڪميت پاڻهي جاڻ، کپڙن جي ڊگهن ٻوڙن ۾ منهن وجهندي لڪي بيهي رهي. سانوڻ ڪمربند مان ڪٽارو ڪڍي، ٻوٽن جي جهُنڊ ۾ اوڪڙو ويهي رهيو. هن جي ڪنن هن کي ٻڌايو تہ اڳيان بہ سوار هئا. جن جي ڪڍ ڏهاڪو سوار مينهن واءُ ڪندا پئي آيا. هن کي اهو بہ يقين هو تہ مغل يا ترخان وس پڄندي ٻيلي جو رخ ڪونہ ڪندا. هن اندازو لڳايو تہ مغل سپاهي ڪن سنڌي همراهن يا ترخانن کي جهلڻ ٿي آيا. هن جي همراهن جي ڇتاءَ مان هن کي اها پڪ ٿي ويئي تہ ٻيلي ۾ گهڙندڙ ماڻهو سڄڻ ڪونہ هئا. پر جيڪڏهن ويري ڪن سنڌي همراهن جي پويان آهن تہ پوءِ..... اڃا هو انهن خيالن ۾ هو تہ اڳين سوارن مان هڪڙي جي گهوڙي جي ڊگهي ۽ ڊنل هڻڪار مان هن کي پڪ ٿي ويئي تہ گهوڙي جي پُٺ ۾ ڀالو يا تير کُپي ويو هو. ساڳئي وقت اڳين سوارن جي گهوڙن جي سنبن جو آواز اوچتو بند ٿي ويو.

هن جي سرلن ڪَنن، پري جو هڪڙو آواز جهٽي ورتو.... ” ڏاترنا. او هنن کپڙن جي جُهنڊ ۾... “ ٻن همراهن جي ڊوڙڻ ۽ سهڪڻ جو آواز هاڻ چٽو ٻڌڻ ۾ پئي آيو. سانوڻ جتي لڪل هو ان جي پنئين پاسي، بہ همراهہ گسڪندا، سهڪندا، کپڙن ۾ گهڙو اندر پيهي آيا. سانوڻ محسوس ڪيو تہ همراهہ پنهنجي ساهہ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر هنن جي ناسُن مان آواز سسڪندو ايئن ٿي نڪتو ڄڻ ڪو ٻڏندڙ ماڻهو اوچتو پاڻيءَ مان ٻاهر نڪري شيڙڪا ڪري ساهہ کڻندو آهي.

گهڙي نہ گذري تہ ڏهاڪو کن مغل لشڪرين بہ کپڙن جي جهُنڊ وٽ اچي پنهنجا گهوڙا جهليا. هڪڙي مغل ڪڙڪيدار آواز ۾ چيو: ” تيمور خان، نامراد

سنڌي هتي ئي ڪٿي لڪل آهن: تون هي پاسو وٺ ته آءٌ هن پاسي ٿو ڏسان. اچو توهين مون سان اچو... "

سانوڻ وري سرہاٹ ہڏو: " وريام يَر منهنجي ڪري..... "

" ششش......... "

ڪہڙ ڪافي گهاٽا هئا. پر سانوڻ کي پڪ هئي ته جيڪڏهن مغل هن پاسي آيا ته ڪميت جي ٻوءِ تي مغلن جا گهوڙا ضرور هٽڪندا. ۽ نه رڳو مغل هن کي ڏسي وٺندا، پر پوءِ هنن ٻن همراهن جو به خير ڪونه ٿيندو. ڪجهه سوچيندي هن وات تي مٺ ڏيندي، ڳيري جي ڍگهي " گهون .... گهون .... گهون .... " جو آواز ڪڍيو. گهڙي نه گذري ته چوڌاري ڪہڙن ۾ لئين مان ڳيرن جي ڍگهي " گهون .... گهون ... " جو آواز اچڻ لڳو. سانوڻ وري سرہاٹ ہڏو: " ير، اهو آواز ہڏءِ .... ٻنهه هنن ڪہڙن مان پيو اچي .... "

اوچتو هڪ چٽو آواز الائجي ڪٿان پُريو: " مغل سپاهيو ..... اوهين گهيري ۾ آهيو .... پنهنجا هٿيار ڦٽي ڪريو..... نه ته..... "

مغلن جي گهوڙن جي سنبن جو آواز بيهي رهيو. لغامن ڇڪڻ جو آواز به چٽو ہڏڻ ۾ آيو. مغلن جي مُهندار جي آواز مان ئي سانوڻ سمجهي ويو ته مغلن جو ڊپ ڪان ساهه سڪي ويو هو.

مغل مُهندار چئي رهيو هو..... " تيمور خان ..... هاڻ ڇا ڪجي؟ "

" شهباز خان ..... هي سنڌين جي ڪا چالبازي ٿي ڏسجي ..... مجال آهي ڪنهن سنڌيءَ جي جو مغلن جي ..... "

اوچتو هن جو آواز بند ٿي ويو ۽ ان جي بدران هڪ دل ڏاريندڙ رِيهه وايو منڊل ۾ ڦهلجي ويئي، گهوڙن جي سنجن تان، ڪنهن ماٿهوءَ جي گسڪي، ڪرڻ جو آواز سانوڻ جي ڪنن جهٽي ورتو.

هن جي چپن تي هلڪي مُرڪ ڦهلجي وئي. ۽ ان وقت ئي فضا ۾ آواز ٻُرڻ لڳو ..... " مغل سپاهيو..... اڃا به جيڪڏهن هٿيار ڦٽي نه ڪيوَ ته.... "

اڃان اهو جملو پوروئي نه ٿيو ته ڀالن ۽ ترارن ۽ خنجرن جي زمين تي اڇلجڻ جا آواز اٿيا. ۽ آس پاس کان ڪہڙن مان، لئين مان ۽ ٻيلي جي وڻن تان ويهارو مڙسن

جو مغلن جي چوڌاري نمودار ٿيو. سانوڻ بہ ڪميت جهلي، ڪبڙن مان ٻاهر نڪري آيو ۽ وڌندو اڳي مغلن اڳيان بيهي رهيو. هن ڏٺو تہ هڪڙي گهوڙي جي سُنبن وٽ تيمور خان اونڌو پيو هو ۽ هڪڙو ٻالو سندس پُٺ ۾ کتل هو.

" شهباز خان، توهان کي خبر ڪانهي ڇا تہ هن ٻيلي ۾ مغلن ۽ ترخانن کي گهڙڻ جي اجازت ڪانهي ..... ! " سانوڻ جي آواز ۾ رُڪ جهڙي سختي هئي.

"..... جي جي ..... نہ اسان کي اهڙي خبر ڪانہ هئي.... هن پيري معافي ڏيو....
"

" خير ڏٺو ويندو ......... جُڙيا، هي هٿيار ميڙيو هنن گهوڙن کي ڪُڙهہ ۾ موڪليو ۽ هنن مغلن کي مهمانخاني وٺي هلو.... ، ۽ هن لاش کي ائين جو ائين ڪٽائي هلو.... "

اهو حڪم ڏيئي، هو وري ڪبڙن جي پٺئين پر هلي آيو ۽ چيائين: " ٻائو هاڻ ڪو جوکم ڪونهي. ٻلي ٻاهر اچو.... "

ڪا گهڙي چپ ٿي ويئي. پر پوءِ ٻہ جوان مڙس ڪبڙن مان ٻاهر نڪتا. انهن مان هڪڙو گهٽو هيسيل هو. البت ٻئي جي منهن تي هڪ عجيب ارڏو رنگ هو.

سانوڻ ڪا گهڙي هنن جوانن کي گهوري ڏسندو رهيو. جوان هن جي ان گهور کان ڪيٻائڻ خاطر زمين ۾ نهارڻ لڳا: سانوڻ جي مُک تي مرڪ اچي ويئي: هلڪي، معنيٰ ڀري ۽ شرارت سان ڀرپور. هن جي دل چيو تہ هنن جوانن کي ڀاڪر ۾ ڀري وٺي، پر هن پنهنجي آواز ۾ سختي آڻيندي چيو: " ڪير مڙس آهيو؟ " ۽ هن پاسي ڪيئن آيا آهيو؟ "

ڪا گهڙي چپ ٿي وئي. پوءِ هڪڙي همراهہ هلڪي لاپرواهيءَ سان چيو: " منهنجو نالو وريام آهي. ننگر ٺٽي جو آهيان. بابو علي محمد واڍڪو ڪم ڪندو آهي. هي منهنجو سنگتي ڏاتر ڏنو آهي. هي بہ ٺٽي جو آهي، رازڪو ڪم ڪندو آهي. باقي هت ڪيئن آياسين، سو تنهن ۾ ٻئي ڪنهن جو ڇا؟ اسان کي اها خبر ڪانهي تہ هي ٻيلو بہ ڪنهن مغل يا ارغون ترخان ملهہ ڳنهي ورتو آهي جو ان کان گوشو ڪريون! " نوجوان جو ڏيرج ۽ لاپرواهيءَ سان ائين ڳالهائيندو ڏسي، سانوڻ جي دل ڦنڊجڻ لڳي. ٻيلي، اڃا سنڌي بنهہ ويل بہ ڪونہ هئا!

پر هن وري بہ حشمت سان چيو: " سچي ڳالهہ ته اها آهي ته هي پيلو سردار خان جو ڳڙهہ آهي. اوهان کي ڏيکاري ڏيکاري ته ڏيو ته متان......... "

هن اچا جملو ئي پورو ڪونہ ڪيو تہ همراهہ سندس ڳالهہ ڪپيندي چيو: سردار خان بہ ماڻهن جهڙو ماڻهو هوندو ڪو متي تي سڱ ڪونہ هوندس جو ڪانئس ڏهڪجي..... "

سانوڻ ڏٺو تہ هن همراهہ جي سنگتيءَ کيس ٺونٺ هڻي ماٺ ڪرڻ جو اشارو ڏنو پر همراهہ ٿوري دير هٻڪي وري چوڻ لڳو: " مڙس مڙس جو مٽ آهي ..... اها سا پڪ اٿئون تہ راهہ ويندن واٽهڙن سان هٿ چراند ڪونہ ڪندو هوندو نہ تہ پوءِ سردار خان ۽ عام مغلن ۽ ترخانن ۾ ڪهڙو فرق رهندو. هونئن بہ.... "

اوچتو همراهہ چپ ٿي ويو. هن جيڪي چوڻ ٿي چاهيو سو مناسب ڪونہ هو وريام سوچيو: آخر بہ تہ هن همراهہ سندن جان بچائي هئي.

سانوڻ بہ سمجهي ويو تہ نوجوان هن کي ڪو طعنو مهڻو ڏيڻ ٿي گهريو سو چيائين: " هونئن بہ ڇا .....؟ "

وريام سانوڻ جي اکين ۾ نهاريندو چيو: " اوهان اسان سان ڀلائي ڪئي آهي، اسان جي جان بچائي اٿوَ سو ان لاءِ اوهان جو ٿورو. خدا ڪندو تہ لاهي وجهنداسون. هاڻ جيڪڏهن اجازت هجي تہ اسين چڪيون ڀنڊ ڪي! "

سانوڻ سمجهي ويو تہ همراهہ ڳالهہ ڪائي ويو سو هن بہ ڳالهہ متائڻ خاطر چيو: " ڀلا هي مغل اوهان جي پويان ڇو پيا هئا؟ "

" اهو مغلن کان پڇو! " وريام وري بہ لاپرواهيءَ سان چيو.

" پر بہ، ڪا تہ ڳالهہ هوندي؟ "

" ادا ڳالهہ هيءَ آهي تہ..... "

" وريام جي سنگتيءَ اچا ڳالهہ چوري مس تہ وريام دهمان ڏيندي چيس، " ڏاترنا، تون ماٺ ڪر .... مون کي ڳالهائڻ ڏي. مغلن ۽ اسان جو مامرو اسان جي مٽي جو سور آهي. ڪنهن اوپري ماڻهوءَ سان ڪرڻ جهڙي ڳالهہ ڪانهي. "

سانوڻ کي " اوپري " لفظ تي چڙ بہ آئي تہ ٿورو ڏک بہ ٿيس. هن وري بہ وريام کي گهوريندي چيو: " سنڌي هڪ ٻئي لاءِ اوپرا ڪڏهن کان ٿيا؟ "

وريام نہ پڻ جواب ڏنو: " مغل تہ ڌريان ئي ڌاريا آهن- پر سڀ سنڌي بہ هاڻ " پنهنجا " نہ رهيا آهن. مغلن جي نوڪري ڪندڙيا سنڌين سان لاتعلق ٿي، ٻيلن ۾ جَهنگن ۾ گهاريندڙ سنڌي " اوپرا " نہ چئبا تہ ڀلا ٻيو ڪين ڇا چئبو؟ " وريام جي لفظن ۾ هاڻي سختي نہ هئي، پر انهن ۾ لڪل معنيٰ هٿي وچي هنڌ ڪيو. سانوڻ جي دل کي جهوٻو اچي ويو.

" ڀائو تون سچ ٿو چوين، جيڪو سنڌي ٻين سنڌين سان ڏک ڏولاوي ۾ ڀائيوار نہ آهي، سو برابر "اوپرو" ئي سڏبو...... " هن جو آواز ڏڪارو هو پر وريام ڏٺو تہ هن ترت ئي پنهنجي پاڻ تي ضابطو رکي ورتو ۽ ڌيرج سان چيائين: " آءٌ برو ٻر اوهان جي لاءِ اوپرو آهيان. نالو سانوڻ اٿم. هي ٻيلو منهنجي ........ "

سانوڻ گهڻو ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو پر سندس نڙيءَ ۾ ڳنڍ پئجي وئي. هن جون اکيون اجاتن لڙڪن سان پوسرڻ لڳيون. هن کي پنهنجي ڪمزوريءَ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي، پر عين ان وقت وريام اڳتي وڌي اچي ڪيس ڀاڪر وڌو پوءِ پٽڪندي چيائين " ڀائو بخش ڪجانءِ .... منهنجو مطلب توکي ڏکوئڻ جو ڪونہ هو.... اسين تہ تنهنجو نالو ٻڌي، هيڏانهن تي آياسون ...... تون ئي تہ هڪڙو آسرو وڃي سنڌ ۾ سنڌين لاءِ بچيو آهين .... "

سانوڻ بہ ڪا گهڙي وريام کي ڀاڪر ۾ جهلي بيٺو رهيو. سندس دل پرجي آئي هئي .... سنڌ جو اڪيلو آسرو .... هن کي پنهنجي پاڻ تي شرمساري ٿيڻ لڳي. جڏهن سنڌي هڪ ڦوروءَ، هڪ رهزن، هڪ ڌاڙيل کي پنهنجو آسرو سمجهڻ لڳن، تڏهن چئبو تہ سنڌين جي بيوسي پنهنجي پاتار کي وڃي پهتي هئي .... هن کي جڏهن بہ اهو خيال ايندو هو تڏهن هن کي ان نفرت جو ڇڻ ڪو ٻيو جذبو بہ ڪونہ سُجهندو هو .... هو ڪنهن سان اندر جو حال بہ تہ بيان نہ ٿي ڪري سگهيو... اوچتو هن کي اهو خيال آيو تہ ان شرمساريءَ کان بچڻ لاءِ، هو هنن همراهن کي سچي ڳالهہ ڪري ٻڌائي .......

" ادل ...... تون ڀليو آهين ..... آءٌ سانوڻ سان گڏ سردار خان ڌاڙيل بہ آهيان ..... هڪڙو ڦورو رهزن ۽ ڌاڙيل ..... مون جهڙا ٻيا بہ مون سان آهن ..... سنڌ جو آسرو اسين نہ، پر اوهين نوجوان آهيو..... اسين تہ...... اسين تہ..... "

هو پنهنجي ڳالھ پوري نہ ڪري سگهيو. ورديام ڪي هن جي دل جي ڏک ڏک صاف پڌري پئي آئي. هن ڪي ائين محسوس ٿيو ڄڻ تہ سانوڻ جي دل سڏڪا پري رهي هئي. هن ڪي ان سڏڪا پريندڙ دل تي رِيس ٿيڻ لڳي ..... اهي سڏڪا هڪ دردمند دل جا سڏڪا هئا ..... جيسين ڪا دل سنڌ لاءِ ائين سڏڪندي رهندي، تيسين سنڌ سدا حيات رهندي.

هن سانوڻ کي پاڪر مان ڪڍندي، سندس پورين اکين ۾ نهاريندي چيو..... " اسان کي خبر آهي پائو سانوڻ ..... اسان کي اها بہ خبر آهي تہ تون اهي ڏاڍا ڇو ٿو هٽين۔ نفرت جو اهو روپ بہ سنڌ لاءِ غنيمت آهي پائو..... ! "

سانوڻ کي ڄڻ ڪو ڏڍ ملي ويو. هن جي شرمساري ڄڻ تہ ڪي قدر گهٽجي وئي. ان جي بدران هڪ نئون احساس هن جي سموري جسم ۾ ڦهلجي ويو ..... جنهن جو ڇيد ڪرڻ هن نہ ٿي گهريو.

اندر جي ان ڇڪتاڻ کان بچڻ لاءِ هن چيو..... " اڇو تہ هلون، منهنجا همراھ الائي ڇا سوچيندا هوندا تہ اسان کي وري ڇا ٿيو..... "

سانوڻ ورديام ۽ ڏاڪٽر ڏني کي وٺي جڏهن مڏيءَ تي آيو تہ تڏي تي ويٺل همراھ اٿي بيهي رهيا. هر هڪ سان سانوڻ سندن واقفيت ڪرائي. جيسين خوش خيرعافيت ۽ ڪِيڪرون ختم ٿيون، تيسين همراھ ماني بہ کڻي آيا. ڳاڙهن چانورن جي ماني ۽ ٻِهن جي هن ٻوڙ مان ورديام ۽ ڏاڪٽرڏني کي جيڪو مزو آيو ان کان وڌيڪ هنن همراهن جي پيار ۽ پنهنجائپ هنن جي دل موهي وڌي. ماني ٽڪيءَ کان واندا ٿي، همراھ ڪانيون پڌي، حال احوال وٺڻ ويهي رهيا. جڏهن ورديام ڳالهائڻ شروع ڪيو، تڏهن ائين ٿي پانيو ڄڻ تہ پيلي جا وڻ بہ هن جي ڳالھ پڌڻ ڪاڻ ماٺ ٿي ويا!

" ادا، ڪهڙا سُور روئي ڪهڙا روئجن. سنڌي محلن ۾ مغل لشڪرين جڏهن ري گناھ آئي وئي کي ستائڻ شروع ڪيو تيسين بہ اسين بہ ماٺ هئاسون، پر جڏهن گهرن ۾ گهڙي، ڪنهن نہ ڪنهن کي کڻي ٿي ويا، ۽ مارڪُٽ ڪري، ڏوڪڙ وٺي ڇڏڻ جو ڏنڊو بٹائي ڇڏيائون، تڏهن اسان کان بہ رهيو نہ ٿيو. چڱن مڙسن تہ اهو ٿي چيو تہ جيئن بازارن ۽ منڊين ۾ سيني واپارين ۽ هَٽائِين گڏجي هر هفتي

هڪڙي مقرر رقم حد جي مغل چونڪيءَ تي ٿي پهچائي، تيئن محلن ۾ بہ ايئن ڪجي، ۽ هر چونڪيءَ جي عملدار کي مغل لشڪرين لاءِ هفتي جي آنڪي ڀري ڏجي. اسان ننڍين کي اها ڳالهہ نہ وڻي، ۽ اسان پنهنجون ٽوليون ٺاهي، محلن ۾ چونڪي ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ۽ حافظ بلال شهر جي ڪوتوال کي اهڙي ڄاڻ بہ ڪري آيو.... "

وريام ڳالهہ ائين ٿي ڪئي، ڄڻ تہ هو ڪنهن اچاتي ڪاوڙ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. سنڌس نرڙ تي هڪ دائمي گمُنڊ پئجي ويو. هن عمر ۾ اهو گمُنڊ ڄڻ هن کي جوانيءَ جو داغ ٿي مليو هو. هن هڪ اونهو ساهہ کڻي ڳالهہ کي اڳتي وڌايو.

" ڪجهہ ڏينهن تہ ٺاپر اچي وئي. ٻن ڇئن هنڌن تي مغل لشڪري پنهنجي شڪار جي ڳولا ۾ نڪتا. پر اسان جي همراهن ڪين ڪا حرڪت ڪرڻ نہ ڏني. ٽي چار جهڙپون بہ ٿيون، جن ۾ ٻنهي ڌرين جا ماڻهو ڌڪجي پيا. پر نيٺ جڏهن ڏٺائون تہ محلن ۾ ڪا ڪيچل ڪرڻ مهانگي ٿي پيي تہ اچڻ جي ڀچر ڦِٽي ڪيائون ..... پوءِ الائي ڇا ٿيو جو مرزا پائنده بيگ، توشي خاني جي نائب عامل کي ڪوتواليءَ جو منصب مليو ۽ اڳيون ڪوتوال ڪنهن تمخاني جي حوالي ٿي ويو. مرزا پائنده بيگ ايندي شرط ٻاهہ ٻاري ڏني آهي. سنڌين جي محلن ۾ اسان جون چونڪيون بند ڪيون ويون آهن. اسان جي ويهارو کن همراهن کي راتو رات گهرن مان اٿاري کڻي ويا آهن. ٻين جي پوپان آهن. محلن جي ڇڳن مڙسن ۽ مُکين کي چونڪين تي گهرائي بي عزتو ڪيو وڃي ٿو- چي، اوهان سنڌين مغلن خلاف سازش ڪئي آهي. دهليءَ ڏي ڪي ارغون قيدي پئي موڪليائون، تن کي بہ ڪي سنڌي شاهينگ حملو ڪري ڇڏائي ويا آهن، جيسين اهي هٿ نہ آيا آهن، تيسين جيڪي سنڌي جهليا اٿن، سي ترنگ ۾ هوندا! ممڪن آهي تہ ٻين کي عبرت ڏيڻ لاءِ انهن کي ٿياس تي ٽنگين. اسان جي پنهنجي چونڪيءَ ۾ اسين ڇهہ ڄڻا هئاسين. رات جي پيٽ ۾ هڪڙو گهوڙيسوار دستو محلي ۾ داخل ٿيو. اٽڪل ويهارو کن مغل لشڪري ڄڻ جنگ لاءِ تيار ٿي آيا هئا. اسين بہ سمجهي وياسون تہ اڄ خير ڪونهي .... دويدو ٿيڻ سان بہ ڪا هڙ حاصل نہ ٿئي ها .... سو اٽڪل سان

مون ۾ هن ڏاترڏني هنن کي پاڻ سان مصروف رکي، ٻين همراهن کي ٽري وڃڻ لاءِ اشارو ڪيوسون. همراهه جڏهن صحيح سلامت نڪري ويا ته پوءِ اسان به رکيو ڪڙين تي زور..... " ائين چئي وريام مرڪي ڏنو. پر ان مُرڪ مان ظاهر هو ته هو پاڻ تي کلي رهيو هو.

" مغلن اسان جي پڇر نه ڇڏي..... جڏهن ٻي ڪا واهه نه ڏٺيسون، تڏهن ٻيلي ڏانهن رخ رکيوسون ..... ٻيو مڙئي خير. اجهو ائين اوهان تائين نڪتا آهيون .... " وريام ڳالهه کي مختصر ڪندي چيو.

ڪچهريءَ ۾ ماٺ ٿي وئي. ائين ٿي پانيو جڻ ته وڻ به گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويا هئا. اها ماٺ سيني کي ڏاڍي ڏکي پئي لڳي، پر ڳالهه به اهڙي هئي. مغل لشڪرين تيسين سنڌي محلن ۾ ڪهڙو ٻائيتال وڌو هوندو تنهن کي خيال ۾ آڻي، سيني کي ماٺ لڳي وئي.پوءِ سانوڻ ئي ماٺ کي ٽوڙيو: " پوءِ ته مغل لشڪرين جو ڪو ٻلو ڪرٽو پوندو..... ڀلا وريام ارغون قيدين جي باري ۾ ڪا سُڌس؟ "

" ڪجهه ارغون ڇوڪرا، جيڪي مدرسي ۾ ٿا پڙهن، تن جي واتان ٻڌجي ٿو ته اهو ڪم خود ارغونن جو آهي، پر نالو سنڌين جو پيا ڪڻن .... ارغون ۽ ترخان سڌو سنئون مغلن سان ڪٺونسڻ نٿا گهرن .... گهڻن ڳالهين ۾ هو هڪ ٻئي سان همراهي به ڪن پيا ..... آخر سيوهڻ، چانڊڪا ۽ بکر تي اجا سندن راڄ آهي، جيتوڻيڪ آنڪي دهليءَ جي پرين پيا. رڳو ٺٺو ئي آهي جتي مغل سڌو سنئون حڪم ويٺا هلائين ..... ۽ هو پانئين ته مغلن کي ايترو بدنام ڪن جو دانهن دهليءَ تائين وڃي، ۽ شورشون ڪري مغلن کي زير ڪن. ۽ پوءِ دهليءَ ۽ آگري جي وڏي سرڪار کي سوڪڙين پاڪڙين سان راضي ڪريو سندن آنڪي پريو ٺٽي تي وري راڄ ڪن. ڪجهه وقت تائين قصو هلي ته پوءِ شهنشاهه جو ڳٽ ڳچيءَ مان لاهڻ سولو ٿا سمجهن! "

سانوڻ ڪا گهڙي وريام کي گهوريندو رهيو: جيڪڏهن سنڌي نوجوان سياست جي اهڙي سمجهه رکن ٿا ته پوءِ اجا به ڳالهه هٿان ڪانه وئي آهي. پر اهڙا وريام سنڌ ۾ آهن گهٽا؟!

" پلا هينئر جيڪڏهن ڪا شورش ڪجي تہ نتيجو ڪهڙو نڪرندو.... ٿئي جي ماڻهن جو ساٿ ملندوسون يا نہ؟ " هڪڙيءَ ڪنڌ مان هڪڙي همراهہ ڳالهہ اچلائي پَڙُ پر وڌي

" ادا اها ڳالهہ ڏاڍي ڏکي آهي ..... نوجوانن مان تہ شايد ڪافي ساٿ ڏيندا، سواءِ انهن جي، جن جي مائٽن کي مغلن نَوازيو آهي، ۽ ڪائنن ان جي عيوض وفاداريءَ جا پروانا لکائي ورتا اٿن. ٻيا اهي جن ارغونن ترخانن ۽ هاڻ مغلن ـ سان سڱابنديون ڪيون آهن. سي بہ اسان جي ويجهو ڪونہ لڙندا. هو ڏسندا تہ اسان جو پاسو زور آهي تہ وات نَڪاٽي اسان سان ڪندا. پر جيڪڏهن مغل زور ٿيا تہ وڏي واڪي چوندا تہ سنڌي اڇي چِتا ٿيا آهن. ظل اِلاهيءَ جي اسلامي حڪومت سان ٽڪر ڪائڻ بيوقوفي سان گڏ ڪُفر آهي! ان لاءِ هو چار آنَ مُلان بہ اهڙا اڳيان آڻيندا، جيڪي سندن پٺيرائيءَ ۾ فتوائون بہ جاري ڪندا. اسان جا ماڻهو ويچارا هڪڙو تہ ستايل گهٽو آهن، ۽ سالن کان سُک نصيب نہ ٿيو اٿن، ۽ ٻيو تہ اهوجهہ اهڙا آهن جو شل نہ ٻُڌن تہ ڪنهن مُلان فتويٰ ڏني آهي. اصل اهڙا ونئن ويندا جڻ تہ ڏُريان ئي ڏاريا آهن! اهي ماڻهو جن کي واپار وڙي جون ڪوٺيون آهن، ۽ جن جا پلاوٽا سورت، دهلي ۽ آگري تائين آهن. يا جن کي بندرن جي اوڳاڙيءَ جا ٺيڪا آهن. سي مغلن جي چانئٺ جا اڳي بہ سلامي هئا ۽ هاڻ بہ ٿيندا. باقي رهيا ڪمي ڪاسبي، واڍا، لوهر، رازا، ڪوري، هاري ناري؛ سي بلاشڪ اسان جو ساٿ ڏيندا: هنن جو روز تہ الله تي آهي پر هنن جو الله ۽ اسان جو الله ساڳيو آهي! "

" منهنجو پنهنجو بہ اهوئي خيال آهي، ..... پر هن وقت مغلن ۽ ارغونن ۾ جيڪو جهيڙو آهي، ۽ خلق کي جيڪي آزار پهتا آهن، تنهن مان سمجهان ٿو تہ هاڻ ڪجهہ نہ ڪيوسون تہ پوءِ ويلَ هٿان نڪري ويندي. دوبدو مقابلي لاءِ شايد اجا وقت ڪپي ..... پر گهٽ ۾ گهٽ اهو تہ ڪجي تہ مغلن کي ترخانن جي حرفت جو چاڻ ڪجي جيئن اسان جي خلق تان ڪجهہ بار جهڪو ٿئي.... "

سانوڻ جڻ تہ پاڻ سان ڳالهائيندو ڳالهائيندو ڪنهن اونهي تِهيءَ ۾ پئجي ويو. سڀ همراهہ ماٺ ٿي ويا. هنن کي خبر هئي تہ جڏهن سانوڻ اثين، پنهنجي پاڻ ۾ غائب ٿي ويندو آهي تہ پوءِ..... تہ پوءِ ڪوچ ڪرڻ جي هَڪل ضرور ٿيندي آهي.

جڏهن سانوڻ وري ڳالهايو تڏهن ائين ٿي پاتيو ڄڻ هن ۾ ڪو نئون روح وارد ٿيڻ لڳو هو. هن جي آواز مان پاڻوهه ۽ نرمي ڀڄ ڪري اُڏامي ويئي! هو ڪجهه وقت پنهنجي همراهن کي هڪ هڪ ڪري هدايتون ڏيندو ويو جن مان ڪجهه وريام کي سمجهه ۾ آيون، ته ڪجهه بنهه ڪونه آيون.

اوچتو هن سانوڻ جو آواز ٻڌو جنهن ۾ اهڙي حُجت هئي، جيڪا فقط پنهنجن سان ئي ڪري سگهبي آهي، پر جنهن مان اها ڳالهه به ٻکندي آهي ته اها حجت حڪم جو درجو رکي ٿي.

" وريام توکي ۽ ڏاترڏني کي موٽي ننٽي ويڄو پوندو..... اهو ڪم توتي آهي ته مغلن جي ڪن تي اها ڳالهه پوي ته شاهي قيدين کي سنڌين نه پر ترخانن ڀڄايو آهي..... ۽ شورش سنڌي نه پر ترخان ڪرڻ وارا آهن..... ۽ اهو به ته ترخانن جو وڏو لشڪر سيوهڻ کان ننٽي تي چڙهڻ وارو آهي ته جيئن خسرو خان چرڪس، مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ ننٽي تي قبضو ڪري! "

سانوڻ گهڙيءَ لاءِ وريام جي اکين ۾ نهاريندي، وري چيو: " ۽ وريام ڀائو! سنڌ لاءِ رڳو بهادري نه پر عقل ۽ مت به ڪم آڻڻي پوندي.....! هاڻ سنڌ کي پرتئو! "

وريام جي دل ۾ عجيب احساس گهر موڙڻ لڳو ته سانوڻ ڄڻ ته هن کي اعتبار جي امانت ڏيئي ڇڏي هئي، ۽ ان امانت جي سنڀال ڪرڻ لاءِ هن کي جيڪڏهن پنهنجو ساهه به گهورڻو پيو ته به سنڌ تان صدقي ٿيڻ جو بهانو ملي پوندو.



# 9

رات جي ڳڻ ۾ ڳهرام مچل هو. هري هري ٽي سمورا تارا جهرندا جهڪا ٿيندا ويا. اُماس جي اونده ۾ ڪا باک ڦٽڻ لڳي هئي. نُوري آسمان ۾ اڪيون وجهي، پره ڦٽڻ جو انتظار ڪندي ٿڪجي پئي هئي، پر ننڊ هن جي نيڻن ڪان ڪوهين ڏور هئي. هن جو اکيون ڇڻ ته ننڊ وڃائي ويٺيون هيون. هن کي اونده ڪان ايترو ڊپ نٿي ٿيو جيترو ننڊ ڪان! اونده هن ڪان پنهنجي جيجل ڪسي ورتي هئي، ۽ ننڊ هن کي انسانن جي اندر لڪل وحشي بگهڙن جي وجود ڪان واقف ڪيو هو. تورن ئي ڏينهن ۾ هن جي اکين جيڪي ڏٺو هو سو ٿوهر بڻجي هن جي ماٽڪين ۾ ٽنبجي پيو هو ۽ جڏهن اکيون ٿڪجي بند ٿيڻ لڳنديون هيون ته وري ڪنهن نئين واردات ڪان اُمالڪ پٽجي ويندريون هيون. هن وري ڪڙندڙ جهڪي ٿيندڙ تاري جي مرندڙ ترورن جي پويان ڪجھ ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان وقت پر واري ڪٽ تان ايندڙ سڏڪن جي آواز هن کي ڇرڪائي ڇڏيو....

" امان جاني.... امان جاني! " ننڍڙي ٻالڪ ننڊ ۾ سڏڪندي پڙ پڙ ڪئي.

هو پنهنجي ڪٽ تان اُٿي، پر واري ڪٽ تائين آئي، ۽ ٻارڙي جي ڇاتيءَ تي ٿڦڪيون ڏئي، هن کي سمهارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. پر هن جي اوپرن هٿن ڪيس هيڪاري جاڳائي وڌو ۽ وڏي آواز سان ڍنڍڪڻ لڳو.

" امان جاني..... امان جاني! "

هن جي روئڻ تي، هن جي پر ۾ ستل نينگر به جاڳي پيو. نينگر اٺن نون سالن جي عمر جو هو پر بدن ۾ اهڙو پريل هو جو ٻارنهن تيرهن ورهين جو ڇوڪرات ٿي لڳو.

" ڪنيز هن کي چپ ڪراءِ، اسان جي آرام ۾ خلل ٿو پوي! ۽ هن کي سمجهاءِ ته حضور مرزا قيصر بيگ جا شهزادا روئيندا نه آهن! " ڇوڪري پنهنجي آواز ۾ ننڍا ڪرائي هوندي به رعب تاب آڻڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

نُوري ڪا گهڙيون هن کي ڏسندي رهي. هن پنهنجي ڳوٺ جا ٻار بہ ڏٺا هئا، جيڪي روئندا بہ هئا کلندا بہ هئا، کيڏ بہ ڪندا هئا، تنگ بہ ڪندا هئا، ڪپڙي لٽي پائڻ ۽ مائرن يا ڀينرن کي تنگ بہ ڪندا هئا، هڪ ٻئي کي دڙڪا دهمان بہ ڏيندا هئا، کيڏندي کلندي ڪُڏندي وڙهندا بہ هئا، پر منجهن هڪ خاص ڳالهہ هوندي هئي، جنهن جو احساس هن کي فقط هاڻ ٿيو هو: منجهن معصوميت هئي، اڻ لکو پر منهن تي بکندڙ ماڻهپو هو. هنن ۾ ٻاراڻي هئي جيڪا قدرتي هئي، جنهن کانسواءِ هوءَ هنن کي تصور ۾ بہ آڻي نٿي سگهي. ان جي برعڪس، هي بہ ٻار هئا، پر منجهن ٻاروڻ نہ هو. منجهن معصوميت بدران بناوٽ هئي، سندن کيڏ ۽ ضد بہ بناوٽي ۽ نرڄائي وارو هو. هنن جي منهن مان ماڻهپو نٿي بکيو. سندن منهن تي ڪوبہ احساس قدرتي نہ هو. جيڪي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي اڳيان بہ ٻار نہ هئا. جيڪي پنهنجي ماءُ پيءُ جي اڳيان انگل ڪرڻ وقت بہ ٻار نہ هئا. هي ٻار نُوريءَ جي آزمودي جي دائري کان ٻنهہ ٻاهر هئا. انڪري هوءَ هنن کي سمجهڻ، سمجهائڻ ۽ پرچائڻ کان لاچار هئي.

ان محل پري کان فجر جي ٻانگ جي صدا آئي تہ ڇوڪرو هڪدم ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو.

" ڪنيز اسين وضو ڪرڻ ٿا گهرون.... اسان حضور ابا جان کي ٻڌائڻ گهرنداسون تہ سندن حڪم جي تعميل ۾ اسين ڪابہ ڪوتاهي نٿا ڪريون، ۽ اسين نماز لاءِ هنن سان گڏجي هلڻ لاءِ تيار آهيون! "

نينگر جي آواز تي ٻارڙي اوچتو پنهنجو روئڻ بند ڪري ڇڏيو. نُوري اُتي ئي ويٺي رهي. نينگر جي وڏي آواز ڳالهائڻ تي هڪڙو ڪارو ديو جهڙو حبشي اگهاڙي خنجر سان در کولي اندر هليو آيو. هن نهايت خونخوار نظرن سان نينگر کي گهوريندي چيو: " ڪنيز هنن کي خاموش رهڻ سيکار نہ تہ هنن سان گڏ تنهنجي سر جو بہ خير ڪونهي! "

حبشيءَ جي آواز ۽ اگهاڙي خنجر جي اولڙي هيڪاري نوريءَ جو ساهہ سڪائي ڇڏيو. هن ٿورن ئي ڏينهن اندر جيڪي ڪجهہ ڏٺو هو ان هن کي سيکاري ڇڏيو هو تہ اگهاڙو هٿيار پنهنجي اُڄ لاهڻ کانسواءِ واپس مياڻ ۾ موٽي نہ

ويندو آهي. حبشيءَ جي دڙڪي ۽ خنجر چوڪرن کي بـ هيسائي ڇڏيو ۽ هو ٻئي نوريءَ کي چنبڙي پيا. روح هنن جي نڙگهٽ اندر ئي گهٽجندو رهيو. ٻئي ٻار ڪرڙيءَ وانگر پئي ڪنبيا. وڏي ڇوڪري جو رعب تاب ۽ حشمت بـ پر ڪري اُڏامي ويا.

نوريءَ بـ ڪنبندي، هيسيل آواز ۾ چيو: " هاڻ هي نـ روئندا. آءٌ هنن کي ماٺ ڪرائيندس. اوهين وري آواز نـ ٻڌندا. "

حبشيءَ پهريون ڀيرو نوريءَ کي چتائي ڏٺو ۽ الائي ڇو هن جي دل پنهنجو ڌڪ گسائي وئي. يا الله، تو هن ڇوڪريءَ کي ڪيڏو نـ حسن بخشي ڇڏيو آهي. هن سوچيو تـ هن سموري عمر ارغون سردارن جي حرمن جي نگهباني ڪئي آهي، پر هھڙو حسن، هھڙي سونهن، هھڙي دلڪشي هن ڪڏهن بـ نـ ڏٺي هئي. ڇا غلام بـ ايڏا دلڪش ٿي سگهن ٿا؟ هن کي بصري جي بازار ۾ وڪامڻ وقت، پنهنجي ڏاڏي جا چيل لفظ ياد اچي ويا: " اسين ڪوجها انهيءَ ڪري آهيون، جو غلام آهيون. جڏهن غلاميءَ جا زنجير ڪٽجي ٿا وڃن، تڏهن قومن ۾ حسن ۽ دلڪشي بـ موٽي ايندي آهي! "

حبشيءَ جي اکين ۾ ڪو ڳهنو ڌنڌ لهي آيو. هن کي اهو وقت ياد آيو جڏهن هن کي ٻين سان گڏ زنجيرن ۾ جڪڙي، جهاز ۾ سوار ڪيو هئائون. هن جهاز ۾ پنهنجي ساٿي غلامن سان پنهنجي ڏاڏي جي ٻڌايل ڳالهـ ڪئي هئي. هن جي ڳالهـ جو هن جي ساٿين تي عجيب اثر ٿيو هو. هنن مان ڪنهن چيو هو تـ پوءِ ڇونـ اسين بـ آزادي ماڻيون ۽ حسن ۽ دلڪشي ماڻيون! ۽ پوءِ هنن سڀني گڏجي، جهاز تي بغاوت ڪري، آزادي حاصل ڪري ورتي هئي. وڙهندي وقت هن کي ائين محسوس ٿيو هو جڻ تـ سڄ جا ڪرڻا هن جي رت ۾، پنهنجو سمورو حسن اوتي رهيا هئا. جيئن جيئن هو پنهنجي آقائن کي ڪپيندو، وڍيندو ڪيرائيندو ويو تيئن تيئن هن جو اهو احساس وڌيڪ اونهو ٿيندو ويو تـ هن جي بدصورتي هن جي جسم تان، ڪنهن پراڻي کَل وانگر لهندي ٿي وئي، ۽ هڪ نئين خوبصورت کَل ان جي جاءِ وٺندي وئي. سڄ جا ڪرڻا هن کي پنهنجو حسن بخشي رهيا هئا. هن جي ڪوجهائي تبديل ٿي رهي هئي.

جڏهن هن ۽ هن جي ساٿين جهاز تي قبضو ڪري آزادي حاصل ڪئي هئي، ڏهن جهاز جي عيشي تي بيهي، هن وشال سمنڊ مٿان سج جي ڪرڻندڙ شعاعن کي خاطب ٿي رڙ ڪندي چيو هو: ” اي سمنڊ، ڏس اڄ آءٌ به تو وانگر آزاد آهيان! اي سج، ڏس اڄ آءٌ به تو وانگر آزاد آهيان! ۽ آءٌ ايڏو ئي خوبصورت آهيان، جيترو تون نوبصورت آهين! “ هن کي پنهنجا سمورا ساٿي ايترائي سهڻا لڳا، جيترو هو پاڻ ںهڻو هو.

۽ پوءِ هنن گڏجي هڪ گيت ڳاتو هو، جنهن جا لفظ اڳ ڇاتل نه هوندي به ٿمرادو هنن جي ويڪرين ڇاتين مان، گونجي اٿيا هئا:

” سج سهڻو آهي،

ـ ڇاڪاڻ ته آزاد آهي!

سمنڊ سهڻو آهي،

ـ ڇاڪاڻ ته آزاد آهي!

پکي سهڻا آهن،

ـ ڇاڪاڻ ته آزاد آهن!

جبل سهڻا آهن،

ـ ڇاڪاڻ ته آزاد آهن!

ٻيلا سهڻا آهن،

ـ ڇاڪاڻ ته آزاد آهن!

دريا سهڻا آهن،

ـ ڇاڪاڻ ته آزاد آهن!

اسين سهڻا آهيون،

ـ ڇاڪاڻ ته اسين آزاد آهيون!

ـ ڇاڪاڻ ته اسين آزاد آهيون!

پر پوءِ، جڏهن هو بصري پهتا، ۽ هنن جي آقائن ۽ خريدارن جي محافظ آقائن، هنجي ٻين غلامن ۽ لشڪرين جي مدد سان، هنن کي وري غلام بڻائڻ جي

ڪوشش ڪئي، تڏهن هو ائين وڙهيا هئا، ڄڻ پهاڙ وڙهي رهيا هئا، ڄڻ سج وڙهي رهيا هئا، ڄڻ سمنڊ وڙهي رهيا هئا! هڪ هڪ ٿي هن جا ساٿي ڪرندا ويا لشڪرين جي ڪٽڪ اڳيان هي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا، سنگن وانگر لڙجندا ويا!

جڏهن هن کي وري زنجيرن ۾ جڪڙي امير جي اڳيان آندائون، تڏهن هن کا پڇيو هئائون: "تو بغاوت ڇو ڪئي؟"

"غلام بغاوت ڇو ڪندا آهن؟" هن ڄڻ پاڻ کان سوال ڪيو.

"اهوئي تہ توکان پڇون ٿا تہ غلام ٿي ڪري تو ڇو بغاوت ڪئي؟"

"مون سونهن حاصل ڪرڻ ٿي گهري، ۽ مون ڀڙو آهي تہ آزاديءَ سا ڪوجهائي ختم ٿي ويندي آهي!"

۽ پوءِ هن کي هميشہ لاءِ ڪوجهو ڪرڻ لاءِ جڏهن هن جي مردانگي هن کا کسي ورتائون، ۽ کيس خواجہ سرا جو لقب ڏنائون، تڏهن هن کي هيڪاري وڌيڪ يقين ٿي ويو تہ آزادي سونهن آهي، آزادي مردانگي آهي. آزادي کسڻ سان انسان کي هميشہ لاءِ اندران توڙي ٻاهران، ڪوجهو بنائڻ آقائن جو دستور آهي!

۽ هن وري هن سنڌي نينگريءَ ڏانهن ڏٺو: شايد سنڌي واحد قوم آهن جيڪا غلام هوندي بہ سهڻا آهن! هن جي دل چيو تہ هن ڇوڪريءَ جي چنڊ کان خوبصورت وينگس کان پڇي تہ تون غلام هوندي بہ ايڏي سهڻي ڇو آهين؟

۽ پوءِ هن خنجر وري پنهنجي مياڻ ۾ وجهي ڇڏيو ۽ هوريان چيائين "تون هن کي مات ڪراءِ، نہ تہ .... " هن جي دڙڪي ۾ هاڻ اها ڪاٽ نہ هئي، اها خنجر جي اڳهاڙي ڌار نہ هئي، ۽ هو ائين ئي پڙ پڙ ڪندو ٻاهر هليو ويو.

نُوري ڪا گهڙي، هن حبشيءَ کي ويندي ڏسندي رهي. ڊپ کان هن جي بد جي رڳڻي جڏهن جهڪي ٿي، تڏهن هن وري ڇوڪرن ڏانهن نهاريو جيڪي ا تائين هن جي ٽنگن سان چنبڙيا پيا هئا. هنن ٻارن سان هن جو ڪوبہ رشتو نا ڪونہ هو پر تڏهن بہ حبشيءَ جي خنجر ۾ هنن جي موت جا امڪان ڏسي، ه دهلجي ويئي هئي، ڏڃي ويئي هئي، ۽ ڪمڪاءَ کان هنن کي پنهنجي پاڪر پناهہ ڏيڻ جو جذبو الائي ڪٿان ۽ ڪيئن هن جي دل ۾ پيدا ٿيو هو. اهو ان ج

;جود ٿيو هو تہ اهي ڇوڪرا مرزا قيصر بيگ جا پٽ هئا. جنهن جي اشاري تي،
ن جي ماءُ ۽ هن جا سوٽ ماسات ڀالن جو ٻڪُ ٿيا هئا. هن کي اها رات ياد آئي،
:هن هن جي ڳوٺ تي ڌاڙو لڳو هو.......



# 10

هنن جي دنيا ڏاڍي مختصر، ڏاڍي مائيٽي، ڏاڍي ساڄهه واري هئي. اٺ ڏهه گهر مس هئا، جيڪي ڏاڏاڻي يا ناناڻي سڱ سان پاڻ ۾ موتين وانگر پوتل هئا. هنن جو خوشيون به گڏيل هيون، هنن جا غم به گڏيل هئا. هنن جون محبتون به گڏيل هيون ته دشمنيون به گڏيل هيون. رڳو ننڍن نيٽن جي دشمنين ۾ هڪڙي نئين دشمنيءَ نئين سر منهن ڪڍيو هو اها دشمني هئي مغلن جي خلاف. اها دشمني هڪ اڳين دشمنيءَ جو نئون روپ هئي. اڳين دشمني ترخانن لاءِ هئي، ۽ هاڻ ان جو روپ مغلن جي دشمنيءَ ورتو هو. پر اها دشمني به چڻ ته ذاتي به هئي خانداني به جنهن ۾ اها ڳالهه وڌيڪ نمايان هئي ته جڏهن به ترخانن يا مغلن جي ڳالهه نڪرندي هئي ته پنهنجا ذاتي جهيڙا جهتا ۽ تڪرار ختم ٿي ويندا هئا.

نُوريءَ کي ياد آيو ته سندس ماسات خيرل جي گهوڙيءَ "چنبيليءَ" جي هاڪ سڄيءَ سنڌ ۾ ڦهليل هئي. ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو رڳو گهوڙيءَ کي ڏسڻ لاءِ اچي مهمان ٿيندا هئا. ۽ پوءِ اوطاقن ۾ گهوڙن جي نسلن ـ ۽ خاص طرح سنڌ جي گهوڙن ـ تي سُگهڙ سچيون سچيون راتيون پيا بيت ۽ پروليون ڏيندا هئا. سڪندر جي گهوڙي "بوسيفل" کان دولهه دريا خان جي گهوڙي "ملوڪ" تائين، گهوڙن جا شجرا بيتن ۾ بيان ٿيندا هئا. خيرل ته پنهنجي گهوڙيءَ جو مٽ جَنتي گهوڙن کان به مٿاهون پائيندو هو ۽ جڏهن هو ٺٽي جي پير سڪندريءَ واري گوءِ کٽي آيو تڏهن ته هيڪاري هن جو ماڻ ايڏو مٿاهون ٿيو جو ماڻهو پوڳ ڪري چوندا هئا ته خيرل ته شادي به چنبيليءَ سان ڪندو جو رات ڏينهن پيو چنبيليءَ جي ٽهل ٽڪور ڪري!

پوءِ جڏهن ٺٽي جي عامل جا ماڻهو شهنشاهه جهانگير لاءِ گهوڙي ڏسڻ آيا تڏهن ته هنن جو ڳوٺ چڻ ته سنڌ جو مرڪز بڻجي ويو. سيوهڻ مان ترخانن، بکر مان سيدن ۽ چانڊڪا مان اميرخانين ايلچي موڪليا ته گهوڙي اسان کي ڏيو

شهنشاهہ کي پيش ڪريون: قيمت جيڪا خيرل چوندو سا ڪيس ملندي. ٺٽي جي عامل تہ پنهنجو خاص ماڻهو- قيصر بيگ- موڪليو تہ گهوڙي ڪاهي اچي. خيرل اصل، ڪنهن جي ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار نہ هو. ڳالهہ وڃي لاهور پهتي. جهانگير جا خاص ماڻهو گهوڙي ڏسڻ آيا. وڏي دربار لڳي. پنوهرن جي چڱي مڙس جنهن اهو مامرو پنچائت جي اڳيان اچلي وڌو تہ بہ خيرل اصل "ها" نہ ڪئي. پنهنجي پير مرشد سائين چڱي ڏني شاهہ جو بہ چيو نہ ڪيائين. نيٺ ٺٽي جي عامل سپاهين جو شاهي دستو موڪلي ڏنو تہ خيرل قيمت وٺڻ تي راضي نہ ٿئي، تہ گهوڙي زوريءَ ڪاهي اچن.

ان رات سڄي ڳوٺ جو ساهہ مٺ ۾ هو. چوڌاري ڳوٺ کي مغل لشڪرين گهيرو ڪري ورتو هو. ڪنهن کي بہ ڳوٺ مان ٻاهر نڪرڻ جي اجازت نہ هئي. نہ وري ڪو ڳوٺ ۾ اندر داخل ٿي ٿي سگهيو. خيرل کي سمجهائڻ لاءِ وري پنچائت ويٺي. مرشد جو خليفو پاڻ بہ هلي ملي آيو مغلن جي سفارش لاءِ پر خيرل وڻ گهوڙو ڇڏڻ نہ ڏنو. مغلن دڙڪو ڏنو تہ اسين ڳوٺ کي باهہ ڏيئي حملو ڪري، گهوڙي ڪاهي وينداسون! پر ان جو خيرل تي اثر خير ڪي ٿيو. هن فقط ايترو ئي چيو تہ " گهوڙي منهنجي آهي، زوريءَ يا لالچ سان گهوڙي هرگز نہ ڏيندس! "

مغلن کي ڪاوڙ تہ ڏاڍي هئي. هو سنڌ جا حاڪم هئا، سنڌي هنن جي رعيت هئا. رعيت جي اها مجال جو پنهنجي وهٽن کي، مغلن جي حڪم جي باوجود، سندن خدمت ۾ پيش نہ ڪن! پر چيائون ٿي تہ گهوڙيءَ جي هاڪ ٻڌي خود ملڪہ اعظم نورجهان ضد ڪيو هو تہ گهوڙي کيس پيش ڪئي وڃي.

جڏهن پنچائت جي فيصلي تي بہ خيرل نہ بيٺو تڏهن مغلن آخرڪار گهوڙي زوريءَ ڪاهڻ جو فيصلو ڪيو. سؤ کن مغل لشڪري، نما شام جو پالا اُلاريندا ڳوٺ ۾ داخل ٿيا. هنن جي اڳيان ڪا بہ رنڊڪ نہ هئي. مغل ڪجهہ شڪيا تہ ضرور ڪا کيڏ رٿيل هئي. هنن جي تجربي هنن کي ٻڌايو تہ ڪنهن بہ سنڌي ڳوٺ تي چڙهڻ سولو نہ هو. ننڍا نيٽا جوان مٺي مارائي ڪانسواءِ ڳوٺن تي قبضو ڪرڻ نہ ڏيندا هئا. تعداد ۾ ٿورا هوندي بہ ائين وڙهندا هئا، ڄڻ بکئي شينهن پنهنجي ڇُر جي حفاظت ٿي ڪئي. پر اڄ ڳوٺ جا سمورا مرد پنهنجي

ويڙهي اڳيان خاموش بت بڻيا ويٺا هئا. ڪنهن به مغلن سان ائڪڻ جي ڪوشش نه ڪئي، ۽ هو سڌا اچي خيرل جي ڪُڙهه تي ويٺا. خيرل جي ڪُڙهه ۾ به مڪمل ماٺ هئي. خيرل به اُتي ڪونه هو نه ئي ڪو سندس سنگتي ساٿي موجود هو. البت چنبيلي اُتي موجود هئي، پر سندس خوبصورت مُنڊي ڌڙ کان ڌار هئي. ......!

مغل جيئن آيا، تيئن واپس وريا. هنن کي سنڌين جو هي ۽ ضد بنهه سمجهه ۾ نه آيو. شهنشاهه جي حڪم تي خيرل کي اشرفين جي خرزين جي آڇ ڪئي وئي هئي، پر خيرل اشرفين جي خرزين وٺڻ بدران پنهنجي اهڙي سونهاري گهوڙيءَ کي پنهنجي هٿن سان ڪُهي ڇڏيو. هي سنڌي پڪ ئي پڪ عقل جا انڌا آهن! پر هاڻ هو نورجهان بيگم کي ڪهڙو جواب ڏيندا؟ ان تي سوچيندا، مغل موٽي ويا!

ان جي ٽئين ڏينهن ڳوٺ تي ڌاڙو لڳو. ٻتون ٻڌل ويهارو مڙسن جو ڳوٺ تي ڪاهي آيو. گهوڙن جي هڻڪارن، ڪماڙين، ٻالن ۽ ٻڙڇين جي آوازن تي نُوري ۽ سندس ماءُ ڇرڪ ڀري اُٿي ويٺيون هيون. نوريءَ جي اکين آڏو هڪڙو ٻالو ماڻس جي ڇاتيءَ کي ڇيهون ڇيهون ڪندو ويو ۽ هن جي جيجل ماءُ جي وات مان ڪلمو به ڇيرجي نڪتو هو. هوءَ ڊوڙي ماءُ تائين آئي، ۽ ڪٽي ڪيس ٻاڪر ۾ ڀريائين: ” امان .... منهنجي جيجل امان! “ هوءَ سڏڪن سان ماءُ کي هنج ۾ لوڏيندي رهي. پر ڀوءِ هڪڙي مڙسالي هن جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي، هن کي ڇڪي اٿاريو ۽ ٻئي هٿ سان خنجر جي ڇهنب هن جي نڙيءَ تي ڪٽي رکيائين. ان وقت به هن کي پنهنجي مرڻ جو ڪو خيال نه هو. هن ڇڪ ڏيئي، پاڻ ڇڏائي، وري پنهنجي جيجل ڏانهن موٽڻ تي گهريو. ان ڇڪ ۾ هن جي نڙيءَ ۾ خنجر جي ڇهنب سان ڇهڪ اچي ويو ۽ رت لار ڪري، هن جي چولي کي پسائڻ لڳو. پر هن کي ان زخم جو ڪو احساس نه ٿيو. هن جو دماغ هر احساس کان وانجهو هو. سواءِ ان احساس جي ته هن جي منڙي امڙ هن جي اکين اڳيان، ڪُسي وئي هئي. هن وري ماءُ ڏانهن رومڙ ڪئي، ۽ ائين ڪندي هن مڙسالي جي هٿ ۾ خنجر اُيو ٿيندي، پاڻ ڏانهن ايندو ڀانيو پر ان وقت ڀريان ڪنهن فارسيءَ ۾ رڙ ڪري ڪجهه چيو جيڪو هوءَ سمجهي نه سگهي. اُلاريل هٿ روڪجي ويو. خنجر مياڻ ۾ هليو ويو ۽ ان جي بدران، هن مڙسالي، هن جي وارن کان ڇڪي، هن جي منهن ۾ ڏنو. گهڙيءَ لاءِ، هن

تي هيسيل اکين. انهيءَ مڙسالي جي منهن ۾ اکين پر نهاريو: ٻٽ ٻڏل هڻڻ ڪري
قط هن جون اکيون ٿي نظر آيون. انهن اکين ۾ ديد ڪنهن بگهڙ جي ديد هئي:
نسانن جي اکين ۾ هن ڪڏهن به اهڙي ديد نه ڏٺي هئي. شيرين اکين جي وچ ۾
برين پتلين ۾ رت جا ڏورا ڇڻ ٻاهر نڪرڻ تي هئا. انهن اکين ۾ جيڪي ڪجهه
و تنهن کي ڏسي ڀھريون پيرو نوريءَ جي نَس نَس ۾ ڏپ ويڙهجي ويو ۽ هوءَ انهيءَ
پ کان ٿڙڪڻ لڳي. ڪنهن اڄاتي اُمالڪ احساس هيٺ، هن مڙسالي کي ڌڪو
نو. هو آٿڙجي پويان ڪريو ۽ هوءَ دروازي ڏانهن ڀڳي، پر در تي ٻٽون ٻڏل به ٻيا
ڙسالا، خنجر هٿن ۾ جڻ هن جي انتظار ۾ بيٺا هئا. اُن وقت نُوريءَ ڀھريون پيرو رڙ
ڪئي، اهڙي رڙ جيڪا هوءَ ڪجھ وقت تائين وساري نه سگهي. اها رڙ هن جي روح
ن روڙجي نڪتي هئي. ان رڙ ۾ ڪي به لفظ نه هئا، پر اها رڙ سڄي ڳوٺ جي رڙ
جي ٻُرڻ لڳي.

هن جي ٻنهي ٻانهن کي رسي سان ٻڌي، هن جي چيلهه ۾ به ڪٽي رسو ٻڌائون،
. هن ائين پانيو ڄڻ ته هن جو سڄو بدن ساٽو ۾ سُن ٿي ويو هو. هن کي ڪنهن به
ذاءَ جو احساس نه هو. هن جي ڳچيءَ جي زخم ۾ رڳو ڏنئون ڏنئون پئي ٿي، پر ان
به ايذاءَ جو احساس نه ٿي پانيائين. هاڻ ته هن کي پنهنجي مٽي جيجل به ياد نه
ٿي. جيڪڏهن ڪو احساس هوس ته اهو ته پراين مڙسالن جي اڳيان هوءَ مٽي
هاڙي هئي، ۽ هن جي ڇاتي گنديءَ سان ڍڪيل نه هئي، ۽ رکي رکي اهي پرايا
ڙسالا هن کي گهور پائي ڏسندا ٿي رهيا، پاڻ ۾ سُس پُس ڪندا ٿي رهيا، جن جي
لي هن نه ٿي سمجهي. ڏارين جي انهن اگهاڙين نظرن ۾، هن پاڻ کي ننگو ٿي
حسوس ڪيو. جڏهن هڪڙي مڙسالي هن کي ڪلهن وٽان ڪٽي گهوڙي تي
هاريو تڏهن ته هيڪاري هن جو اهو احساس ڪيس وڌيڪ کائڻ لڳو. گهوڙي تي
ڻ کان ڪجھ وقت کان پوءِ به، هن کي اهي ڏارين هٿ پنهنجي بدن ۾ کُتل ٿي
حسوس ٿيا.

جڏهن هن کي ٺٽي آندائون ۽ قيصر بيگ جي سامهون، سندس رسا کوليائون،
.هن هن سندن گفتگوءَ جو فقط هڪ لفظ سمجهيو جيڪو قيصر بيگ، هن جي
ڏي مٽي ڪندي، سندس منهن ۾ گهوريندي چيو: ” سبحان الله! “

جڏهن پيا هليا ويا، تڏهن وري قيصر بيگ، اُٿي بيٺو ۽ ڪڏهن پري ڪا
ڪڏهن ويجهو اچي، هن کي جاچيندو نهاريندو رهيو. هن جي منهن تي سرهائي
سان گڏ حيرت به هئي، ۽ هن وري هڪڙو ڀيرو چيو: " سبحان الله! " ٿوري دير ڪا
پوءِ تاڙي وڄايائين ته هڪڙي هن جيڏي ڇوڪري اندر اچي ادب سان بيهي رهي
قيصر بيگ هن کي فارسيءَ ۾ ڪو حڪم ڏنو ۽ هن ڇوڪريءَ فقط " بلي آقا! "
لفظ اچاريا.

ڇوڪريءَ هن کي پاڻ سان هلڻ جو اشارو ڏنو ۽ هوءَ بنان ڪجهه سمجهڻ ج
هن سان گڏ هلي آئي. هوءَ هن کي هڪڙي سجايل ڪمري ۾ وٺي آئي. هن سڄ
ڄمار اهڙو ڪمرو ڏسڻ ته ڇا تصور ۾ به نه آندو هو. هتي ته هر شيءِ ڄڻ بخمل
ريشم جي ٺهيل هئي. پٽ تي غاليچو وڇايل هو جنهن ۾ هن جا پير اندر گهڙندا ٿ
ويا، ۽ هوءَ ٿاٻڙجندي بچي. سامهون هڪ شاهي پلنگ تي ڪيمخواب جي طو
وهاڻي تي ٽيڪ ڏيو هڪ مائي ويٺي هئي. هن جو سمورو بدن گلابي ريشم ج
پهراڻ سان ڍڪيل هو جنهن مان هن جو بدن پئي نظر آيو. ٻه ننڍيون نيٽيو
ڇوڪريون، هن جي پلنگ وٽ ، گوڏا کوڙيو ويٺيون هيون. پلنگ جي سيرانديءَ
ڪان، هڪڙي ٻي جوان ڇوڪري، ريشمي جهالر وارو پکو جهُلي رهي هئي.

هن جي اچڻ تي، مائيءَ رڳو اک جي اشاري سان هن سان گڏ آيل ڇوڪريءَ
کان ڪجهه پڇيو. ڇوڪريءَ فارسيءَ ۾ ڪجهه چئي ادب سان پوئتي هٽي بيهه
رهي. ان وقت مائي اٿي ويهي رهي ۽ گهور ڪري هن کي ڏسڻ جاچڻ لڳي. هن ج
اکين ۾ ڪابه سرهائي نه هئي، البت حيرت ضرور هئي. اوچتو مائيءَ ڪجهه چي
پر نُوريءَ کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. مائيءَ هيٺ ويٺل ڇوڪرين مان هڪڙيءَ ک
ڪجهه چيو. هن ڇوڪريءَ هن ڏانهن مهاڙ ڪري چيو: "خانم پڇي ٿي ته فارسي
ٿي اچئي ڇا؟" هن رڳو ڪنڌ ڌوڻي نهڪر ڪئي.
" نالو ڇا اٿئي؟ "

هوءَ منجهي پئي. هنن کي ڇا ٻڌائي ته فقط چار پهر اڳ هوءَ نُوري هئي، جنه
جي هڪ ماءُ هئي، جيڪا هن کي ايترو پيائيندي هئي، جو ڄڻ ڪيس دل ۾ جاءِ ڏي
ٿي گهريائين. جنهن جو هڪ پيءُ هو جيڪو هن جي وِک وِک تان ٻلهار ٿيندو ه

هن کي پنهنجا سوٽ ماسات هئا، جن سان انگل آرا ڪري، هوءَ ڏينهن رات وساري ويهندي هئي، هن جو پنهنجو ڳوٺ هو جنهن جا لاڪيٽا ماڻهو پيار محبت ۾ ماڻهپي کانسواءِ ڪجهه ڪين ڄاڻندا هئا. اڄ هوءَ اها نوري ته ڪانه هئي. اڄ هوءَ ٻانهڻي هئي، جنهنجو سڀ ڪجهه کسجي چڪو هو. هوءَ ڪيئن چوي ته هن جو نالو نوري هو! نوري نالو ته انهن سمورن رشتن ناتن جو نالو هو. انهن کانسواءِ ته هوءَ ڪجهه به نه هئي.

هن ڪوبه جواب ڪونه ڏنو.

"تون گونگي آهين ڇا؟"

هن وري به ڪو جواب ڪونه ڏنو.

ملئيءَ جي نظر هن کي گهوريندي رهي، ۽ پوءِ هن ڇوڪريءَ کي وري ڪجهه ٽڪرو ٽڪرو چيو.

هوءَ ڇوڪري وڏي هن وٽ آئي، ۽ ڪاڏيءَ کي مٿي ڪري، هن جي ڳڇيءَ تي زخم کي ڏٺائين. هن جي چولي جو ڇاتيءَ وارو سڄو حصو ڇهڇ ڳاڙهي رت سان ريٽو ٿي، هن جي بدن سان چنبڙي پيو هو.

"آئي، تنهنجي ته سڄي سِسي وڍي پئي آهي!"

ان وقت جيڪي ڪجهه هن سان ٿيو هو هڪ واچوڙي وانگر هن جي اکين، پرن ۽ لوڻن ۾ پوسرڻ لڳو. هڪڙو سڏڪو هن جي اندارن، الائي ڪٿان، ڪنهن اونهائيءَ مان اٿيو ۽ هن جي ڳچيءَ جي زخم ۾ ڦٽڪڻ لڳو. هن جي اکين اڳيان ڪارا ڳاڙها ساوا ترورا، پاڇولن وانگر ترڻ لڳا، ۽ انهن ترورن ۾ هن کي پنهنجي جيجل ماءُ جي پالي سان چچريل سسني نظر آئي. هن جي مغز ۾ ڀرين رڳو هلڪي گهومات محسوس ٿي، ۽ هن هٿ وڌائي، ڇوڪريءَ جي ڪلهي کي جهلي، پاڻ سنڀالڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هوءَ پوءِ به پاڻ سنڀالي نه سگهي، ۽ اتي ئي ڍرڪي پئي ۽ ڏندڻجي ويئي.

جڏهن هوءَ هوش ۾ آئي، تڏهن هن ائين سمجهيو ته هوءَ ڪنهن اهڙي هنڌ پئي آهي، جتي مختلف پکي چرپر لايو ويٺا آهن. اهڙا پکي جن جون لاتيون هن لاءِ بلڪل اوپريون هيون. هري هري ٿي، هن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته اهي پکي نه.

پر زائفائون هيون، جيڪي اوپري ٻوليءَ ۾ ڪنهن ڳالهہ تي بحث لايو ويٺيون هيون. جڏهن هن اکيون کوليون، تڏهن هن جي پهرين نظر اُن ڇوڪريءَ تي پئي، جنهن هن سان سنڌي ڳالهائي هئي. ڇوڪريءَ بہ هن کي سجاڳ ٿيندي ڏسي ورتو ۽ هوءَ ٽپ ڏيئي اچي وٽس پهتي.

"مائي، اسان تہ سمجهيو تہ هاڻ وڃي الله کي پر تيئن!"

"توهين ڪير آهيو؟" هن جهيڻي آواز ۾ پڇ پڇ ڪئي. هن جي آواز تي سموريون ڇوڪريون اچي هن جي کٽ تي ڳاهٽ ٿيون. هن اهو پانيو تہ هو هن کي عجيب نظرن سان ڏسي رهيون هيون: انهن نظرن ۾ حسد هو نفرت هئي، حيرت هئي، پر هڪ اڻ- لکي حسرت بہ هئي.

"اسين حضور مرزا قيصر بيگ جي حرم جون ڪنيزون آهيون!" سنڌي ڳالهائڻ واري ڇوڪريءَ چيو.

"ڪنيزون ڇا ٿينديون آهن؟"

"ڪنيزون؟ ..... ها، شايد سنڌيءَ ۾ انهن کي ٻانهيون چئبو آهي."

"ٻانهيون تہ راڻيون وٽ هونديون آهن ....."

"ها، راڻين وٽ بہ ٿينديون آهن ..... !" ڇوڪري پاڻ بہ منجهي پئي.

"پوءِ اوهين ڪيئن ٻانهيون ٿيون .....؟!" هن معصوميت منجهان سوال ڪيو.

ڪا گهڙي هوءَ نينگر چپ ٿي ويئي. هن جي اکين ۾ هڪ عجيب ڏک جو پاڇولو لهي آيو: ڄڻ هن کي ڪا ڳالهہ ياد اچي ويئي.

"حضور مرزا اسان کي قنڌار جي بازار ۾ خريد ڪيو هو..... سو هاڻ اسين هن جي ملڪيت آهيون. جيڪي ائين وڪامنديون آهن، تن کي ڪنيزون چئبو آهي!"

هن ڪان ڇرڪ نڪري ويو. هوءَ امالڪ اُٿي ويهي رهي. "ڇا بازارن ۾ ماڻهو بہ وڪامندا آهن؟ انسان انسانن کي ڪيئن وڪڻندا هوندا؟!" هن ڄڻ پنهنجي پاڻ کان سوال ڪيو.

هن نُوريءَ کي ڇتائي ڏٺو پر هن جي اکين ۾ بي اعتباري ۽ معصوميت کانسواءِ ڪجهہ ڪونہ هو. هن سوچيو تہ هن کي ڪيئن سمجهائي سگهندي، هن جي ٻوليءَ

۾ شايد اهڙا لفظ ئي نہ هجن، جنهن سان هوءَ پنهنجو مطلب هن کي سمجھائي سگھي. پر پوءِ هن کي هوريان هوريان غاصبن ۽ سوداگرن، جنگين ۽ مال غنيمت جا داستان ويهي ٻڌايا. هيءَ ان زماني جي ڳالهہ هئي، جڏهن هڪڙن انسانن جو پورهيو ٻين انسانن جي ملڪيت بڻجي ويو ۽ انساني رشتن ۾ آقا ۽ غلام جو تصور پيدا ٿيو ۽ پوءِ جڏهن انسانن نئين رشتي، نئين تصور کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو تڏهن نئين طاقت جي نشي ۾ چُور آقائن، چند سِڪن، چند غلامن، چند ڪنيزن جي ڏکڻا ڏيئي، پنڊتن، پروهتن، پادرين ۽ مُلن کان اها فتوا ورتي، اها سَند حاصل ڪئي تہ انسان ازل کان آقا ۽ غلام جي رشتي ۾ ٻڌل آهي، ۽ انهيءَ رشتي کي قائم رکڻ ۾ ئي خدا جي خوشنودي آهي. انهيءَ تصور جا مخالف خدا سان بغاوت جا ڏوهاري آهن. هنن جي سزا ٽياس تي ٽنگجڻ آهي. جڏهن ٽياس تي ٽنگجڻ وارا گھٽجندا ويا، تڏهن انهيءَ نئين رشتي ڦلجڻ شروع ڪيو ۽ هڪ ماڻهوءَ کان هڪ ڪٽنب، هڪ ڪٽنب کان هڪ قوم تائين آقائن ۽ غلامن جي ورهاست ٿيڻ لڳي. انسان وڪامڻ لڳو ۽ انهيءَ وڪري جو ڪٿيو ڪائيندڙن وري بہ پنڊتن، پروهتن، پادرين ۽ مُلن جي فتوائن جي مدد سان فاتح ۽ مفتوح، حاڪم ۽ محڪوم قومن جي نئين رشتي جو نئون سرشتو قائم ڪيو. جيڪو ڏاڍو سو گابو۔ ٿي تہ ويو پر ان گابي کي ڏائڻ وارن هميشہ ڏاڍن جو ساٿ ڏنو. ائين جڏهن يونانين ايرانين کي فتح ڪيو تہ ايراني غلام ۽ ڪنيزون بازارن ۾ وڪامڻ لڳا. جڏهن عربن ايران ۽ سنڌ کي فتح ڪيو تڏهن بغداد ۽ دمشق جي بازارن ۾ ايراني ۽ سنڌي غلام ۽ ڪنيزون وڪامڻ لڳا. جڏهن تاتارين بغداد کي تاراج ڪيو تڏهن عرب غلام ۽ ڪنيزون وڪاڻيون ۽ پوءِ جڏهن شهنشاهہ هند جي نالي ۾ قنڌار کي مرزا غازي بيگ تاراج ڪيو تڏهن هوءَ پنهنجي سموري قبيلي جي نوجوان ڇوڪرين سان گڏ قنڌار جي بازار ۾ ارغون سوداگرن جي هٽ وڪاڻي، فقط ويهن اشرفين جي عيوض! پوءِ هن کي ٺٽي جي بازار منجهان مرزا قيصر بيگ چاليهن اشرفين ۾ خريد ڪيو هو ۽ هوءَ هاڻي هن جي حرم جي ڪنيز هئي! هن جي جسم، جان ۽ روح جو مالڪ مرزا رستم بيگ هو. جيئن وڻيس، تيئن هن کي هلائي، جيئن وڻيس، تيئن هن کي استعمال ڪري!

” ۽ شڪر ڪر تہ توتي فقط اهو ڪم آهي تہ تون خانم جي خاص ڪنيز آهين، ۽ تنهنجي حوالي، حضور جي فرزندن جي خدمت چاڪري آهي! جيڪڏهن هنن کي خوش رکنديءَ تہ انعام اڪرام سان نوازيئن. پر جيڪڏهن ڪا شڪايت ٿي تہ تنهنجي کَل سلامت نہ هوندي! “

” تہ ڇا نٽي ۾ بہ ٻانهين جي بازار آهي، جتي زائفائون وڪامن ٿيون؟! “ نُوريءَ کي اعتبار ئي نٿي آيو.

” هائو هاڻي تہ ارغون سوداگرن سان گڏ مغل سوداگر بہ غلام ۽ ڪنيزون وڪڻڻ نٽي ايندا آهن. ۽ وڏا واڪ لڳندا آهن ..... “ ڪنيز هن کي يقين ڏياريو.

” زائفائن سان گڏ مڙسالا بہ وڪامندا آهن ڇا؟ “ هن جي حيرت جيئن پوءِ تيئن وڌندي ويئي.

” تون تہ صفا ڪا ٻالي ڀولي آهين. ها، هي ڪارا ديون جهڙا خواجہ سرا، ۽ ڳيرو ساقي بہ ائين ئي وڪامندا آهن، جيئن اسين وڪامنديون آهيون ...... تون پنهنجي سوچ تہ حضور مرزا صاحب توکي پاڻ وٽ ٿو رکي يا بازار ۾ نيلام ٿو ڪري، يا وري سوکڙيءَ طور نٽيءَ جي عامل مرزا رستم بيگ کي ٿو ڏيئي ..... مرزا رستم بيگ وٽ وئينءَ تہ پوءِ ...... تہ پوءِ ...... “ ڪنيز ڳالهہ ڪائي وئي.

” تہ پوءِ ڇا؟ “ نوريءَ کان رهيو نہ ٿيو ۽ سوال ڪري ويئي. هڪ نئون ڊپ هن جي سَنڌ سَنڌ ۾ اوتجي آيو.

” ڏس نہ ڪنيزون مالڪن جي ملڪيت آهن، هنن جي حرم ۾ شامل آهن. مالڪ جيڪي وڻين، سائن ڪن. جيڪڏهن ڪو آقا خدا ترس آهي، شريعت جو پابند آهي تہ پوءِ ڪنيزن مان ٿيندڙ ٻارن کي بہ نوازي ڇڏيندا آهن! “ ۽ پوءِ آواز کي جهيڻو ڪندي چيائين: ” اسان جو آقا مرزا قيصر بيگ بہ حضور آنجهاني مرزا باقيءَ جي، هڪ ڪنيز مان ڄاول اولاد آهي ۽ هن کي جيڪا عزت ۽ مرتبو مليو آهي، سو بہ انهيءَ ناتي جي ڪري ..... ! پر تون ڪو فڪر نہ ڪر. حضور مرزا صاحب جن ڪنيزن سان گهڻ دلچسپي ٿا رکن! “ پوءِ هن وڏو ٽهڪ ڏنو. هن جي ٽهڪن ۾ ٻيون ڪنيزون بہ شامل ٿي ويون.

" پر هاڻ تون پنهنجي باري ۾ بہ تہ ڪجهہ ٻڌاءِ..... تو جهڙي چوڏهين جي چنڊ ي شهنشاهہ هند جي حرم کي سينگارڻ گهرجي. تون هتي ڪيئن؟ ۽ هي زخم وکي ڪيئن لڳو؟ "

هن جڏهن سڏڪي سڏڪي سڄي روداد ڪنيزن کي ٻڌائي، تڏهن هن ڏٺو تہ ـن جي اکين ۾ بہ لُڙڪ هئا. ڪا گهڙي ماٺ ٿي وئي. ۽ پوءِ سنڌي ڳالهائيندڙ ڪنيز هن کي ڳراٽڙي پائيندي چيو: " پيڻ، غلام قومن سان ائين ئي ٿيندو آهي ... توسان جيڪي ٿيو آهي، اهو اسان مان هر هڪ سان ٿي چڪو آهي. تو تہ رڳو نهنجي جيجل وڃائي آهي، اسان جي اڳيان تہ اسان جا قبيلن جا قبيلا، پيءُ ماءُ ائر، ڀينرون، پوڙها، ابهم ٻارڙا ـ ائين ترارين ۾ ڀالن جو بک ٿيا آهن. اسان ايترو ئون وهندي ڏٺو آهي، اسان جي اندر جي انسان تي ايترا گهاوَ رسيل آهن، جو ڪڙو هڪڙو گهاءُ هڪ داستان بڻجي سگهي ٿو. تنهنجي ڳچيءَ تي خنجر جو ٻهڪ آهي، پر اسان جي تہ روح ۾ هزارين خنجرن جا چمڪ آهن..... "

هوءَ ڳالهائيندي رهي. آواز ڇڻ تہ هن جي ڇپن مان نہ پر هن جي ڇچريل روح ـان ٿي نڪتو. هن جي اکين مان لڙڪ ساوڻ جي مينهن وانگر پئي ٿميا. پر هن ـي روئڻ ۾ ڪوبہ سڏڪو نہ هو ڪابہ اوچنگار نہ هئي ـ فقط هڪ رڙ هئي، هڪ هڪندڙ چيٽ هئي، جنهن کي ڪو آواز ڪونہ هو فقط لهس هئي، فقط احساس ـي چٽنگ هئي، جيڪا هن جي لڙڪن سان بہ اُجهامي نہ سگهي. نوريءَ کي نهنجو غم بہ ڇڻ وسري ويو. هيءُ هڪ نئين غم جو احساس هو: ڀاڱي ڀائيوار غم ـو احساس، شريڪ غم جو احساس!

هن هڪ ٿڌو ساهہ کڻي چيو: " مون تہ الائي ڇا ڇا ڏٺو پر هن کي ڏس! " هن نهنجي ڀر ويٺل هڪ ڪنيز کي ڳراٽڙي پائيندي چيو. " هيءَ هڪڙي قبيلي جي ـکيءَ جي ڌيءُ هئي. نئين نئين شادي ٿي هيس. سال کن مس ٿيو هوس. بہ جاڙا پٽڙا ڄائيائين. اڄا سهانجو بہ پورو ڪونہ ڪيو هئائين تہ سندن ڳوٺ تي مرزا غازي يگ جي سپهہ سالار رونشي خاطر حملو ڪيو. هن جي اکين اڳيان هن جي گهوٽ ـي، هن جي سهري ۽ سس کي، ڀالا ٽنبي ماريائون..... ۽ پوءِ هن ڏانهن وڌيا..... "

گهڙيءَ لاءِ هوءَ وري ماٺ ٿي ويئي: ائين ٿي ڀانيو ڄڻ ساهہ جو ڪو گولو هہ
جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو هو جنهن کي ڳيت ڏيئي، هيٺ لاهڻ جي ڪوشش ڪ
ڪيائين.

" .... ۽ پوءِ هن ڏاڍهن وڏيا.... هن جا معصومڙا۔ اُن ڏينهن ۽ نون راتين ت
ابهم جيتامڙا۔ ننيڙڙي پينگهڙي ۾ ستل هئا. هيءَ انهن ڏاڍهن پڳي.... پر جيسي
هوءَ اتي پهتي، تنهن کان اڳ.... سپهہ سالار ٿمڪ ڏيندي، هڪڙو ڀالو ٻنهي ۾ تنب
ڏنو ۽ هو ٻئي جيتامڙا. بنا پاڪارڻ جي.... ها، هنن چون بہ ڪانہ ڪئي.... ڀالي
ائين ٽنبيل هئا، جيئن سيخ ۾ ڪباب پچائڻ لاءِ ڀوتيون ٽنبيل هونديون آهن! ..
اهو سڀ ڪجهہ هن پنهنجي اکين سان ڏٺو: هوءَ بي اعتباريءَ ۾ رڙ بہ ڪري
سگهي، پوءِ جڏهن هن کي اعتبار آيو ۽ هن جي روح مان ريهہ نڪتي، تہ اها ريهہ
هن جي ڇپن ۾ ئي ڇپيائجي ويئي.... ۽ تي لشڪري، بگهڙن وانگر هن کي چنبڙ
پيا.... ڪلندي، ٿمڪ ڏيندي، هن جي بدن تان ڪپڙا زوريءَ لاٿائون، ۽ پوءِ..... هہ
الف ننگي، نئين ويائيل زخمي ماءِ تي.... تنهي ڄڻن پنهنجي مردانگيءَ کي ائي
آزمايو.... جو جڏهن هن کي اسان جي قافلي ۾ آندائون تڏهن رت جا لوڙڙا هن جم
سٿرن، گوڏن ۽ مُرين تي ڪِنا ٿيڻ لڳا هئا، رت هن جي پيرن جي آڱرين جي وٿي
۾ ڄمي ويو هو....! ان وقت کان اڄ ڏينهن تائين هن وري هڪ لفظ بہ نہ ڳالهايو آهہ
۽ مشهور آهي تہ هيءَ گونگي آهي! "

هن ڀيريون ڀيرو اوڇنگار ڏني، پنهنجي پير ۾ ويٺل ان ڪنيز کي ڀاڪر ۾ ڀيڙ
چڏيائين. ۽ ٻنهي جي اوڇنگارن نوريءَ جي دل ۾ نئين سر ڀالا ٽنبي ڇڏيا. هن ک
الائي ڇا ٿيو هن وڌي ٻنهي ڪنيزن کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀريو ۽ هن جا پنهنج
سڏڪا، پنهنجون اوڇنگارون هنن جي اوڇنگارن ۾ مليا، هڪ گڏيل مشترڪ
ماتم بڻجي ويون.

اها رات، هو ڳچ وقت روئنديون، سڏڪنديون، هڏڪنديون رهيون، پوءِ ڪن
هڪ ڳالهہ ڪئي، جنهن ڳالهہ نوريءَ جي دل ۾ نوان ولوڙا وجهي ڇڏيا.

" ڇري، تنهنجي تہ قسمت چڱي آهي جو حضور مرزا صاحب کي ڪنيز
سان وندرڻ جو شوق ڪونهي.... تون نندي آهين، ڪنواري آهين! الله سائين توک

جڏهن تہ فرصت ۾ ويهي ٺاهيو آهي. جيڪڏهن حضور مرزا صاحب پاڻ وندرائڻ جو سوچي ها تہ توهان مهينن جا مهينا خوابگاهہ کان ٻاهر جي روشني ڏسڻ کان سِڪي وڃين ها! "

" تنهنجي ٻي خوشقسمتي اها آهي تہ توکي ٺٽي جي عامل مرزا رستم بيگ کي سوکڙي طور ڏيڻ بدران اهو سوچيو اٿن تہ توکي شهنشاهہ هند جي خدمت ۾ ڪنيز طور موڪليو وڃي. اُتي تہ توهان راج ڪنديءَ راڄ! اها ٻي ڳالهہ آهي تہ تنهنجو حسن ڏسي، ملڪہ هند نورجهان بيگم توکي انارڪليءَ وانگر ڀت ۾ چُڻائي ڇڏي يا شهنشاهہ جي خوابگاهہ ۾ پهچڻ کان اڳ تيزاب سان تنهنجي شڪل ئي بگاڙي ڇڏي.....! "

" پر جيڪڏهن جهانگير جي نظر توتي پئي تہ پوءِ..... ڪهڙي خبر..... توهان هن جي دل جي ملڪہ بڻجي وڃين ۽ ملڪہ هند بہ تي وڃين..... پوءِ اسان ساهيڙين کي نہ وساري ڇڏجانءِ! راڄ راڻيون رعيّت تي نظر وجهڻ وساري ويهنديون آهن، تنهنجي پيڻ! "

نوريءَ ائين پانيو ڄڻ هو هن تي ٺٺوليون پيون ڪن. پر ڪا ڳالهہ هئي، جنهن هن جي هنئين ۾ هڪ وجهي ڇڏيو. ۽ هن سندس وات تي هٿ آڻيندي چيو: " دي اهڙي وائي تہ نہ ڪر! اوڙاهہ ۾ وجهہ راڄ راڻين کي! دعا ڪر تہ الله سائين وڇڙيا ملائي يا موت ڏئي وطن جي مٽي نصيب ڪري!..... مون کي تہ ڪو اهڙو ڏس ڏيو جو ن ڪوٽ مان ڀڄ ڪري اڏامي وڃان، الا، منهنجي ابي جو ڪهڙو حال هوندو؟! انهن ۾ ڇڪ وجهي امان لاءِ سُڏڪندو هوندو..... الائي، آءٌ ياد بہ تہ آهيانس ڪين !، نہ نہ- مونکي ڪيئن وساريو هوندائين..... "

هوءَ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي رهي. هن جي اکين ۾ لڙڪن جي ڪينجهر ڇلڪي پئي هئي. اَبي جي ياد هن کي وري جهوري وڌو. سڏڪا هن جي ڇاتيءَ ۾ پيرون پيدا ڪندا رهيا. ۽ ڪنيزون هن جي هياءَ ۾ مٿل طوفان کي پنهنجي ڇاتيءَ ۾ محسوس ڪرڻ لڳيون. هڪڙي انسان جو ڏک ٻين جي دفن ٿيل عذابن کي بہ جاڳائي وجهندو آهي!

ڪنيز وري ڪيس ڳرانڙي پاتي، ڪا گهڙي هن کي ڇاتيءَ سان لائي، جڻ هن جو درد پنهنجي دل ۾ محسوس ڪندي رهي، پوءِ سندس اٿاهه اونهين اکين ۾ نهارڻ لاءِ، سندس ڪاڏيءَ کي ٻن آڱرين سان مٿي کڻندي، چيائين: ”ڇري متان دل لاٿي اٿئي..... اسان کي پيڻ ڪيو اٿئي ته اسين به توکي پينر تي ڏيکاريندي وسون. تو تان قربان ٿي وينديوسون..... جي ڪو وجهه مليو ته توکي هن بنديخاني مان ڪڍي اسين اهو سمجهنديوسون ته حياتي ثاب پئي! پر توکي به تيسين هن حويليءَ ۾ ڪنيزن وانگر گهارڻو پوندو. متان ڪنهن کي شڪ نه پئجي وڃي..... خانم توکي اميرزادن جي سنڀال سڙي جو حڪم ڏي ته قبول ڪجانءِ..... پوءِ رک الله تي..... ڏٺي مڙئي چڱي ڪندو.“

۽ ائين هوءَ اميرزادن جي ٽهل ٽڪور لاءِ خاص ڪنيز بڻجي ويئي. پر اڃا ٿورائي ڏينهن ٿيا ته خانم هن کي چيو ته شهزادن کي حضور مرزا پاڻ وٽ سڏايو هو ۽ هنن سان گڏجي وڃي. پهرين ته اها ڳالهه ٻڌندي ئي، هن جي پيٽ ۾ ڏيپ ولوڙا وجهي ڇڏيا. هوءَ پراين مڙسالن وٽ ڪيئن ويندي؟ ۽ خبر ناهي ڪير هوندا اُتي؟ ۽ جيڪڏهن هن کي رستم بيگ جي حوالي ڪيائون ته پوءِ.....؟ ان ”پوءِ“ هن جي بدن ۾ نئين ٽڙڪٽي وجهي ڇڏي، هن کي ڪنيزن مرزا رستم بيگ جي خصلتن بابت اهڙيون ڳالهيون ٻڌايون هيون، جو مرزا رستم بيگ جو تصور ئي هن جا وار ڪانڊاري ڇڏيندو هو. پر جي ٿي انڪار ڪري ته پوءِ هن جي هتان بچي نڪرڻ جو به ته آسرو ڪونه هو! اهو سوچي، هوءَ جڏهن ڏوليءَ ۾ اميرزادن سان گڏجي، حويليءَ مان نڪتي، تڏهن هن دل ئي دل ۾ اها دعا گهري ته ”يا الله، تون بيواهن جو واهرو آهين، منهنجي واهر ڪجانءِ!“

جڏهن ڏوليءَ وارن ڏوليءَ کي زمين تي رکيو تڏهن ئي هن کي اوچتو خيال آيو ته مرزا قيصر بيگ پنهنجن پٽن کي اهڙي ويران ڀڙڀانگ جاءِ تي ڪيئن گهرايو هوندو. هوءَ جيسين ان بابت سوچي، تنهن کان اڳ به حبشي، اگهاڙين ترارين سان ڏوليءَ ڏانهن وڌي آيا. ۽ هنن کي لهڻ جو اشارو ڪيائون.

هيٺ لهي وڏي اميرزادي هڪڙي حبشيءَ کي ٽُرشيءَ مان چيو: ”اسان کي هڪدم حضور ابا جان جي خدمت ۾ وٺي هل.....!“

حبشي ڪا گهڙي هن اڙٻنگ اميرزادي کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ لاپرواهيءَ سان يائين: ” ڪنيز! هنن ٻنهي کي اندر وٺي وڃ..... پر ياد رک تہ جيڪڏهن تو يا هنن ورن ڪو گوڙ مچايو تہ مون کي اهڙو حڪم مليل آهي تہ هنن جون سسيون ڌار ڪرڻ ۾ ويرم نہ ڪريان! “

نوريءَ حبشيءَ جي اکين ۾ نهارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اُتي سواءِ خونخوار ٺهڙ جي نهار ڪانسواءِ ڪجهہ نہ هو ۽ هن کي يقين ٿي ويو تہ جيڪڏهن هن جو ں پڇي تہ هوند هينئر ئي هو هنن کي اگهاڙي تلوار جو ٻک ٻڻائي ڇڏي.

هن اشاري سان وڏي اميرزادي کي ماٺ ڪرائي، ۽ کين وٺي اندر آئي. هن کي ڻ تي حيرت هئي تہ هن کي پنهنجي جان جو ڪوبہ ڊپ ڊاءُ ڪونہ هو. پر هن کي ں ابهم ٻارن جي حياتيءَ جو ئي اونو هو. هوءَ تہ سمجهي ويٺي هئي تہ مرزا قيصر گ جي نالي تي، سندن دشمنن هن جي پٽن کي هٿي آندو هو. ڇالاءِ؟ اهو هن جي مجهہ کان ٻاهر هو.



# 11

سنڌ رنگن جو ديس آهي. شايد سنڌ دنيا ۾ اڪيلو ملڪ آهي، جنهن جه
ڌرتي توڙي آسمان ۾ ڪائنات جا سمورا رنگ سمايل آهن. وريام جڏهن تماشا
جو آسمان ۾ نهاريندو هو تہ هن کي ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ تہ انڊلٺ جا سـ
ئي رنگ هن جي اکين ۾ گهرڙندا ٿا وڃن. هن کي اهو حسن ڏسي پنهنجي د
ڦنڊجندي، ويڪري ٿيندي محسوس ٿيندي هئي. سنڌ جي آسمان جيءِ سونهن ءُ
پنهنجي هئي. اهو ساڳيو احساس هن کي فجر مهل پيلي مان ٻاهر نڪرند
محسوس ٿيو هو. سڄ جي اڀرندڙ ترورن ۾ هن آسمان ڏانهن نهاري، وري پنهنجـ
آس پاس نهاريو. هر وڻ جو رنگ پنهنجو هو. هر وڻ جي پنن ۾ رنگ ڄڻ تہ جيئـ
ٿيندا ٿي ويا: ساوا، پِيلا، ڳاڙها پن سڄ جي ترورن ماڻ ڄڻ نوان رنگ ڇٽيندا ٿـ
ويا. ايترا رنگ جو ڪنهن نيروتيءَ جي تصور کان بہ گهڻا هئا. هن کان رهيو
ٿيو اوچتو ڏاترڏني جي ٻانهن ڌونڌاڙيندي چيائين:

" ڏاترڏنا، هي رنگ تہ ڏس! "

ڏاترڏني مٿي نهاريو: هن ان کان اڳ ڪڏهن بہ اهڙو منظر نہ ڏٺو هو. وڻن جـ
پنن مان اولڙا ڪندڙ ترورا هر پن، هر تاريءَ ۾ انڊلٺ جا رنگ جاڳائيندا پئي وءِ
انهن ترورن جي پرئين پر، سڄ جي ٿالهي، پنهنجي گهيري ۾ ڦرموتيءَ وانگر ڦرندءِ
ڄڻ تہ رنگ ولوڙي رهي هئي. هن جي دل ۾ ڪو اهڙو اُڌمو اٿيو جنهن هن جي بدن
سياٽو وجهي ڇڏيو. هن جي اکين ۾ الائجي ڇو پاڻي ڀرجي آيو ۽ انهن لڙڪن جـ
ڏُنڌ مان پنهنجي سنگتيءَ کي ڏسندي چيائين:

" ادل، تو سچو آهين. پر انهن رنگن ۾ آزاديءَ جو رنگ الائي ڪڏهن ڀربو! "

هن جو آواز ڳوڙو ٿي ويو. وريام ڪٽي ڪيس پاڪر وڌو.

” رڪ ڏٺيءَ تي! انهن رنگن ۾ آزاديءَ جو رنگ بہ اوس اپرندو.... سچ اپريو آهي تہ آزادي بہ چاڻ اپري! “

” شل، مون ۾ بہ تو وانگر ويساهہ موٽي اچي، ورِيام! “

ڏاترڏني ڪان سڏڪو نڪري ويو. ورِيام ڪيس پاڻ ڪان ٿورو پرڀرو ڪنديءَ سندس اکين ۾ نهاريندي چيو:

” ڏاترڏنا، سڀيءَ ۾ جيسين ساهہ آهي، تيسين اهو ويساهہ قائم رهندو مري وياسون تہ بہ ان ويساهہ تان صدقي ٿينداسون .... ! “

” سانوڻ ۽ توکي ڏسي تہ مون جهڙي ڪانئر ۾ بہ ويساهہ ساهہ ڪڻڻ ٿو لڳي، ورِيام! پر الائي ڇو.... منهنجي دل ۾ نااُميدي سرجڻ ٿي لڳي..... ڏس نہ: سنڌ تي روز ڪت نئون ظلم ۽ ڏاڍ ٿو ٿئي، پر ماڻهن ۾ ماٺ لڳي پئي آهي. حافظ بلال وٽ تو ماڻهن جو حال ڏٺو: ڳنگ ڏيئي جيئيدان ونڻ لاءِ هرڪو تيار هو! سيني ڪي پنهنجي ڪنڌي ڏاڙيءَ، گهر يا دڪان جو فڪر هو: اٽي لٽي جو فڪر هو: ڪنهن بہ سنڌ جي ڳالهہ ڪانہ ٿي ڪئي. آءٌ تہ ائين ٿو ڀانيان تہ جيڪڏهن مغل ترخانن وانگر ظلم نہ ڪن، ۽ ماڻهن کي سانهن سٽيءَ سان پيٽ گذر ڪمائڻ ڏين تہ هوند سنڌ ڪنهن کي بہ ياد ڪانہ ايندي ....! سنڌي قوم هاڻ اها قوم نہ رهي آهي، جنهن ۾ دولهہ دريا خان جهڙا ماڻهو پيدا ٿين. جيڪي پاڻ سان اهو وچن ڪن تہ جيسين سنڌ آزاد نہ ٿي آهي، تيسين سٽيو گرهہ نہ ڪائبو ٽانوَ ۾ پاڻي نہ پيبو ۽ ڇپلهہ سئين ڪرڻ ڪاڻ بہ ڪٽ تي نہ سُمهبو! “

ڏاترڏني اڳي ڪڏهن بہ انهن ڳالهين جو ڇيد نہ ڪيو هو. پر سانوڻ وٽ هماڻيءَ ڇڻ تہ هن کي جاڳائي وڌو هو!

” ۽ تون پاڻ ڏس تہ سانوڻ ۽ تو جهڙا گهٽا ڇڙا آهن، جيڪي اُٿندي وهندي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ٿا سوچين .....؟ سچي ڳالهہ تہ اها آهي تہ تنهنجي سنگت نہ هجي تہ آءٌ بہ جيڪر، ٻين وانگر ظلم سهي سهي، ” نڏٽڪا گهوڙا، غيباٽا هسوار “ واري ڳالهہ وانگر، ترخان نہ تہ مغلن جي سواريِ قبول ڪريو ويٺو هجان ها! “

ورِيام ڪا گهڙي ماٺ ميٺ ۾ ڏاترڏني سان گڏ هلندو رهيو. پوءِ ڇڻ پنهنجي ماڻ سان ڳالهائيندي چوڻ لڳو:

” ڏاترنا، ائين بہ هرويرو ڪونهي! رڳو اسانجي ٿرَ ۾ باهہ ٻريل ڪانهي. س
جا واهرو جتي ڪٿي دونهين دکايو ويٺا آهن: شورن جو راڄ مغلن کي گنجي تـ
ڪانُ لنگهڻ نٿو ڏئي. اڪبر جي سپهہ سالارن شورن جا سوين ڪونڌر نڌٽ
ڪري تياس تي ٽنگي ڇڏيا. پر شورن پوءِ بہ ڪين لڪ لنگهڻ نہ ڏنا. مٿي سيوه
چانڊڪا، بکر ۾ بہ مغلن توڙي ترخانن کي سنڌي سک سمهڻ ڪونہ ٿا ڏين. دونهي
دکنديءَ دکندي نيٺ وري ڀيڙ ٿينديءَ ۽ اهو ڏينهن پري ڪونهي، جڏهن ترخانن ک
قنڌار ۽ مغلن کي لاهور ۽ آگري جا وڻ ڏسڻ بہ نصيب ڪونہ ٿيندا! ياد رکو
سنڌي شل پنهنجا ويري پاڻ نہ ٿين. باقي آزاديءَ کي، هنن انڊلٺ جي رنگن جيا
اسين پاڻ ڏسنداسون ـ اهو منهنجو ويساهہ آهي! “

ڏاترڏنو ڪا گهڙي، پنهنجي هن يار جي اکين ۾ اُتساهہ ۽ ويساهہ جا
ڏياٽيون ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ڪٽي ڪيس پاڪر وڌائين. ٻنهي مان ڪنهن بہ ڪجهہ
ڪڇيو. ماٺ ميٺ ۾ هلندا رهيا. جڏهن ٺٽي جا وڻ ويجها ڏٺائون، ۽ دريا جي له
جو سانتيڪو سرلو سڏ ٻڌائون، تڏهن ڇڻ تہ سندن پيرن ۾ ساهہ پئجي ويو ۽ اه
هٺيلا پير نئينءَ سنئينءَ پونءَ کي بسم الله چوندا اڳتي وڌڻ لڳا.

اوچتو ڏاترڏني ڪٽي ٻانهن ۾ هٿ وڌس. وريام جا ويچار هن ڪان گهٽو اڳ ٺ
جي سدا ملوڪ گهٽين ۽ چوُنڪن ۾ وڃي ڀٽڪا هئا، سي اُتي ئي ڄمي ويا. هن ر
اکين ۾ سوال آڻي پنهنجي ساٿيءَ کي ڏٺو ۽ چپن ۾ ڪا سرگوشي ڪندي چيائين
” ڏاترنا، خير تہ آهي؟ “

” ادل، سانوڻ جا لفظ ياد ڪر تہ آزاديءَ لاءِ هاڻ رڳو جوش جي نہ، پر هوش ج
ضرورت آهي. مغل، چوُنڪ چوُنڪ تي اسان لاءِ آتا ويٺا هوندا. هنن جي خاب
کي رڳو شٽس پوڻ جي ويرم آهي. ڳجهن وانگر لامارا ڏيئي، اسان جو ماس پ
ڇڏيندا ـ سو ڪو سوچيو اٿيئي؟ “

وريام کي بہ ڇڻ تہ پنهنجي اٻهرائيءَ تي پشيماني ٿيڻ لڳي. پر پوءِ مُرڪ
چيائين: ” مون بہ سڄي وات پئي، انهن لفظن تي سوچيو آهي. رک ڏٽيءَ تي! “

” پر بہ، مون کي بہ تہ ڪجهہ ٻڌاءِ نہ! آءُ اڳي ئي عقل جو اڪابر، متان ڪا اه
حرڪت ڪري وجهان، جو ٻئي ويٺا ڪاٺ ۾ ڇپرون ڳوليون! “

وريام کي بہ کِل اچي ويئي. ڏاتر ڏني ڳالھہ تہ کِل جھڙي ڪئي هئي، پر ان ۾ جيڪو سچ سمايل هو تنھن هن کي هيڪاري ششدر ڪري ڇڏيو.

" ڏاتر ڏنا، ٻڌ تہ ٻڌايانءِ! مون اهو سوچيو آهي تہ ترخان هن وقت مغلن جا ترا ڪيڻ ۾ مصروف آهن. پر خبر ناهي تہ هو ڪٿي ۽ ڪھڙي وقت ڏڪ هڻندا. سو سوچيو اٿم تہ مدرسي ۾ جيڪي ترخان شاگرد پاڻ سان پڙهندا هئا، انهن مان ڪو انت ڪيجي. من ڪا اهڙي ڳالھہ جي سُڌ پئجي وڃي جو جنھن مامري لاءِ نڪتا آهيون، ان جو ڪو سماءُ سانوڻ تائين پھچائي سگھون يا پاڻ ڪو ان جو ٻِلو ڪري وجھون! "

" ڳالھہ تہ بروبر سٺي سوچي اٿئي. پر انھن ترخانن تي ٻيلي پنھنجو تہ ڪو اعتبار ڪونھي. متان، ڪو نئون ڳٽ ڳچيءَ ۾ پئجي وڃي! باقي، تون ڄاڻ : ڏاهو بہ تون، سردار بہ تون، تون اڳيان، آءٌ پويان ..... پر جي پوءِ آءٌ ڪٽي ڪُڙين تي زور رکان تہ مون کي ميار نہ ڏج! " ڏاترڏني ٽھڪ ڏيئي، وٺي ڪڙين تي زور رکيو.

وريام بہ کلندي سندس ڳِڏ ڏِڪندو آيو. پتڻ اُڪري، جڏهن اچي مسجد وٽ پھتا، تڏهن وريام کيس هلڪو اشارو ڏنو. ڏاتر ڏنو ڳھُٽ هڻي، مسجد جي پٺئين پر هليو ويو. وريام پٽڪي جي ڇيهر کي ٿورو موڙو ڏيئي، مسجد جي در مان اندر لنگھي، حجري ۾ اندر ڏوڪيندو آيو.

حجري ۾ مولوي صاحب ڇئن پنجن ٻارن کي دؤر ڪرائي رهيو هو.

" السلام عليڪم يا حضرت مولانا! " وريام خالص ترخانن واري لهجي ۾ چيو.

مولويءَ منھن تي خفگي آڻيندي چيو: " عليڪم السلام، عليڪم السلام..... "

وريام مولويءَ جي اکين ۾ اهڙيءَ طرح نھاريو ڄڻ ڪجھہ چوڻ گھرندو هجي، پر ٻارن جي موجودگيءَ جي ڪري هبڪي رهيو هو. مولويءَ ڪجھہ سوچي ٻارن کي چيو: بس بس، اوهان کي هاڻي موڪل آهي، مون وٽ هي مھمان آيو آهي، باقي سبق وري سياڻي پڙهنداسون ....! "

ٻارن جو موڪل جو ٻڌو سي سٽ ٽپ ڏيئي اُٿيا، ۽ سيپارا رحلن تي ئي ڇڏيو خوشيءَ مان ٽينگ ڏيندا، حجري کان ٻاهر ڀڳا.

مولويءَ وريام ڏي، ڪجهہ شڪي نظرن سان ڏسندي چيو: " ها، هاڻي ٻڌايو تہ اوهين پاڻ ڪير آهيو ۽ مون وٽ ڪهڙي ڪم سان آيا آهيو.....؟ "

وريام ڪجهہ بہ جواب نہ ڏنو. هن ائين ڏيکاءُ ڏني، ڄڻ اڃا تائين دل ئي دل ۾ پئي هنيائين تہ ڳالهہ ڪيڏان يا نہ ڪهڙيءَ ڪهڙيءَ. حجري جي در کان ٻاهر پئي تيڏي اک سان ڏٺائين.

مولويءَ وري چيو: " بي خوف ٿي ڳالهايو. ٻاهر ڪير بہ ڪونهي، ۽ نہ ڪو اچڻو آهي! "

وريام ڪنگهڪار ڪري چيو: " جي، جي! اوهين درست ٿا فرمايو..... پر ڏسو نہ معاملو ٿورو ڳنڀير آهي. يقين ڪي بہ ڪن آهن ..... مون کي پنهنجو تہ ڪو فڪر نہ آهي، پر آءٌ توهان کي ڪنهن تڪليف ۾ وجهڻ نہ ٿو گهران! " ائين چئي هن وري هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. بہ پير پوئتي وڃي، حجري کان ٻاهر نظر وڌائين، ۽ وري موٽي آيو.

" دراصل حضرت، ڳالهہ هيءَ آهي تہ آءٌ سڌو سيوهڻ کان پيو اچان. مون حضور مرزا شاهہ رخ لاءِ ارغون سردارن جو پيغام آندو آهي ..... پر نٿو منهنجو ڏئي ڪونهي، ۽ ٻي ڳالهہ تہ ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جو مغلن کي ڪڙڪ پئجي ويئي تہ پوءِ..... تہ پوءِ..... "

وريام پنهنجي منهن تي ڏيڻ، اُڻ تُڻ ۽ رازداريءَ جا اهڙا ڀاوَ آندا، جو مولويءَ کي جيڪڏهن ڪو شڪ شبهو هو سو بہ ڪافور ٿي ويو.

" ها، جڏهن کان شاهي قيدي غائب ٿيا آهن، تڏهن کان مغل بنهہ چِتا ٿي پيا آهن ..... اسان کي تہ هٿ ڪونہ ٿا لائين پر شڪ اسان ۾ بہ اٿن ..... البت سنڌين سان ويل ڀاري ڏنو اٿن ..... ڪو گهر خالي ڪونہ ڇڏيو اٿن جتان ڪو سنڌي نہ جهليو هجين ..... پائنده بيگ مغلن کي بہ خوش رکندو اچي، ۽ سنڌين کان آنکيون پرائيندو پنهنجو گهر بہ ڀريندو وڃي ..... مغل هن جي ڪوتواليءَ کان خوش آهن جو مغل لشڪرين کي نڪا آهي جهل نہ پل: سنڌين وٽ جيڪو ما چڱو ٿا ڏسن سو ڄڻ پنهنجو مِلڪ سمجهي ڦريندا وتن ..... اڃا ترخانن ۾ هہ

وجهڻ جي همت ڪانہ ٿي ٿئيس، پر اک سيني تي اٿس. آئي وئي ڪي، ڪٿي ڪو ارغون ترخان ڇونہ هجي، چونڪين تي حاضري ضرور پرڻي ٿي پوي.... "

" پلا، شاهي قيدين جي باري ۾ ڪا خبر.....! " وريام ڏاڍي رازداريءَ مان چيو.

مولوي ڪا گهڙي چپ ٿي ويو. پر پوءِ چئي ويٺو: " سچو شڪ سنڌين تي اٿن ..... سو في الحال مڙيوئي خير آهي! "

" يا حضرت، پوءِ تہ اوهان ڪي منهنجي مدد ضرور ڪرڻي پوندي ..... ڏسو نہ، ڳالهہ اصل ۾ اها آهي تہ ..... "

" ها ها چئو! "

" هي پيغام ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان حضور مرزا شاهہ رخ تائين ضرور پهچائڻو آهي تہ مغلن کي ڪنهن خابروءَ خبر ڏني آهي تہ شاهي قيدي ڪٿي آهن، ۽ مغل ڪو قدم کڻڻ وارا آهن.. " وريام اجا ئي رازداريءَ مان اوندهہ ۾ تير اڇلايو.

" ناممڪن .... ناممڪن! خود قيصر بيگ بہ اهڙي حماقت نہ ڪندو..... سندس هئي نالائق ڇوڪرا توڙي سندس سنڌي ڪنيز اسان جي قبضي ۾ آهن، ۽ ڪيس خبر آهي تہ مغلن کي ڪجهہ ٻڌايائين تہ پوءِ انهن جو خير ڪونهي! "

" سو تہ اوهين برابر ٿا چئو پر اسان جا ڪجهہ ماڻهو مغلن جهلي وڌا آهن .... ۽ انهن کان سچي ڪرائڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونهي..... انهيءَ کان اڳ جو ڪو ڦاٽ ڦاٽي، شاهي قيدين کي ۽ خاص طرح .... "

وريام گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويو. سندس چهري تي پريشاني، رازداري ۽ اُبهرائپ جو تاثر اهڙو هو جو ڏاتر ڏنو ڪيس ڏسي ها تہ يا تہ کِل کي روڪي نہ سگهي ها، يا وري هن کي وريام بدران ڪو سچو پچو ارغون ترخان سمجهي ها!

" اوهان جو اشارو حضور مرزا عبدالعليءَ ڏانهن آهي ..... " مولوي بہ هاڻ مڪمل طرح سان هن سان راز ونڊي رهيو هو.

" جي بلڪل ..... ڏسو نہ، حضور مرزا عبدالعلي ئي اسان جو آخري سهارو آهي ..... جيڪڏهن هن کي ڪجهہ ٿي پيو..... شل منهنجي زبان ۾ ڪيئان پون ..... تہ پوءِ..... "

" توهين دل نہ لاهيو..... شاهي قيدين تي ڪنهن پڪيءَ جو بہ پاڇو ڪونہ پوندو ..... ها باقي، احتياط وري بہ لازم آهي .... اوهين پيغام مونکي ڏيو تہ آءٌ مرزا شاهہ رخ تائين پاڻهي پهچائيندس ..... اوهانجو ائين نئي پر داخل ٿيڻ شڪ جو باعث بڻجندو..... "

وريام مولويءَ جي حرفت کي سمجهندي بہ ائين ڏيکائي ڏني جڻ تہ هن کي ڪوبہ شڪ نہ پيو هو.

" انهيءَ ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالهہ ٿيندي جو پيغام بہ حفاظت سان پهچي، ۽ ڪنهن کي شڪ بہ نہ پوي.....! "

۽ پوءِ هن آخري ڏڪو هنيو: " پر يا حضرت، اوهين جيڪڏهن سلطاني ساقي خاني ڏانهن ويندا تہ هيڪاري وڌيڪ شڪ پوندن تہ هڪڙي عالم دين جو ساقي خاني ۾ ڪهڙو ڪم.....! "

هن جي انهيءَ ڏڪي هٿي وچي هنڌ ڪيو. مولوي پنهنجي ڏاڙهيءَ کي مُٺ ۾ وٺندي چيو. " ڳالهہ تہ اوهان سياڻپ واري ڪئي آهي..... مرزا شاهہ رخ جي حويليءَ تي بہ مغلن پنهنجا جاسوس بيهاري ڇڏيا آهن، جيڪي آئي وئي تي نظر رکندا اچن. ٻيا ارغون سردار بہ عتاب هيٺ آهن.....! "

مولوي ڪجهہ وقت خاموش ٿي ويو. هو شايد دل منُ هٿي رهيو هو تہ هن اوپري ترخان سان اهي راز جون ڳالهيون ڪرڻ بہ گهرجن يا نہ. هن کي اُهي زمانا ياد آيا جڏهن ارغونن جي حڪمراني هئي: تڏهن هن جي ڪهڙي نہ پذيرائي ٿيندي هئي. شهر جي سڀ کان وڏي مسجد جو پيش امام هو: سندس شاگرد سمورن اميرن جا صاحبزادا هئا. خود اميرن جون گهر واريون هن کان تعويذ لکائڻ، پاڻي پڙهائڻ ۽ دعائون ڪرائڻ ايندڻون هيون، ۽ هن کي اميرن جي بدعتن ۽ ساقين سان وندر بابت قصا ڪهاڻيون ٻڌائي، پنهنجي عشقن ۽ محبتن جا راز ٻڌائي ويندڻون هيون. پوءِ اهي ئي ڳالهيون، هو خوابن جي تعبير ٻڌائڻ، فال وجهڻ، ڪوُنرو ڦيرائي ساقين، ڪنيزن ۽ خود اميرزادين جي ٻي وفائين جي ڪشف ٿيڻ جهڙن معجزن لاءِ استعمال ڪندو هو. ارغون امير سدائين سندس سلامي هوندا هئا، ۽ وجڻ وقت اشرفين جون ٿيلهيون هن جي حجري ۾ ڇاڻي واڻي وساري ويندا هئا. هن اهو

مشهور ڪري ڇڏيو هو تہ انهن ديني ۽ خير جي ڪمن لاءِ هو ڪوبہ اُجورو قبول نہ ڪندو. فقط فتويٰ ڏيڻ لاءِ ديني معاوضو يعني ادائي اشرفيون هن جو حق هو. اميرزادا جڏهن هن وٽ پڙهڻ ايندا هئا تہ پنهنجي حويلين جا ڪيترا راز ٻاراٽين ڳالهين ۾ هن کي ٻڌائي ويندا هئا، ۽ هو ڪنهن نہ ڪنهن ذريعي سان واسطيدار ماڻهن تائين اهي راز پهچائي، مٿن پنهنجي احسان جي مُهر هڻي ڇڏيندو هو ۽ ائين سمورا امير هن جي اڳيان پويان پيا ڦرندا هئا: ڪي ڊپ کان، ڪي دشمنين پاڙڻ ڪاڻ، تہ ڪي وري سچ پچ هن کي الله جو برگزيدو ٻانهو ۽ ولي الله سمجهي احترام خاطر!

۽ پوءِ جڏهن مغل آيا- نامراد، بدبخت، ملعون- تڏهن پهرين تہ ڪيس هٽائي، هڪڙي مغل مولويءَ کي وڏيءَ مسجد جو پيش امام ڪيائون. ان کان پوءِ هن جو مدرسو بند ڪيائون جيڪو هن جي علم ۽ خبرچار جو سڀ کان وڏو ذريعو هو. ۽ پوءِ هڪڙي رات مغل لشڪري، رات وڳڙي اشرفين سان ڏتيل هن جون صندوقون کڻي هليا ويا- دينا داستي، ڏٺي وائٺي، هن سان مشڪري ڪندي ٺهڪ ڏيندا غائب ٿي ويا. ان ڏينهن کان هن کي مغلن لاءِ شديد نفرت هئي. جيڪي بدعتون ۽ برائيون هو ارغون ترخانن ۾ نظرانداز ڪري ڇڏيندو هو سي مغلن ۾ ڏسي، هن جو ديني جذبو جوش ۾ اچي ويندو هو. اڳي تہ ڪنهن سنڌيءَ کي ڏسندو هو تہ ڊِڪار کان منهن ٻئي پاسي موڙي ڇڏيندو هو. ۽ هاڻ سنڌين کي زوريءَ بيماري کين مغلن جي غيرشرعي حرڪتن کان آگاهہ ڪندو هو ۽ چوندو هو تہ "هي مغل رڳو نالي ۾ مسلمان آهن: ڏسو نہ هنن هندن مان شاديون ڪيون پر ڪنهن بہ راڻيءَ کي مسلمان ڪونہ ٿا ڪن. انهن جو اولاد وري مسلمان ڪيئن چئبو؟ اهي شاديون حرام آهن: اهو اولاد حرام آهي. سنڌ تي هاڻ حرامين جي حڪومت آهي. اسين ارغون ترخان وري بہ مسلمان آهيون؛ سنڌ ۾ رهي سنڌي ٿي ويا آهيون. اوهان ۽ اسين ٻئي مظلوم آهيون، اچو تہ گڏجي هن غير اسلامي حڪومت کي ٽڏا هڻي ختم ڪريون....."

هن کي سنڌين جي رڳو هڪڙي ڳالھ سمجھ ۾ ڪانہ ايندي هئي: سنڌين سان جڏهن بہ هو اهي ڳالهيون ڪندو هو، تڏهن سنڌي ڪِلڻ لڳندا هئا. " بروبر، مولوي صاحب بروبر، پر جيڪڏهن مغلن کي هتان ڪڍون تہ حڪومت ڪير ڪندو؟! " هن جي دل تہ چوندي هئي تہ کين چئي ڏي تہ " بدبختو مغلن حڪومت اسان کان کسي هئي، ان ڪري حڪومت تي حق وري بہ اسان ارغونن ترخانن جو آهي، پر متان سنڌين کي اها ڳالھ ڏکي لڳي، ان ڪري چوندو هو تہ بابا، توهان ۽ اسين، پراڻا سنڌي ۽ نوان سنڌي، هنن ڌارين کي هتان ڪڍون، پوءِ پيا فيصلا ڪنداسون تہ حڪومت ڪير ڪري! " اها ڳالھ ٻڌي، سنڌي هيڪاري وڌيڪ کِلڻ لڳندا هئا، ٺهڪ ڏيڻ لڳندا هئا، ۽ چوندا هئا: " مولوي صاحب، عرب سڳوري ۽ اُٺ واري ڳالھ ٻڌي آٿــوَ.....! "

پر اجا بہ مولوي صاحب سنڌين مان نااميد نہ ٿيو هو. هن سانوڻ ۽ سردار خان جو ڳالهيون ٻڌيون هيون. جيڪڏهن سانوڻ جهڙو سنڌي، ۽ سردار خان جهڙو ترخان همٿ ڪن تہ مغلن کي پڃاڙڻ ڪا وڏي ڳالھ هرگز ڪانہ هئي. ان لاءِ هن پنهنجي ڪن پراڻن ترخان شاگردن کي بہ تيار ڪيو هو تہ هو سنڌي مدرسن جي شاگردن سان ياريون دوستيون رکي، ڪو اهڙو انسئو ناهين جو سنڌين کان بغاوت ڪرائجي، ۽ پوءِ جڏهن سنڌي مغلن کي ڀوڳائي ڪڍن، تڏهن سيوهڻ کان ترخانن جو لشڪر ٺٽي پهچي، امن امان قائم ڪرڻ جي بهاني، حڪومت پنهنجي هٿ ۾ آڻي! مولوي صاحب ارغون ۽ ترخان اميرن کي اهي صلاحون ڏيندو هو ۽ هو بہ ان ڳالھ ۾ هن کان پري ڪونہ هئا!

پر هاڻ تہ خود ارغونن جي تاج جي واليءَ مرزا عبدالعليءَ جي سر جو سوال هو. هن کي اهڙو موقعو وري ڪونہ ملندو تہ پنهنجي قوم جي خيرخواهيءَ ۾ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي، مرزا عبدالعلي ۽ خسروخان چرڪس جي جان بچائي وجهي. هو انهن ٿورن ماڻهن مان هو جن کي مرزا شاھ رخ وٽ عزت ملندي هئي. هن شاھ رخ کي مختلف ڳالهين لاءِ مختلف تعويذ لکي ڏنا هئا. وڏي ڳالھ تہ هن شاھ رخ کي سچن موتين جي معجون جي دبلي پيش ڪئي هئي، ۽ هاڻ شاھ رخ وري ڳيرو ساقين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو هو ۽ هن جي گهر واريءَ ۽ ڪنيزن بہ هن جي صحت ۽

مردانگيءَ جا نوان قصا هن کي ٻڌايا هئا. هن کي خبر هئي تہ شاهہ رخ اجا تائين قيصر بيگ جي پٽن کي رڳو انڪري ڪونہ آزاد ڪيو هو جو سنڌي ڪنيز "نُوري" هن کي پسند اچي ويئي هئي. هو روز سنڌي ڪنيز کي ڏسڻ لاءِ لال حويليءَ ويندو هو ۽ اُتي ئي شاهہ رخ سان هيءَ ڳالهہ ڪرڻ وڌيڪ مناسب هئي. ائين هن کي نہ حويليءَ تي وڃڻو پوندو ۽ نہ ئي سلطاني ساقي خاني جي تهخاني ۾!

ائين پسار ڪندي، مولويءَ وري هڪ ڀيرو هن نوجوان ترخان کي تيڏيءَ اک سان ڏٺو ۽ دل من هٺندي چئي ويئو: "نوجوان ٻڌ! توتي ۽ مون تي ترخان قوم جو وڏو بار آهي، آءٌ توکي پاڻ لال حويليءَ وٺي ٿو هلان: شاهہ رخ جو سمورو وقت اتي ٿو گذري، هڪڙي پاسي هو حضور مرزا عبد العلي ۽ خسرو خان چرڪس تي پاڻ ذاتي طرح نگهبانيءَ جو فرض پيو نڀائي تہ ٻئي طرف قيصر بيگ جي سنڌي ڪنيز هن جي دل تي ڏاڙو هڻي چڪي آهي، اها بہ اُتي ئي آهي. قيصر بيگ جا پٽ ان جي حوالي آهن پر شاهہ رخ کي صحيح رخ ئي نٿي ڏئي، وڏي ڪا بدبخت آهي جو مرزا شاهہ رخ جهڙي امير جي ڪنيز ٿيڻ نٿي گهري. قيصر بيگ ۾ ڇا رکيو آهي؟ پر خيال رکجانءِ، قيصر بيگ جي ڪنيز واري ڳالهہ ڪنهن سان نہ ڪجانءِ ..... پر هڪڙي ڳالهہ وري بہ ڪَن ۾ ٿو ٻڌايانءِ......!"

"يا حضرت، هيءَ ڪهڙي ڳالهہ ٿا ڪريو..... مون کي قسم آهي اوهان جي ڏاڙهي مبارڪ جو جيڪڏهن اوهان وري اهڙي ڳالهہ ڪئي تہ آءٌ هينئر جو هينئر سيوهڻ روانو ٿي ويندس، ۽ پنهنجي ئي خنجر سان پنهنجي زبان ڪپي ڇڏيندس. مون تي اعتماد....." ورِيام کي فارسي تہ ترخانن جهڙي ايندي هئي، پر هن کي اها خبر نہ هئي تہ ترخانن ۾ مغلن وانگر، ٻئي جي ڏاڙهيءَ جو قسم کڻبو آهي يا نہ!

"نہ نہ...... مون کي تو ۾ اعتماد آهي ..... پر احتياط لازم آهي ..... " مولويءَ تہ ان قسم کي پنهنجي عزت افزائي سمجهو هو. "چڱو تون اتي ويهہ تہ آءٌ پنهنجي حويليءَ تان ٿي اچان. چاڻ ڪري ڇڏيان متان ڪا پڇا ڳاڇا ٿئي.... !"

مولويءَ وريام کي ڪَن ۾ ڪجهہ ڳالهيون ٻڌائي، کيس اتي ئي وهاري، هيڏانهن هوڏانهن لوٽا هڻندي، مسجد مان نڪري ويو. گهڙيءَ ڪانپوءِ ڪارڙي تتر جي ٻولي ٻولي، ڏاتر ڏنوحجري ۾ اندر هليو آيو.

وريام هن کي ڪي ڳالهيون تفصيل سان سمجهائيندي چيو: " ڏاترنا, ٻائو ٻلائي ڪج, ٿورو عقل کان ڪم وٺج, مغلن تائين اها ڳالهه هينئر جو هينئر پهچائڻي آهي ته شاهي قيدي مرزا شاهه رخ جي قبضي ۾ آهن, ۽ مرزا قيصر بيگ جا پٽ به ان وٽ آهن, ۽ ترخان مرزا عبد العليءَ جي نالي ۾ خسروخان چرڪس کي حڪومت وٺي ڏيڻ لاءِ وڏي شورش ڪرڻ وارا آهن, ۽ اڄ ٽيهريءَ ڏاري شاهي قيدين کي لال حويليءَ مان ٻئي ڪنهن هنڌ وٺي ويندا ..... "

" پر وريام موں تي ڪير اعتبار ڪندو...... الائجي آءٌ سچو ڪم مرڳو بگاڙي نه ويهي رهان ..... ۽ توکي اڪيلو هنن بگهڙن جي چُرِ ۾ ڳهرڻ آءٌ به ڪونه ڏيندس. آءٌ به توسان ..... "

" ادل منهنجو فڪر نه ڪر...... جيڪڏهن موں کي ڪجهه ٿيو به ته ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي پوندي؟ موں تو جهڙا سنڌي ته روزانو سوين راهه ويندي بي ڏوهيا پيا مارجن. آءٌ ته وري به سنڌ جي ڪنهن ڪم ته ايندس ..... ڏاهو ٿي, هوڏ نه ڪر. اهو منهنجو توسان وچن آهي ته اڪيلو آءٌ به ڪونه مرندس. آءٌ هن مولويءَ کي سڃاڻان ..... فقط هن جي ذريعي ئي آءٌ سانوڻ جي سياست کي ڪارائتو ڪري سگهندس ..... ها ٻڌ, تون مظفر بيگ واري چوري قاسم سان چڱو گهرو آهين, ۽ مظفر بيگ رستم بيگ ۽ مغلن جو سپهه سالار به آهي ۽ اعتبار جوڳو ماڻهو به. ان کي ڪنهن طرح سان نياپو ڏيڻي پڻس تائين اها خبر ڪج ! ..... چڱو هاڻي الله کي پرتين, سنڌ کي پرتين! حياتي هوندي ته ...... "

ڏاتر ڏني ڪٽي وات تي هٿ ڏنس: " تڏهن ته چيم ٿي ته توکي اڪيلو ڪونه ڇڏيندس: پر, موں جهڙي ڪانئر تي ايڏو ڪم رکي, تون مرڳو پاڻ به مارائيندين, ۽ موں کي به آپگهات ڪرائيندين ..... "

" چريو نه ٿي ..... ۽ ها, پنهنجا اٺ ڏهه سنگتي لال حويليءَ جي چوپاسي بيهاري ڇڏجان, متان ڪا اوچتي ضرورت پوي..... پر ڪو اهڙو هتيار نه کڻجو جو ڏٺا ٿي پئو...... پاڻ وارو هتيار خردم پهراڻ جي هيٺان چيلهه سان هجي ته ڀلو..... چڱو هاڻ تون وڃ ..... مولوي ايندو هوندو. تون هوندين ته هن کي شڪ پئجي ويندو...... ڏاهو ٿي ..... چڱو ٻيڙا ئي پار..... ! "

ڏاترڏني جي دل تہ نتي چيو پر وريام ۾ هن کي اُڻ ميو ويساهہ هو ۽ سچ پچ تہ جيڪڏهن لال حويليءَ ۾ پهريدارن سان جهيڙو پيو تہ اسين بہ ڇٽا ڇا ڪري سگهنداسون. ڏاترڏني سوچيو.

هن وريام کي ياڪر ۾ پيڙي، سندس اکين ۾ گهوري چيائين " وريام، متان ابهروتين! سنڌ کي اڃا تنهنجي گهرج آهي! "

ائين چئي، هو ٽڪڙو ٽڪڙو حجري کان نڪري ويو



# 12

پائينده بيگ کي ڪوتوالي ڇا ملي، ڄڻ تہ راڪاس وانگر مٽي تي سِڱ ڄمي پيس. ماڻهن کان رستم بيگ جو نالو ئي وسري ويو. ٺپهريءَ ڪانپوءِ جتي ڪٿي ڪڪڙوڪون لڳي ويندي هئي. ٻن هفتن ۾ حالت اتي پهتي جو ماڻهن ٺٽي جي عملداريءَ مان لڏڻ شروع ڪيو. پر لڏڻ وارا وچن تہ ڪيڏانهن وڃن: اجا اٺ پلاٽي يا ڏڳي گاڏين ۾ پنهنجو سامان سڙو پري نڪرندا هئا تہ مغل لشڪري ڳجهن وانگر لامارا ڏيئي، هڙ ڪٽي ويندا هئن. وڏي ڳالهہ تہ عزت آبروءَ جي هئي. شل نہ ساٽن ڪا جوان جماڻ نينگري هجي: مغل حڪما حڪمي ٻانهن ڪٽي ويندا هئا. لڏي پلاٽي فقط اهي سگهيا، جن پنهنجي لاءِ محافظ بہ مغل رکيا: ڪين اشرفين جون ٿيلهيون ڏيئي جان ۽ عزت آبروءَ جي امان حاصل ٿي ڪيائون. ميمڻ، شيخ، لهاڻا، پٽي ۽ ڀاٽيہ تہ پنهنجا سمورا محلا خالي ڪري ڀڄڻ جي تيارين ۾ هئا، پر سيدن جا پاڙا، جيڪي هونئن ارغونن ترخانن جي ڏينهن ۾ امن امان ۾ رهيا، سي بہ پنهنجي عزيزن قريبن کي نياپا سنيها موڪلڻ لڳا تہ ٻيلي، اسان جو ڪو بلو ڪريو نہ تہ اسين ڄاڻ بنان ڄاڻ اوهان جا مهمان اچي ٿينداسون.

ٺٽي جون مسجدون ۽ مدرسا بہ ويران ٿيندا ويا. ائين ٿي ڀانيو تہ پڪي پڪڻ بہ موڪلائي ويا هئا يا موڪلائڻ تي هئا. گهٽيون پڙپانگ، بازاريون برباد ۽ مڏيون مردار ۽ مسافرخانا مجاورن جا آستانا بڻجي ويا. جيڪڏهن سنڌين سان ويل هو تہ ارغون ترخان بہ سک ڪونہ ٿي ستا. هنن لاءِ ساقي خانن ۽ غلامن جي نيلامن ۾ شامل ٿيڻ تي تيسين منع هئي جيسين ڪنهن مغل امير جي پناهہ ۾ نہ هجن. مغل شهزادن کي لاهور، آگري، دهلي ۽ فتح پور مان دعوتون ڏيئي گهرايو ويو تہ قنڌاري ۽ شيرازي ساقي جيترا سنڌ ۾ سستا آهن، اهڙا خود قنڌار ، هرات ۽ شيراز ۾ بہ نہ هوندا. مغلن جا قافلا ٺٽي تي ڪڙڪڻ لڳا: ڪي خريداريءَ جي شونق ۾، ڪي

ساقي خانن ۽ ڪنيزن جي شهرت ٻڌي آيا ته ڪن کي وري رستم بيگ، تاشي خان، معموري ۽ پائنده بيگ دعوتون ڏيئي گهرائي ورتو ته نٿي جا محلات اوهان جا منتظر آهن. ترخانن ۽ ارغونن جون جاگيرون ۽ زميندارين ڪين مفت تي ڏنائون. مغل شهزادا، اميرزادا ۽ سوداگر پاڻ سان سوين هاري ناري، منشي، ڪاراوا ۽ ڪامورا وٺي آيا. ٿوري وقت ۾ نٽي ۾ ائين ٿي پانيو ته سنڌي ته رڳو اتي ۾ لوڻ وجي رهيا آهن. نٿو سنڌ جو شهر نه پر لاهور يا آگري جو ڪو محلو بڻجي ويو هو. سنڌي ويچارا ته ڊپ کان پاڻ ۾ به سنڌي ڪونه ڳالهائيندا هئا، متان سجاپي پون ۽ مغل لشڪري ڪائن آنکي پرائڻ لاءِ اچي ڪڙڪن. هنن ته پنهنجي پوشاڪ به بدلائي ڇڏي، مغلن وانگر ڪمربند ۽ چست پاجامو پائڻ لڳا. پر ڇا ڪن، سندن سنڌي شڪل شبيهه ته پري کان پڌري ٿي پوندي هئي. ۽ وڏي ڳالهه ته منجهائن اها ڳالهه بلڪل نه وئي ته رستي تي هلندي، مغلن ۽ ترخانن جي ابتڙ، سندن اکيون پنهنجن پيرن ۾ هونديون هيون: هڪ ته متان ڪنهن پرائي زائفان تي نظر ڪجي وجي ۽ ٻيو ته ڪو جيت جيتامڙو پيرن هيٺ اچي چيپاٽجي نه وڃي!

سنڌين جو ڪو اوهي واهي ته هو ڪونه جنهن کي دانهن ڏين. ارغونن ۽ ترخانن ته وري سيوهڻ ۽ قنڌار تائين مرزا غازي بيگ وٽ دانهون ڪوڪون ڪيون ته هنن جو تدارڪ ٿيندو رهندو هو ۽ مغل وري ڪنهن ارغون ترخان محلي ڏانهن رخ ڪونه رکندا هئا. مرزا غازي بيگ جي جهانگير جي دربار ۾ وڏي هلندي پڄندي هئي، مغل رڳو ان کان ٿي ڊنا. هونئن به ارغونن ترخانن ۾ اجا هٿيار بند گهڻا هئا. هنن وٽ محافظ به هئا ۽ پنهنجا لشڪري به. جيڪي جيتوڻيڪ وڙهڻ جو ڍنگ وساري وينا هئا پر تلوار ۽ هٿيار جو سپ نه هو ته به سراپ ضرور هو. مغلن کي به آخر پنهنجي جان پياري هئي، ان ڪري سمورو عتاب سنڌين تي هو. ماٺهو ته ائين به چوڻ لڳا ته سنڌين کان الله سائينءَ به منهن موڙي ڇڏيو هو. اهائي ڳالهه هئي، جنهن ماڻهن کي وري حافظ بلال ڏانهن ڏسڻ تي مجبور ڪيو.

حافظ بلال کي ماڻهن پنهنجو آخري سهارو ٿي سمجهيو. ان لاءِ به سبب هئا: هڪ ته هنن کي اها ڳالهه سمجهڻ لاءِ ٻي ڪا واهه ڪانه ٿي سجهي ته آخر الله سائين بار بار سنڌين جو اهڙو ڏکيو امتحان ڇو ٿو وٺي؟ سنڌي ويچارا ته نه ڪنهن

جي " هنئيءَ ۾ نہ ڪنئيءَ ۾! " سنڌ تہ سدائين رحمت ۽ پيار جي ڌرتي هئي، جنهن انسانن کي تہ ڇا، سمورن جاندارن کي امان ڏني هئي، پناهہ ڏني هئي. سنڌين ۾ تہ ايتريون برائيون ۽ بدعتون بہ ڪونہ هيون: پنهنجيءَ ۾ پورا، گهر ڪان زمين يا ڏنڏي ڏاڙيءَ تائين يا مسجد تائين. دين ڌرم جا ارڪان جيترا سنڌين ٽي ميجيا ۽ واپرايا اوترا شايد ملائڪن کي بہ ياد نہ هوندا. گگدامن تي ڪمل تہ ڪو سنڌين ڪان سکي. آئي جو آڌرياءُ ڪندي ڪندي هنن سنڌ سندن حوالي ڪري ڇڏي. رسول (صلعم ) جي پيروي ڪندي ڪندي جيسين ڪنهن مسافر يا غريب يتيم پاڙيواري کي گرهہ نہ کارائيندا، تيسين پاڻ گرهہ نہ کائيندا. ۽ سنڌ، جنهن تہ نبين ۽ اوتارن جي سرزمين، جنهن تي الله سائين پاڻ مهربان هو: ڇا سندس ماڻهو ڇا سندس پکي پکڻ، ڇا سندس گل ۽ ٻوٽا، ڇا سندس سنڌو ۽ سمنڊ، جنهن تہ الله سائين جنت ٺاهيندي ٺاهيندي، سنڌ خلقي ويئو! پوءِ بہ هن جي ماڻهن سان ايڏو ظلم، ايترو بغداد ڇالاءِ؟ الله سائين مٿن ڇو ڏمريو هو؟ اها ڳالهہ پڇڻ لاءِ هو حافظ بلال جي چانئٺ جا اچي سلامي ٿيندا هئا.

- ۽ حافظ بلال جي اکين ۾ ايڏي ويراني اچي ويئي هئي جيتري سموري سنڌ ۾ بہ ڪانہ هئي. هر هڪ ماڻهوءَ جي روئداد ٻڌي هن کي ائين محسوس ٿيندو هو جڻ تہ اهو سڀ ڪجهہ هن سان، هن جي گهر وارن سان، هن جي پنهنجي ٻاتين سان ٿيو هو ۽ لڙڪ هن جي سُنهاريءَ ۾ منجهي پوندا هئا: ۽ انهن لڙڪن کي لڪائڻ لاءِ هو آسمانن جي هن پار پنهنجي رب پاڪ کي، دل ئي دل ۾، ٻاڏائڻ لڳندو هو: " اي ٻنهي جهانن جا مالڪ، تو جن شين قسم سنهن کنيا آهن، انهن ۾ تو سنڌ جو بہ قسم کنيو آهي: تنهنجي محبوب ۽ سمورن نبين جي سردار کي سنڌ جي هير جي خوشبو معطر ڪري ڇڏيو هو پوءِ بہ سنڌ تي هي ڏمر ڇو؟ هي آپدائون ۽ آفتون ڇو؟ سنڌي ماڻهوڙا ايڏو مجبور ۽ معذور ٿي پيا آهن جو هنن مان تو ۾ يقين لڏي ويو آهي. اي ٻنهي جهانن جا مالڪ، آخر ڇو؟ آخر ڪيستائين؟ "

آسمان هن جي اکين جي لڙڪن جو تاّب نہ جهلي، جڻ تہ لاجواب ٿي ويندا هئا. ۽ ان وقت حافظ بلال جلال ۾ اچي چوندو هو: " مون وٽ ڇو آيا آهيو؟ آءٌ ڪير ٿيندو آهيان، الله جي ڳُجهہ ۾ مداخلت ڪرڻ وارو؟ انهيءَ ساڳئي الله اوهان کي بہ

ھون ڏنيون آھن. انھيءَ ساڳئي الله مغلن لاءِ، ترخانن لاءِ بہ تراريڻ ۽ ڀالن ٺاھڻ لاءِ اڳيو لوھ خلقيو آھي، جيڪو اوھان لاءِ خلقيو اٿس. ترارين ۽ ڀالا ٺاھيو بہ اوھان ، وڪٽو بہ اوھان تا. ھڪڙو ڀيرو اھي پنھنجي حفاظت لاءِ چونہ ٿا استعمال ڪريو؟ "

حافظ بلال جو اھو جلال، اھا ڪاوڙ اھو دليل ماڻھن کي سمجھہ ۾ نہ ايندو ھو. سانوڻ اڪيلو ماڻھو ھو جنھن ھن جي ان جلال، ان ڪاوڙ ۽ ان دليل کي سمجھي تو.

" حافظ ھاڻ موڪل ڏي تہ رت جي راند اسين بہ شروع ڪريون! " سانوڻ حافظ ل جي اکين ۾ نھارڻ ڪانسواءِ چيو. ھن جڏھن اھي ساڳيون ڳالھيون ٻڌيون، ھن ٻيلو ھن لاءِ آڙاھہ ٻڄي ويو فراشين تي ليٽندي ھن کي ائين پاسندو ھو تہ ھو ندن تي ستو پيو ھو ۽ ان باھہ تي چنبو وجھڻ لاءِ، ھو ٻين وانگر حافظ بلال وٽ ي آيو ھو!

" سانوڻ، رت جي راند رڳو الله جي راھہ ۾ جائز آھي. آءُ ڪيئن چوان تہ اوھين ا شروع ڪريو! " حافظ بيوسيءَ مان چيو.

" تہ پوءِ اسان کي ٻڌاءِ تہ الله جي راھہ ڪھڙي آھي، حافظ " سانوڻ کان رھيو نہ و " ڇا الله جي راھہ اھا نہ آھي تہ ٻيوسن ۽ بيواھن ماڻھن تي جيڪو بيداد پيو ي، تنھن کي بند ڪريون. سنڌين جي جان ايتري مستي، ايتري ارزان ٿي وئي ي جو مغل لشڪري وندر خاطر سنڌين کي مارڻ لڳا آھن تہ جيئن سنڌن ترارين لن جي مشق پڪي ٿئي. سنڌين جي مال ملڪيت تي ھو ائين ٿا مِڙي اچن ڄڻ تہ من ۾ سنڌين جو پورھيو ۽ پگھر شامل ئي ڪونھي. سنڌين جي زائفائن کي ھو ين ٿا ڪڻن ڄڻ تہ اھي مال غنيمت جو ڪنيزون آھن؟ سنڌين جي مندرن ۾ مٽن ي تہ ڪٽي ڇڏي ڏيو سنڌين جي مسجدن کي بہ نہ ٿا بخشين- ڇي، جيسين ڪو ل مولوي نماز نہ پڙھائيندو تيسين نماز جائز ڪانھي. سنڌين جي مدرسن کي ان ءِ ٿا بند ڪن تہ اتي سنڌي تي پڙھائي وڃي؟ ڇا الله سائين انھن ڳالھين کي عين لام ۽ سنڌين جي انھيءَ بيوسيءَ کي شرڪ ۽ ڪفر ٿو سمجھي؟...... حافظ مون

هيستائين صبر ڪيو آهي، پر هاڻ مون کان صبر نہ ٿو ٿئي ...... الله ٿو ڄاڻي تہ اڃ
ئي گهڻي دير ٿي ويئي آهي ..... "

سانوڻ جو سمورو بدن پئي ڪنبيو ۽ پهريون ڀيرو حافظ بلال هن جي اکين
اهڙا لڙڪ ڏٺا هئا، جن بنهہ بس نٿي ڪئي. هن جي پنهنجي دل ۾ چڪ پئجي رهـ
هئا. هن کي پنهنجي پاڻ کان، پنهنجي اسلام کان، پنهنجي مدرسي کان، پنهنج
سموري حياتيءَ کان نفرت ٿيڻ لڳي هئي. هن اُتي کٽي سانوڻ کي ڀڪُ وڌو..... ڪ
گهڙي ڀنهي جون دليون، هڪڙي ئي آواز ۾، هڪڙي ئي ڌڪ ۾، ڌڙڪنديون رهيو
۽ پوءِ جڏهن هن سانوڻ کي پاڻ کان ڌار ڪيو تڏهن ڀنهي جون اکيون لڙڪن ج
ڌنڌ کان هڪ ٻئي کي ائين ڏسي رهيون هيون جيئن ڪو ماڻهو پگهل آرسيءَ
پنهنجو منهن ڏسي، منهن پاسي ڪري چڏيندو آهي- ڪنهن اڃاتي ڊپ کا
ڪنهن اڃاتي سمجهہ کان، ڪنهن اوچتي ڄاڻ کان!

۽ پوءِ ان وقت، مدرسي جي صدر دروازي تي ڪڙو ڪڙڪڻ جو آواز ٿيو. جمع
جو ڏينهن هو. مدرسي ۾ موڪل هئي. سواءِ حافظ بلال ۽ سانوڻ جي، ايڏو سا
مدرسو بلڪل خالي هو. سانوڻ جي اچڻ جي اطلاع تي مدرسي جي پهريدار
پنهنجن چئن خاص شاگردن کي، جيڪي وٽس ئي رهندا هئا. تن کي بہ ڪم ڪ
ڏسي، هيڏانهن هوڏانهن موڪلي ڇڏيو هئائين.

" اوهين وهو تہ آءٌ ٿو ڏسان ..... " سانوڻ اُمالڪ اُٿيو.

" نہ سانوڻ، ڪو اوپرو ماڻهو توکي ڏسندو تہ تنهنجي حياتيءَ کي بہ خطرو ٿ
پوندو ۽ مدرسي تي بہ حرف ايندو...... " آخوند بلال جُتي پائيندي چيو.

حافظ بلال دروازو کولڻ کان اڳ، ننڍي تاڪي کولي ٻاهر نهاريو: ٻاهر مغ
لشڪرين جو وڏو هٿياربند جٿو نظر آيس، جنهن جي اڳواڻي خود نئون ڪوتوا
پائنده بيگ ڪري رهيو هو. صورتحال ڏسي هن جي هنئين ۾ هدڪ پئجي ويو.
پهريون ڀيرو هن جي دل ۾ ڊپ ۽ مختلف وسوسن اچي گهيرو ڪيو. هو ڪڏهن
پنهنجي لاءِ نہ ڊنو هو. هن کي اُلڪو رڳو سانوڻ جو هو. سانوڻ جهلجي پيو تہ ڄ
سموري سنڌ جهلجي پئي. هن کي پڪ هئي، تہ هن ڀيري مغل پوري تياري ڪر
آيا هئا. ۽ سموري ڪوٽ جي پٺ ۽ فصيلن کي هنن گهيرو ڪري ورتو هو. پد

پ پڪ ڪنهن مغل يا ترخان جاسوس سانوڻ کي ڏسي ورتو هو نہ تہ خود رستم
بگ کي بہ مدرسي سان هٿ چراند ڪرڻ جي همت نہ ٿئي ها. پر هاڻي ڇا ڪري۔
ىو ايڏو وڏو فيصلو هو جو هن ايترو تڪڙو ڪرڻ نٿي گهريو. دروازو کولڻ جي
منيٰ سانوڻ کي جهلائڻ هو. جيڪڏهن دروازو نہ کوليائين تہ مغل دروازو ڀڃي اندر
خل ٿيندا. ان صورت ۾ بہ هو پاڻ ۽ سانوڻ جهلجي پوندا.

هن پاڻ ظاهر ڪرڻ بنان ڪجهہ قدر آواز بدلائي چيو: "ڪير؟ "

" حافظ دروازو کول: آءٌ آهيان پائنده بيگ، شهر جو ڪوتوال! "

" اوهان کي خبر آهي تہ هن مدرسي ۾ مغلن جي اچڻ جي منع آهي ...... خود
هنشاهہ هند جو پروانو رستم بيگ وٽ آهي ... "

" هوندو پر اڄ آءٌ خود حضور مرزا رستم بيگ جي حڪم تي آيو آهيان. اسان
پ خبر پئي آهي تہ سردار خان جو ٽولو شهر ۾ آيل آهي، ۽ اوهان هن کي پناهہ ڏني
ىي ...... اسين مدرسي جي تلاشي وٺنداسون. "

" آءٌ پروانو ڏسڻ ٿو گهران ..... " حافظ ڪجهہ سوچيندي چيو.

" پهرين دروازو کول تہ پروانو بہ توکي ڏيکاريندس ..... " پائنده بيگ بي
ىبريءَ مان چيو.

" تيسين دروازو نہ کلندو جيسين پروانو نہ ڏيکاريندا ..... "

حافظ بلال تاڪي بند ڪري ڇڏي، ۽ تڪڙو تڪڙو پنهنجي حجري ڏانهن
ڊڻ لڳو. اڃا اڌ پنڌ تي هو تہ هن دروازي کي زوريءَ کولڻ لاءِ لشڪرين جي هلان
ر آواز ٻڌو. دروازو ايڏو وڏو ۽ مضبوط هو جو سواءِ هاٿين جي يا وڏي ٻَنڊ سان ڀڃڻ
پ، ان کي کولڻ محال هو.

حافظ حجري ۾ پهتو تہ حجرو خالي هو. سانوڻ کي روڪڻ هونئن بہ حافظ
ممڪن ٿي سمجهيو پر هن کي رڳو اهو اُلڪو هو تہ سانوڻ ٻاهر صحيح سلامت
ئجي پهچندو يا نہ. هن کي سانوڻ جي همت ۽ جرئت ۾ ايترو ايمان هو تہ مغل
ىئري سانوڻ کي گرفتار ڪرڻ جو خواب خيال بہ نٿي ڪري سگهيا. پر..... نہ نہ
خدا، ائين نہ ڪجانءِ، سانوڻ اسان کي بخشي بچائي ڏي .... !

حافظ بلال سجدي ۾ هو. جڏهن هن وڏي دروازي جي ڦاٽڻ جي آواز ۽ خوفناڪ پڙاڏي ۽ گهوڙن جي هڻڪارن ۽ ٽاپڙ ٽاپڙ جو آواز ٻڌو. پائنده بيگ حجر ۾ داخل ٿيو ته اوڏيءَ مهل به حافظ بلال سجدي ۾ هو. حافظ بلال جي شخصيت ج رعب هن کي اڳتي وڌڻ نه ڏنو. هن جو هٿ خنجر جي مُٺئي تي ئي روڪجي ويو هو اندر ئي اندر حافظ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو رهيو.

جڏهن حافظ سلام ورايو. تڏهن هڪڙي نظر پائنده بيگ تي وڌائين. ۽ ٻي نـ سان هن ٻاهر بيٺل سپاهين کي ڏٺو.

پائنده بيگ، ڪجهه قدر پريشانيءَ مان چيو: " اسان کي اطلاع مليو ته مشه باغي ۽ ڌاڙيل سردار خان اوهان وٽ تڪيل آهي..... "

حافظ ڪو جواب نه ڏنو. هو گهور پائي، پائند بيگ کي ڏسندو رهيو.

" ..... ظاهر آهي ته اسان کي غلط اطلاع مليو هو. ڇاڪاڻ ته اسان مدرسي ج ڪوني ڪوني اُٿلائي وڌي آهي، پر سردار خان هتي ڪونه ٿو ڏسجي. حضور م رستم بيگ جو فرمان آهي ته اوهين مغلن سان تعاون ڪريو ۽ سمورن سنڌين سمجهايو ته هو جتي به هن کي ڏسن. اسان کي ڄاڻ ڪن ته خدا جي خلق تان آ لهي..... ! "

" خدا جي خلق تي آزار مغلن جو آهي يا سردار خان جو. اهو مامرو هڪڙو پاڪ ٿو ڄاڻي. ٻيو اسين شهنشاهه هند کي لکڻ وارا آهيون..... " حافظ بلال ڌير سان چيو.

پائنده بيگ جو هٿ وري خنجر جي مُٺئي ڦٻي ويو. جيڪڏهن رستم بيگ کي حافظ بلال تي هٿ کڻڻ کان منع نه ڪئي هجي ها ته هو ان کان گهڻو اڳ خن حافظ بلال جي ڇاتيءَ ۾ تنبي ڏئي ها. البت هن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي آئي هن ماڻهوءَ ۾ ڪهڙي ڳالهه هئي جو هن سان ڳالهائڻ وقت. هن جي پنهنجي ز هٻڪڻ تي لڳي.

" في الحال اوهان کي اسان سان هلڻو پوندو. اهوئي شاهي فرمان آهي. او جو فيصلو حضور مرزا رستم بيگ جن ڪرڻ پسند فرمايو آهي...... "

" ۽ جيڪڏهن آءُ نه هلان ته..... " حافظ بلال وري به ڌيرج سان چيو.

" تہ پوءِ اسان کي اهو حڪم آهي تہ اوهان کي گرفتار ڪري حضور مرزا صاحب جن وٽ پيش ڪريون ..... ! "

" تہ پوءِ ڪريو مونکي گرفتار ڇاڪاڻ تہ آءٌ اوهان سان هلڻ لاءِ بلڪل تيار نہ آهيان .. ! "

پائنده بيگ منجهي پيو. هن جو حڪم بلڪل واضح هو تہ حافظ بلال کي ڪجهہ ٿيو تہ پائنده بيگ ذاتي طرح ان لاءِ جوابدار هوندو. هن سنڌيءَ کان مغل ايترو ڇو ٿا ڊڄن، اها ڳالهہ اڃا تائين هو سمجهي نہ سگهيو هو. آءٌ تاشي خان سان ضرور ڳالهائيندس تہ آخر هو شهنشاهہ هند کي اصل حقيقتن کان واقف ڇونہ ٿو ڪري تہ مغل شهنشاهت کي ترخانن ۽ ارغونن کان نہ پر اصل خطرو حافظ بلال جهڙن سنڌين کان آهي، جن جو سمورو وجود مغلن لاءِ نفرت جو اعلان ڪندو ٿو رهي، جن جي اکين ۾ سمورن ڌارين لاءِ ڌڪار کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي، جن جي لفظ لفظ ۾ ڌارين لاءِ وِج جا شعلا ۽ باهہ جا پيڙ پوشيده آهن!

لاچار ٿي هن سپاهين کي آواز ڏنو: " حافظ صاحب کي عزت سان شاهي مهمانخاني وٺي هلو. پر ڏسو ڪيس ڪجهہ ٿيو تہ اوهان جي سرن جو خير ڪونهي.. ! "

سپاهي هي حڪم ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويا. هڪڙي سنڌيءَ کي گرفتار ڪرڻ ۾ ايترو احتياط هنن جي خواب خيال ۾ ئي ڪونہ هو. سنڌين کي تہ هو ڪتن ٻلن وانگر گهلي يا گهوڙن جي پڇن ۾ ٻڌي ڪاهي وڃڻ جا عادي هئا، ۽ جيڪڏهن ڪو سنڌي گهلجڻ يا ڪاهجڻ کان بچي ويندو هو تہ هن جي بدن جي اهڙي حالت هوندي هئي جو هو ٻاڏائي چوندو هو تہ يا الله، مون کي موت ڏي تہ هن عذاب کان نجات ملي!

هو بہ دل من هٺندي اڳتي وڌيا، ۽ جيئن تيئن ڪري، حافظ کي ڪنيي ڪٽي ورتائون ۽ اچي ڪيس گهوڙي تي چاڙهيائون. حافظ مدرسي جي حالت ڏسي سمجهي ويو تہ دروازي کي پيڃڻ جا انتظام اڳي ئي ڪري آيا هئا. پڳل دروازي سان گڏ رسن سان ٻڌل بنڊ بہ اتي ئي پيو هو ۽ ويهارو کن سپاهي هڪڙو ٻيو بنڊ رسين جي ڇيڙن سان ڪنيو بيٺا هئا .....



# 13

ننڍي ۾ لال حويليءَ لاءِ مشهور هو تہ ان ۾ جنن ڀوتن جو واسو آهي. سندس وڏي دروازي تي هميشہ هڪ شاهي قلف چڙهيل نظر ايندو هو جيڪو ايترو ڪٽجي ويو هو جو هر ڪو ائين ڀائيندو هو تہ ان کي ڪنهن ورهين تائين ڪونہ کوليو هو. ان جي ٻہ ماڙ جاءِ جون در دريون بہ ڪنهن ڪڏهن کليل ڪونہ ڏٺيون هيون. رات جو اڪثر چٻرن ۽ چمڙن جون چيٽون ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. فقط ان جي مٿئين برج ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪا شمع ٻريل نظر ايندي هئي، ۽ ائين ڀائنبو هو ڄڻ تہ ڪو ماڻهو شمع جي روشنيءَ ۾ سڄي شهر کي جاچي تپاسي رهيو هو. حويليءَ ۾ اوڙي پاڙي مان ماڻهو پنهنجا گهر ڇڏي لڏي ويا هئا. البت ماڻهن ۾ اهو مشهور هو تہ مرزا باقي اڪثر رات جو ان حويليءَ ۾ پنهنجي ٻن خواجہ سرائن سان گڏجي ايندو هو ۽ پوءِ سموري رات ان حويليءَ مان ڪنهن زائفان جي رڙين ۽ ڪيڪن جا پڙاڏا ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. ماڻهن ۾ اها ڳالهہ مشهور هئي تہ مرزا باقيءَ جي ماءُ اتي قيد ٿيل هئي، جنهن کان خزاني جو ڏس پڇڻ لاءِ مرزا باقي تتل سيخن سان ڏنڀ ڏيندو هو ۽ اهي ڪيڪون هن جي ماءُ جون هيون.

هڪڙي ڀيري وڏي مدرسي جا ٻہ شاگرد هوڙهيائي ڪري حويليءَ ۾ ٽپي پيا. پر جڏهن واپس موٽيا تہ هنن تي ڄڻ ماٺ جي مُهر لڳي ويئي. نہ ڪنهن کي سڃاتائون ٿي، نہ ڪنهن سان ڳالهايائون ٿي. رڳو ڪنڌ ڌوڻ لڳي پئي هئن ۽ آخرڪار چريا ٿي پيا. ان واقعي کان پوءِ وري ڪنهن کي ان حويليءَ ۾ وڃڻ جي همت نہ ٿي هئي. مغل تہ اڳي ئي ويساهہ ويسوڙا هئا. تن جو اهي ڳالهيون ٻڌيون تہ اتان لنگهڻ ئي ڇڏي ڏنائون.

وريام جڏهن مولويءَ سان گڏ حويليءَ جي ويجهو پهتو تڏهن گهڙيءَ لاءِ حويليءَ بابت سموريون ڪٿائون اکين اڳيان تري آيس. ۽ هن جي دل بہ ڪنهن

ڇاتي ڊپ کان ڪنبڻ لڳي. پر مولوي هن کي حويليءَ جي بدران, ان جي پرسان ٻوڏين جي ڦٽل ٿل ڀر وٺي آيو. هيڏانهن هوڏانهن نهاري مولويءَ هن کي ٿل ڀر اندر لهڻ جو اشارو ڪيو. وريام ان ٿل ڀر پنهنجي سنگتين سان ڪنئين ڀيرا آيو هو. هو اڪثر اتي لڪ لڪوٽي راند ڪندا هئا. اندر ٿل ڀر ايترين ڏاڪڻين هيون جو هڪڙي هڪڙي ڏاڪڻ مان ٽي ٽي ڏاڪڻيون ڦٽي ٿي نڪتيون. اندر هڪ ٻئي مٿان ٽي طبق هئا, جن مان هر طبق تي پوري وچ تي ٻڌ جو شاهي بت هو جنهن جي پٿر تي ڪنهن پراڻي ٻوليءَ جا لفظ اُڪريل هئا. اهي ڏاڪڻيون ان بت جي ڪنهن نہ ڪنهن عضوي ڀر اچي ٿي پوريون ٿيون. بت جي اکين وٽ جيڪي ڏاڪڻيون ٿي کُٽيون, اتان هو پنهنجي ساٿين کي ڏسي سگهندا هئا, پر هيٺيان ساٿي هنن کي ڏسي نہ سگهندا هئا.

مولوي مٿئين طبق تي وڃڻ بدران, هيٺئين طبق ڀر لهي پيو جتي بنان سِسيءَ جي هڪڙو بت هوندو هو ۽ ڇوڪرا ان بت ڀر اندر منهن ڪري سيٽيون وڄائيندا هئا تہ سموري ٿل ڀر ڪجھ وقت تائين اهي سيٽيون ٻڌڻ ڀر ايندڙيون هيون. مولوي انهيءَ بت جي اڳيان بيهي هڪڙي لوهي ڪِلَ کي ڪجھ ڦيرا ڏنا تہ بت جي پيٽ وٽان هڪڙو وڏو پٿر هٽي ويو. مولوي هن کي اشارو ڪري هيٺ لهڻ لڳو. هو بہ مولويءَ جي پويان هليو آيو. هيٺ لهڻ لاءِ هڪ بنھ سوڙهي ڏاڪڻ هئي. جڏهن وريام اندر آيو تہ مولوي وري بہ پٽ ڀر لڳل هڪ ڪل بہ ٽي ڦيرا ڏنا تہ لنگھ بند ٿي ويو. وريام کي حيرت ان ڳالھ تي هئي تہ لنگھ بند ٿيڻ جي باوجود هن تهخاني ڀر چڱي روشني هئي. ڏاڪڻ ايتري ڊگهي هئي جو ڄڻ تہ ڪٿي ئي ڪانہ هئي. ”حق تي مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس کي مغل ڳولي نہ سگهيا هئا!“ وريام سوچيو.

ڏاڪڻ هڪ گول ڪوٺيءَ ڀر اچي ختم ٿي. اُتي پهچي مولوي, هڪڙي پٽ تي ٺڪ ٺڪ ڪئي تہ پٽ مان هڪڙي تاڪي کلي پئي, جنهن مان هڪ خونخوار حبشيءَ جي سسي صاف نظر آئي. مولويءَ هن کي ٽڪڙو ٽڪڙو ڪجھ چيو تہ هن هڪدم تاڪي بند ڪري ڇڏي, ۽ گهڙيءَ کان پوءِ هڪ شاهي پٿر پنهنجي جاءِ تان هٽي ويو. مولوي هن کي اڳيان وڌڻ جو اشارو ڏنو. هيءَ هڪ ڊگهي سرنگھ هئي, جنهن ڀر ٿوري ٿوري فاصلي کانپوءِ هڪڙو پاڏي جهڙو خواجہ سرا اگهاڙي ترار

سان بيٺل نظر آيو. وريام کي هاڻ پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي. هتان جيئر
بچي نڪرڻ بنهه اڻ ٿيڻي هئي. هيءَ هن پنهنجي پاڻ کي دشمن جي هٿن ۾ ڏيئي
ڇڏڻ جي ڪمڙي ڳِهيلپ ڪئي هئي. هتي ته هن جا سنگتي ساٿي ته ڇا مغل
شهنشاهت جا سمورا لشڪر به هن کي ڳولين ته به هو ڪانئن ڪونه لڀي سگهندو
هن کي ڏاتر ڏني جا لفظ ياد آيا: " وريام متان ابهرو ٿين: سنڌ کي تنهنجي گهرج
آهي! "

جڏهن سرنگهه پوري ٿي، تڏهن وريام ڏٺو ته هو هڪڙي اهڙي ڪوٺيءَ ۾ پهتا
جيڪا زمين جي مٿان هئي، ۽ لوهي سيخن جي دريءَ مان ٻاهر نظر پوڻ تي ه
سمجهي ويو ته هو لال حويليءَ جي عمارت جي پوئين حصي ۾ هئا. ان ڪوٺيءَ ۾ ٻ
ديو جهڙو خواجه سرا اگهاڙي ترار سان ڪنهن اشاري جو منتظر هو. ان خواجه سر
مولويءَ کي سڃاڻي ورتو ۽ هٿ سيني تي رکي حڪم ملڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

" اسان کي سڌو حضور مرزا شاهه رخ وٽ وٺي هل! اسين تڪڙا آهيون! "

" جيڪو حڪم آقا! "

هو هنن کي ڪئين ڪوٺيون اُڪري، هڪ وڏي سينگاريل ڪمري ۾ وٺي آيو

" اوهين وهو ته آءٌ حضور مرزا صاحب کي ڄاڻ ڪري ٿو اچان. حضور جر
پنهنجي خاص ڪمري ۾ آرام ۾ مصروف آهن! " حبشيءَ سر نمائي چيو.

ٿوري دير ڪانپوءِ، هو موٽي آيو ۽ کين پاڻ سان اچڻ جو اشارو ڏنائين. وريا
جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيو تڏهن هن کي ڄڻ پنهنجي اکين تي اعتبار ئي نه آيو
هي ڪمرو يقيناً ڪنهن بادشاهه جي آرام گاهه هو. چوڌاري اطلس ۽ ڪمخواب
جا خوبصورت پردا ٽنگيل هئا. سامهون ئي هڪ شاهي پلنگ هو جنهن تہ
ريشمي جهالرن سان سينگاريل ڪمخواب جي چادر ۽ وهاڻا هئا. زمين تہ
جيڪي قالين ۽ غاليچا وڇايل هئا، انئين تي معلوم ٿيو ته هن ئي وقت ڪاريگ
انهن کي ٺاهي، پنهنجي فن جو انعام حاصل ڪري ويا هئا. ڪمري جي هڪڙ
طرف هڪ گول ميز تي بلوري صراحين ۾ مختلف قسمن جون انگوريون سجاي
هيون ۽ انهن جي اڳيان سونا گلاس هڪڙي قطار ۾ رکيا هئا. ان ميز جي ئي ويجه
هڪ اطلسي طول وهاڻي تي، هڪ ڳيرو جوان ڪنهن ساز جي تارن سان کيڏ

رهيو هو ۽ ان کان ٿورو ئي پرپرو ڊينڊي قد جو هڪ ٿلهو بد زيبو ماڻهو هڪ ريشمي پٽراٽيءَ تي طول وهاڻي تي ٽيڪ ڏيئي، اڌ ليٽيو پيو هو.

" يا مولانا، اچو اچو...... معاف ڪجو جو اوهان کي هتي ئي سڏائي ورتو اٿم! دراصل اڄ اسين ڏاڍو ٿڪجي پيا آهيون! "

مولويءَ هڪڙي نظر ساقيءَ تي وڌي، جنهن ساز هڪ طرف رکي ڇڏيو هو.

" مون کي خبر آهي ته اوهين ساقين کي ناپسند فرمايو ٿا ..... پر هي ساقي بلڪل بي ضرر آهي..... اسين هن کان فقط سندس راڳ ٻڌندا آهيون! "

" پر اوهان سان جيڪي ڪجهه ڳالهائڻو آهي، ان ۾ هن جي موجودگي بي ضرر نه ٿيندي! "

مرزا شاهه رخ اُٿيو ٿي ويو ۽ اشاري سان ساقيءَ کي ٻاهر وڃڻ جو چئي، سڏو ٿي ويٺو.

" هي نوجوان ڪير آهي .... ؟ " مرزا شاهه رخ اهڙي ڏيکائي ڏني، ڄڻ وريام کي پهريون ڀيرو ڏٺو هو.

" هن غلام اوهان جي لاءِ سيوهڻ کان هڪ پيغام آندو آهي ..... " وريام پنهنجي بهترين فارسيءَ ۾ ڪنڌ نمائي چيو.

" چئو..... اسان کي مولوي صاحب کان ڪابه پرديداري ڪانهي. " شاهه رخ ٿورو ڀهرو ٿي چيو.

" مون به حضرت مولانا کي، جيترو ضروري هو آگاهه ڪري ڇڏيو آهي، پر مولوي صاحب کي مملڪت جي مسئلن کان ٻاهر رکجي ته ڇڱو: آخر مغل به حضرت مولانا تي اعتماد ڪن ٿا ..... "

مولويءَ کي وريام جي ڳالهه ايتري پسند آئي، جو مرزا شاهه رخ ڪجهه چوي، تنهن کان اڳ هن چئي ڏنو: " نوجوان درست ٿو چوي، مون ته رڳو حضور مرزا عبدالعليءَ جي جان جي حفاظت خاطر هي جوکم کنيو آهي، نه ته منهنجو سياست ۾ ڇا وڃي ..... آءٌ مغلن جو اعتماد قائم رکي پنهنجي قوم جي وڏيڪ ڪارائتي خدمت ڪري سگهان ٿو! "

ائين چئي مولوي اٿي بيٺو. مرزا عبدالعليءَ طرف اشارو ڪندي، شاهه رخ بہ اُٿيو ٿي ويو.

” چڱو ڀلا، في امان الله! .....ها، پر مولوي صاحب، اوهان جي نئين معجون جي اسان کي اڃا بہ ضرورت آهي ..... ۽ اوهان کي بہ محافظ گڏ ڏيو ٿو ڏيان، جيڪي اوهان کي مسجد تائين پهچائي ايندا ..... “

” نہ نہ، ان جي ڪا ضرورت ڪانهي. ائين تہ پاڻ مغلن کي وڏيڪ شڪ پوندو..... ۽ پاڻ هليو ويندس ..... ۽ توهان جي معجون بہ ڪنهن وقت ڏئي ويندس ..... رڳو جڏهن الله تعاليٰ اوهان کي ڪامياب ڪري، اسان ديني عالمن کي نہ وساري ڇڏجو..... “

” هي ڪهڙيون ٿا ڳالهيون ڪريو مولانا! ڇا اڳي توهان کي گهٽ اهميت ۽ عزت ڏني اٿئون؟ بس، اسان لاءِ دعا بہ ڪندا رهجو تہ هنن مردود مغلن مان جند آزاد ڪرائي، حق حقدار تائين پهچايون..... ! “

” بيشڪ بيشڪ ..... ! “ ائين چئي مولوي ٻاهر هليو ويو.

” ها نوجوان، تو ڪهڙو پيغام آندو آهي؟ ۽ تون آهين ڪير؟ “ شاهه رخ ٻه وري بہ رعونت موٽي آئي.

” منهنجو نالو وريام آهي. اوهان کي رڳو اهو اطلاع پهچائڻو آهي تہ مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس ۽ ٻين شاهي قيدين کي هٿ ڪرڻ لاءِ مغل لشڪر، مظفر بيگ جي سربراهيءَ ۾، هن حويليءَ تي حملو ڪرڻ وارو آهي. سو جيترو جلد هتان نڪري وڃو اوترو چڱو! “ وريام اهڙي انداز سان اهي لفظ چيا، جو شاهه رخ جي منهن تان هڪڙو رنگ ٿي آيو ٻيو ٿي ويو. هن جا نشا ئي ڪافور ٿي ويا. هو اُٿي بيهي رهيو ۽ پوءِ اُتي ئي اچ وڃ ڪرڻ لڳو. سندس هڪڙو هٿ پنهنجي نڪ کي سهسائيندو رهيو.

وريام هن کي چڱي طرح ڄاڃي ڏٺو. قد جو ايترو ننڍو ماٺو ترخانن ۾ گهٽ هوندو. پر هن ٻڌو هو تہ خود ترخان هن کان بي انتها ڊڄندا هئا، ۽ چوندا هئا تہ هو جيترو زمين جي مٿان آهي، ان کان ٻيڻو زمين جي اندر آهي. سندس حرفت، جرئت ۽ سنگدلي سمورن ترخان سردارن کان سوائي هئي. ڪنهن جو دشمن ٿيو تہ ان جو

سمورو جڻ پڇو ڪمائي ڇڏيندو. هن ۾ گهڻيون خصلتون مرزا باقيءَ واريون هيون، ۽ هي بہ اهي ئي نسخا آزمائيندو هو جيڪي مرزا باقي واپرائيندو هو. زائفائن جي ستڻن ۾ ٻليون وجهائڻ، ٻن هاٿين جي پڇن ۾ ماڻهن کي ٻڌائي، چيرائڻ، اکين ۾ ڳاڙهيون تتل سرائيون وجهائڻ هن لاءِ عام رواجي ڳالهہ هئي. سمورن ساقي خانن ۾ تهخانا ٺهرائي، ساقين جي بهاني اميرن کي اُتي گهرائي ذليل ڪرائڻ هن جو خاص ڪرتب هو. ساقين ۽ ڪنيزن جا نيلام بہ هن جي اختيار هيٺ ٿيندا هئا. ۽ ساقي خانن جي نگران ماڻهن ۾ هن جا خابرو هن تائين هر ڳالهہ پهچائي ويندا هئا. خود اميرن جي گهرن ۾ ڪي خواجہ سرا ۽ ڪنيزون هن جي اڱوٺي هيٺ هوندا هئا. جتان هن کي آئي وئي جي پئي خبر پوندي هئي.

اوچتو هو بيهي رهيو ۽ وڏي وريام تائين آيو. ڪا گهڙي هن کي گهوريندو رهيو. وريام ايتريون خونخوار اکيون گهٽ ڏٺيون هيون جن جي ڏورن ۾ ئي موت نظر ايندو هو. پر وريام اڏول ٿي بيٺو رهيو.

" پر توکي ڪٿان خبر پئي، ۽ سنڌين کي اسان سان ڪهڙي همدردي آهي جو هيءَ چتاءُ اسان کي موڪليو اٿن! " مرزا شاهہ رخ اهي لفظ ائين چيا ، ڄڻ پنهنجي پاڻ سان ٿي ڳالهايائين.

" سوال ڏاڍو معقول آهي ..... آءٌ ان جا ڪيترائي جواب ڏيئي سگهان ٿو. سنڌين سان اوهان پنهنجي وقت ۾ جيڪي ڪلور ڪيا آهن، انهن کي ياد ڪري، آءٌ خود اهو ٿو سوچيان تہ آخر اوهان سان ڀلائيءَ جو پيرُ ڇو پِريون؟ سنڌين کي اڃا تائين مرزاباقيءَ جا ظلم چڱي طرح ياد آهن ..... "

" پنهنجي زبان بند رک، بد زبان ڪتا! حضور مرزا باقيءَ جو نالو وٺڻ کان اڳ زبان کي عطر ۽ گلاب سان ڌوئڻ لازم آهي ..... " شاهہ رخ رڙ ڪندي چيو.

وريام سڌو ڪوبہ جواب نہ ڏنو. هو هلي هڪ اطلسي موڙي تي ويهي رهيو. هن ڄاڻي واڻي شاهہ رخ ڏانهن پٺ ڏيئي موڙي ڏانهن رخ رکيو هو تہ جيئن شاهہ رخ هن تي ڪو وار ڪري. پر شاهہ رخ وڏو سياستدان بہ هو. هن کي وقت جي نوعيت ۽ اهميت کان پنهنجو جلال گهٽ پيارو هو.

" خير. توهين پلي پنهنجي زبان کي عطر ۽ گلاب سان ڌوئي. پوءِ مرزا باقيءَ جو نالو کڻو پر سنڌين ۾ جيڪڏهن هڪڙو به سنڌي جئرو هوندو ته شاهه بيگ يا مرزا باقيءَ جو نالو جڏهن به زبان تي آڻيندو ته هن کي هڪدم ڪنهن مروان مرونءَ جو خيال ايندو آهي. جيڪو ڇتو ٿي نه رڳو ماڻهن کي ڇڪيندو آهي، پر پنهنجي پاڻ کي به ڇڪ پائيندو آهي. سنڌين لاءِ سمورا ڏاريان ۽ اوپرا غاصب. جيڪي صدين کان مرونءَ ۽ بگهڙ وانگر سنڌ جو ماس ڇڪيندا، چيريندا، ڦاڙيندا، سنڌن رت پيئندا رهيا آهن. سي مرون ئي سڏبا ايندا .....! " وريام به هاڻ پاڻ کي جهلي نه سگهيو.

" بس ڪر گستاخ ڇوڪرا! تنهنجي جوانيءَ تي رحم ٿو اچي نه ته هينئر جو هينئر تنهنجي زبان نڙيءَ مان پٽي پنهنجي ڪتن کي کارائيندس! " شاهه رخ وڦلڻ لڳو. هن کي پنهنجي سياست به وسري ويئي.

" سنڌين جون زبانون مرزا باقيءَ به پٽي ڪتن کي کارائيون. سو تون به آخر ان جو اولاد آهين .....! " وريام ڪاوڙ ۾ ڇڙي ويٺو. پر پوءِ پاڻ تي ملامت ڪرڻ لڳو ته مرڳو اصل ڳالهه ٿي خراب ٿئي. پر هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو......

اوڏي مهل شاهه رخ زور سان تاڙي وڄائي. گهڙي ڪانه گذري ته هڪڙو پربت جيڏو حبشي خواجه سرا اندر ڏوڪيندو آيو. هن شاهه رخ کي بيٺل ۽ وريام کي موڙي تي ويٺل ڏٺو ته منجهي پيو.

وريام هن ديو کي ڏٺو ته گهڙيءَ لاءِ هيسجي ويو. هن کي پنهنجي يار ڏاتر ڏني جا لفظ ياد آيا: " وريام. ابهرو نه ٿجانءِ .....! " پر هاڻ ته تير ڪمان مان ڇٽي چڪو هو. يا ابهرائي تنهنجو آسرو! هن پنهنجي ڪمربند مان خنجر ڪڍي، نشانو ٽوئي ڪري اڇل ڏني. خنجر حبشيءَ جي نڙگهٽ ۾ ڳن تائين کپي ويو ۽ هاٿيءَ جيان رنڀ ڪري، هن ٻئي هٿ ڪٺي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌا. پر خنجر هن جي شاهه رڳ کپي ويو هو ۽ هو ڪنهن ٻهنڊڙ پٽ جيان منهن پر ڌمڪو ڪري اچي شاهه رخ جي پيرن وٽ ڪريو. اهو سڀڪجهه ايترو تڪڙو ٿيو جو شاهه رخ جا اوسان به خطا ٿي ويا.

وريام جي دل بہ زور زور پاسراٽين ۾ ڏتونڊي رهي. پر هاڻ وقت نہ هو. هن الڪ ٽپ ڏيئي، شاهہ رخ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهن ورائي، سندس پٺ ۾ چيلهہ وٽ گوڏو بئي، پوئتي سٽ ڏني، شاهہ رخ سڌو بيٺو ٿي ويو ۽ وريام جي ڪوڙڪي ۾ ڪير يان ڦٿڪڻ لڳو. سندس ناسن مان ساهہ ائين ٿي ڪڇيو ڄڻ تمام وڏي ڊوڙ پائي بو هو.

” اسين اوهان ترخانن جهڙا ڪميڻا ڪونہ آهيون جو بي گناهہ ڪنهن تي ٿ ڪٽون، ۽ احسان جو بدلو ڪميڻپ سان ڏيون. آءٌ جي چاهيان تہ هينئر جو ينئر تنهنجو مٽڪو ڀڃي، تنهنجو لاش تو وارن ڪتن کي کارائي ڇڏيان ..... هاڻ ڏ ڪر نہ پنهنجن پالتو ڪتن کي تہ تنهنجي جان بخشي ڪرائين ..... سنڌ تان غلن جو ڏرت هٽائڻ نہ هجي تہ هوند اوهان سمورن ترخانن کي قنڌار پهچائي ڏيون! “

ائين چئي هن شاهہ رخ کي اڳيان اُڇل ڏني. شاهہ رخ دانهن ڪري وڃي منهن ڪريو. ڪجھ وقت هو اُتي هانبارو هٽندو رهيو. پوءِ سڌو ٿي، وريام کي ڏسندو هيو. اُتان اُٿي ڪنجهندو اچي هڪڙي موڙي تي ويهي رهيو. سندس اکين ۾ رت ڙي آيو هو جنهن ڪيس وڏيڪ خونخوار بڻائي ڇڏيو هو. هو اهو سوچي رهيو هو تہ و پنهنجي پهريدارن کي سڏي، پر هن وقت هن کي پنهنجي جان جو خطرو سُجهي هيو هو تہ جيڪڏهن هن اهڙي ڪا حرڪت ڪئي، جنهن مان هن سنڌيءَ کي رو بہ شڪ پيو تہ هو مونکي مارڻ ۾ ويرم ئي ڪونہ ڪندو.

اوڏيءَ مهل وريام هيٺ جهڪي، حبشيءَ جي نڙ گهٽ مان پنهنجو خنجر ڪي ڪڍي ورتو ۽ پنهنجي ڪمربند ۾ هٽي ڇڏيائين. پوءِ شاهہ رخ ڏانهن نهن ڪري چيائين: ” تون سمجهين ٿو تہ اسين سنڌي ايترا ڳهيلا آهيون جو هت ئين اڪيلو تو جهڙي بگهڙ وٽ هليو آيس ..... هن حويليءَ جي چوڌاري منهنجا مراهہ منهنجي انتظار ۾ آهن. آءٌ جيڪڏهن مقرر وقت تي نہ پهتس مغلن جي ڄڻ ڪان اڳي، توکي ۽ تنهنجي ساٿين کي- خود مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان جرڪس سوڌو سمورن شاهي قيدين- کي ڳترا ڳترا ڪري ڇڏيندا ......! “

ائين چئي وريام ڪارڙي تتر جي ٻوليءَ ڪي هڪ ڏگهي سينڍ ۾ ٻوليو تہ
حويليءَ جي چوڌاري ساڳي سينڍ جو آواز ٻُڌڻ لڳو. شاهہ رخ جو منهن پنهنج
رنگ ئي ڇڏي ويو. سندس اکين جي خونخواريت بہ ڏپ ۾ بدلجي ويئي.

” آءٌ شرمندو آهيان، نوجوان! مون توکي غلط سمجهيو..... ڏس نہ اسان جو
بزرگن سنڌ جي خدمت بہ تہ ڪئي آهي. برابر، سنڌين سان ڪجهہ زيادتيون ٿيون
آهن..... “

” اسين تہ فيروز سمي جي مدد ڪاڻ هت آياسين..... ۽ جڏهن اسان ڏٺو تہ هن
ماڻهن ۾ پنهنجي حڪومت هلائڻ جي ساجهہ ڪانهي تہ اسان کين تربيت ڏيڻ
جي ڪوشش ڪئي..... ۽ ان کان سواءِ ڏس نہ، هت سنڌ جي سموري ڪاروبار تي
هندن جو قبضو هو رفتہ رفتہ مسلمانن ڪاروبار ڪرڻ سکيو. سومرن کان سمن
تائين دربار ۾ وڏا وڏا عهدا ـ ديوان، منشي، محصول دار، باندري ۽ بيڙياتا سڀ
هندو هئا. اسان انهن جي بدران مسلمانن کي اهي عهدا ۽ ملازمتون ڏنيون. اسان
سومرن سنڌين کي فارسي لازمي طرح پڙهائي عالم فاضل ٿيڻ جو موقعو ڏنو. اڄ
ڪيترا سنڌي عالم، شاعر، محدث ۽ فقيهہ فارسيءَ ۾ علم جا دريا پيا وهائين. سڀ
کان وڏي ڳالهہ تہ هت زمين جي ملڪيت جو پراڻو سرشتو اهڙو هو جو ڪنهن وٽ
بہ ڏهن ويهن جريبن کان وڌيڪ زمين ڪانہ هئي. ڪنهن سال مينهن نہ پوندو هو
تہ ماڻهو ويچارا اڌاري سڌاري پيٽ گذران ڪندا هئا. اسان وڏيون زمينداريون
جاگيررون قائم ڪيون، جنهن ۾ زميندار ۽ جاگيردار پنهنجن هارين نارين کي
خوش رکندا اچن. ۽ ڏسو تہ دين جي ڪيڏي نہ خدمت ٿي آهي: سوين مسجدون
تعمرايون اٿئون، رڳو ٺٽي ۾ ئي ڏسو تہ ماڻهن ۾ روزو نماز ڪيترو وڌيو آهي! تاريخ
اسان جي دور کي اسلامي تاريخ ۾ وڏو اعزاز بخشي چڪي آهي: سمورا مورخ
وقائع نگار ۽ انشاء پرداز اسان جي ديني ۽ علمي خدمتن جا معترف آهن! “

وريام کي هاڻ دل ئي دل ۾ کل اچڻ لڳي هئي. طوطي وانگر اهو سبق هن گهڻ
ارغونن ۽ ترخانن کان ٻڌو هو. مجال آهي جو لفظن ۾ ڪا هير ڦير ٿئي. مدرسي
هنن کي جيڪي ترخان يا ارغون استاد مليا، تن کي بہ اهو سبق بر زبان ياد هو ۽ ه
وري کين ياد ڪرائڻ جا جتن ڪرائيندا هئا تہ ارغونن کان اڳ تہ سنڌي سم

ڪفر ۽ شرڪ ۾ مبتلا هئا. ارغونن ۽ ترخانن خالص اسلامي جذبي سان ڪين اچي انهيءَ مان پار اُڪاريو ۽ انهيءَ ديني جهاد ۾ جيڪڏهن سنڌ جي آزادي ڪسي ويئي ته اهو ياد رکڻ گهرجي ته سنڌ هاڻ هڪ وسيع اسلامي سلطنت جو حصو بڻجي ويئي آهي، ۽ ترخان يا ارغون يا مغل امير سان گڏ شهنشاهه هند ۽ بغداد جي اميرالمومنين جا نالا به خطبي ۾ گڏوگڏ ورتا وڃن ٿا. ڇا اها فخر جي ڳالهه نه هئي؟

وريام ۽ سندس ساٿين ڪي ته رونشو سجهي ايندو هو: هو پاڻ ۾ شرط رکندا هئا ته ڪنهن ڏينهن ڪنهن مولويءَ، استاد يا عالم جي تقرير دلپذير ۾ گهٽن لفظن جي ڦير گهير ٿي ٿئي. وريام چوندو هو ته اها تقرير سيني ڪي حفظ ٿيل آهي، ان ڪري لفظن ۾ ڪابه ڦير گهير ڪانه ٿيندي ۽ لاشڪ ڪو اهڙو ڪتاب يا فرمان سيني وٽ موجود آهي، جيڪو هو سبق وٽڻ ڪان اڳ وري هڪڙو پيرو دورو ڪري ٿا اچن!

شاهه رخ جي انهيءَ تقرير جو اثر وريام تي هوبهو ساڳيو ٿيو ۽ اهو سوچي، هن جي ڪِل هيڪاري وڌي ويئي ته نه رڳو عالم مولوي ۽ اُستاد پر امير اُمرا ۽ پيا ارغون يا مغل به جڏهن سماجي سطح تي ٿا ڳالهائين ته انهن ڪي به اها ساڳي تقرير ياد ڪرڻي تي پوي يا اهي ساڳيا فرمان ۽ ڪتاب پڙهڻا ٿا پون!

شاهه رخ وريام ڪي مرڪندو ڏٺو ته هن جي همت به موٽي آئي.

” خير نوجوان!، ڇڏ انهن ڳالهين ڪي ..... اچ مقصد جي ڳالهه تي، اوهان ڪي ڪٿان خبر پئي ته مغلن ڪي لال حويليءَ ۾ شڪ پئجي ويو آهي ته شاهي قيدي هت رهيل آهن.... ! “

وريام وري هن دنيا ۾ موٽي آيو. هيستائين هن جيڪي ڪجهه چيو هو سو بنا سوچڻ سمجهڻ جي، پر هاڻ هن ڪي به سياست هلڻي هئي جنهن لاءِ سانوڻ جا لفظ اچا تائين پئي ڪنن ۾ ٻُريا ته ” وريام سنڌ لاءِ هاڻ هوش ۽ مت جي به ضرورت آهي.... ! “

” اسان جا پکي به اوهان جي پکين وانگر هر هنڌ چڳندا ٿا رهن. مرزا صاحب! اوهان جي ئي هڪڙي محافظ قيصر بيگ سان سودو ڪيو ته سندس چوڪرا لال حويليءَ ۾ قيد آهن. قيصر خان سان اوهان وعدي خلافي ڪئي ته هو سڌو مظفر خان وٽ پهتو ۽ هاڻ ..... اوهان اڳي ئي دير ڪري ڇڏي آهي. مظفر خان پنهنجو

سمورو لشڪر وٺي لال حويليءَ جو محاصرو ڪرڻ وارو هوندو.... پر اجا بہ وقت نہ ويو آهي. جلدي ڪريو شاهي قيدين کي هتان ڪڍي وڃو پر حويليءَ واري سرنگهہ ۾ بت واري ٽل وٽان نہ. جو اُتي مغل اڳي ئي پهچي ويا هوندا. البت سامهون نڪري وڃو تہ پوءِ .... پانئجي ٿو تہ مغل سامهون ڪونہ پهتا آهن ڇوتہ مغل پهتا هجن ها تہ منهنجا همراهہ اُتان کسڪي وڃن ها.....! “

وريام کي ڳالهہ ٺاهيندي، بار بار اهو خيال پئي آيو تہ ڳالهہ جو منڍُ آهي نہ پير. شاهہ رخ ان کي ڪيئن مڃيندو. پر هن کي اها بہ حيرت هئي تہ ڳالهہ ٺاهڻ کان پوءِ، خود هن کي جڻ اهو يقين ٿيندو ويو تہ اصل صحيح ڳالهہ بہ اها آهي. سياست برابر جوکم جو پورهيو آهي، هن سوچيو.

شاهہ رخ ڪنهن اونهي تبيءَ ۾ پئجي ويو. هو دل ئي دل ۾ هٽي رهيو هو تہ ڳالهہ تي ڪيتري قدر ڀروسو ڪري ٿي سگهيو. آخري حربي طور هن چيو: ” پر اوهان سنڌي اسان کي اهو چتاءُ ڇو ٿا ڏيو؟ “

” سولي سڌي ڳالهہ آهي: اوهين ارغون ترخان وري بہ هتي تہ آهيو. اوهان جا مڙهہ مقام بہ هتي آهن. مغل تہ بنهہ ڌاريان آهن. ۽ هنن کي سنڌ تي حڪومت هلائڻ جو ۽ لاهور يا آگري مان فرمان جاري ڪرڻ جو ڪهڙو حق ٿو پهچي؟ اوهان سان تہ پوءِ بہ اسين ڳالهائي سگهون ٿا. جهيڙو بہ ڪري سگهون ٿا. اوهين نيٺ بہ تہ پنهنجا آهيو.... “

وريام اهي لفظ چئي تہ ويٺو پر سندس زبان ۾ جڻ تہ ڇالا پئجي ويا. هن کي پنهنجو اندر ملامت ڪرڻ لڳو. دشمن کي ” پنهنجو “ چوڻ جو لعنتاٽو سهڻ جي هن ۾ اجا سگهہ نہ هئي، نہ هوشمندي، ڪٿي اها سياست خاطر ئي ڇونہ هجي. سنڌي هجڻ کي هو سچو هجڻ جي برابر سمجهندو آيو هو. جن هن جي سنڌ جي آزاديءَ کي پائمال ڪيو جن سنڌ جي سباجهن ماڻهن کي چيچلائي چيچلائي ماريو ۽ جن سنڌ کي مال غنيمت سمجهي ڀئي ڦريو لٽيو آهي، تن کي ” پنهنجا “ سڏڻ کان هو مارجي وڃڻ کي ترجيح ڏئي ها! پر سانوڻ جا لفظ هن جا محافظ بڻجي، هن کي ڏڍ ڏيندا رهيا. تڏهن بہ هن ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

" تہ پوءِ اچ تہ هلون ..... وقت اڳي ئي گهڻو وڃايو اٿئون. اچ تہ ملي هنن مغلن هٿان لوڏي ڪيرڻ جا ڪي جتن ڪريون! "

شاهہ رخ، هن ڪي پنهنجي پويان اچڻ جو اشارو ڪري، تاڙي وڄائي. هڪڙو ر حبشي خواجہ سرا ايتري تيزيءَ سان نمودار ٿيو جو وريام ڪي شڪ پيو تہ چڻ هو دروازي جي ٻاهران اڳي ئي هنن جون ڳالهيون ٻڌي رهيو هو.

" هيبت خان، هڪدم ڪوچ ڪرڻ جي تياري ڪريو. شاهي قيدين جون ليون ۽ گهوڙا سپاهہ جي وچ ۾ هلندا. ۽ رستو اصلوڪو مڪ دروازي وارو وٺبو. ٽي تي ڪابہ روڪ برداشت نہ ڪبي. مڪ دستي جي معنداري تون ڪندين. ين پويان واري دستي سان هونداسين .... ۽ ها. قيصر بيگ جي حرامزادن کي ين پنهنجن هٿن سان جهنم رسيد ڪنداسون. هو ملعون مغلن کي نيٺ خبر چائڻ کان باز نہ رهيو. هن جي سزا اها ئي آهي، ۽ قسم آهي اسان کي پنهنجي ورن بزرگن جي روحن جو تہ قيصر بيگ کي بہ اسين انشاءَالله پنهنجن هٿن سان جو سبق سيکاريندا سون! "

" حڪم جي تعميل ٿيندي، آقا! " هيبت خان ڪنڌ جهڪائي بند مٺ نجي سيني تي رکندي چيو. هن جي اکين ۾ ڪو ڪمنو ڏنڊ موتي آيو ۽ وريام ، هن جي غلاميءَ تي ڏاڍو رحم آيو. هي مغرور اکين وارو هيڏو انسان هن ميني اڌ- انسان اڳيان ايڏو مجبور ۽ لاچار هجي. سا غلامي شايد اسان سنڌين ، غلاميءَ کان بہ وڌيڪ دردناڪ آهي. الائجي ڇو هن کي هيبت خان لاءِ عجيب دردي، جو جذبو اهڙيءَ ريت ايري آيو جو هن کي ٿوري دير اڳ پنهنجي هٿان ندڙ خواجہ سرا جي موت تي شرمساري محسوس ٿيڻ لڳي.

هيبت خان هنن کي هڪڙيءَ ڪوٺيءَ تائين پهچائي، پاڻ پوئين پير موٽي ويو. ڪوٺيءَ جي اڳيان هڪڙو ٻيو حبشي اگهاڙي ترار سان پهرو ڏيئي رهيو هو. هنن ، اچڻ تي، هن دروازي کي زور سان ڌڪو ڏيئي کولي ڇڏيو.

وريام جيڪي ڏٺو تنهن هن جي وجود کي لوڏي ڇڏيو. سامهون ئي سامهون ، تي نُوري ڪاڏيءَ کي هٿ ڏيو ويٺي هئي. وريام ائين ڀانيو ڄڻ تہ هن جي اندر ئي ر ڪنوڻ ڪڙڪي پئي. هن جو سڄو اندر گهڙيءَ لاءِ، سمائو تي ويو ۽ انهن اکين ۾

الائجي ڇا هو جو هن سمجهيو ڄڻ ته انهن اکين ۾ جيڪو ڏک، درد ۽ ايذاءَ ه
تنهن هن کي ڏوراپو ڏنو ته وريام ائين ڪبو آهي، ائين سار لهبي آهي، ايتري دي
ڪبي آهي! هن جو سمورو وجود وڏجي ويو اهو ڏوراپو اهو مهڻو ٻڌي!

دروازي ڪلڻ تي، نوريءَ ائين تپ ڏنو جيئن هرڻيءَ جو ابهم معصوم ٻچڙ
خطرو محسوس ڪري ٽپو ڏيندو آهي. ان وقت هن جي اکين ۾ ايذاءَ سان گڏ خوف
جا پاڇولا لهي آيا، ڄڻ ته اڳي ئي جُهڙاٽيل آسمان تي نئون ڪارو ڪڪر له
آيو.

شاهه رخ هٿ وڌائي، حبشيءَ ڪان سندس اگهاڙي ترار ورتي، ۽ ڪٽ ڏانه
وڌيو جتي ٻه ننڍا نينگر ليٽيل هئا. شاهه رخ کي اوڏانهن وڌندو ڏسي، نوريءَ ور
ست ڏيئي، ڪٽ ڏانهن مڙي، ٻنهي ڇوڪرن کي ڀاڪر ۾ آٽي ڇڏيو. ڇوڪرا ٻه شاه
رخ جي هٿ ۾ ترار ڏسين نوريءَ کي چنبڙي پيا.

" ڪنيز تون هتي وڃ. هنن حرام جي تخمن جو وقت پورو ٿي ويو آهي!
شاهه رخ رڙ ڪندي چيو.

نوري هيڪاري ٻارڙن کي چنبڙي پئي. هوءَ پاڻ ڪرڙيءَ وانگر پئي ڏڪي، ۽
ٻارن کي وڏيڪ ڀاڪر ۾ پيڙيندي چيائين: " هنن معصون اوهان جو ڪهڙو ڏو
ڪيو آهي ..... الله، الله جي رسول جي صدقي، اهڙو ڪِيس نه ڪريو.... " نوري
سنڌيءَ ۾ رڙ ڪري چيو.

" ڪنيز اسين توکي ڪوبه ايذاءَ ڏيڻ نٿا گهرون ..... تون اسان وٽ شان ما
سان رهنديءَ، پر هنن نانگ جي ٻچن کي اسين هينئر جو هينئر ختم ڪر
گهرون ٿا ..... نادر خان، هن ڪنيز کي هٽاءِ ..... "

حبشي چپ چاپ ڪٽ ڏانهن وڌيو. وريام ڄڻ ڪنهن اوٽاري مان جاڳي پيو
ڪمربند مان خنجر ڪڍندي، هو وڏي اڇي نوريءَ ۽ هن جي وچ ۾ بيهي رهيو.
ڏند پيڙيندي، پاڻ تي ضبط ڪندي ڏاڍيان چيائين: شاهه رخ، هن نينگريءَ يا ٻار
کي ڪجهه ٿيو ته آءٌ اتي جو اتي توکي خون ڪري ڇڏيندس .....! "

هن حبشيءَ جي اکين ۾ شوڪي نهاريو ۽ ڪيس چيائين: " خبردار جيڪڏه
هن ڏانهن هٿ وڌايو اٿئي .... ! " هن خنجر جي اشاري سان حبشيءَ کي پوئتي هٽ

نو اهڃاڻ ڏنو. حبشيءَ وٽ ڪوبہ هٿيار ڪونہ هو پر پنهنجي آقا جي موجودگيءَ ۾ وئتي هٽڻ ۾ هو هٻڪڻ لڳو ۽ سوال طلب نظرن سان مرزا شاهہ رخ ڏانهن ڏٺو. اهہ رخ سنڌي ڪنيز اڳيان پنهنجي حڪم جي انحرافي ۽ هيٺاهينءَ تي باهہ ٿي يو ۽ هن اگهاڙي ترار جو وار وريام ڏانهن موڙي ڇڏيو.

وريام هن کي ايترو ويجهو هو جو جيڪڏهن چاهي ها تہ انهيءَ وار دوران ئي نجر هن جي پيٽ ۾ ڪوڙي ڇڏي ها. پر ان جي بدران وريام هن کي پيٽ واري لت مڪائي ڏني. شاهہ رخ پويان ٿاٻڙجندي وڃي، پاٽيءَ جي ننڍي ناديءَ تي ڪريو. رار سندس هٿ مان ڇڏائجي ويئي. وريام جهٽ ڏيئي، ترار کڻي ورتي. اهو سڀ ڪجهہ ايترو تڪڙو ٿيو جو نادر خان کي بہ اڳيون قدم کڻڻ جو موقعو ئي نہ مليو.

وريام تلوار جي ڇهنب شاهہ رخ جي نڙيءَ تي رکندي چيو: " شاهہ رخ، مون ۽کي ڏاڍو عقل مند سمجهيو هو پر سمورن ترخانن وانگر تنهنجو عقل بہ تنهنجي ۽ ۾ آهي ..... ۽ نادر خان، جيڪڏهن پنهنجي آقا جي زندگي پياري اٿئي تہ هتان هر هليو وڃ، ۽ وڃي هيبت خان کي ڪوچ ڪرڻ ۾ مدد ڪر. مغل اجهو آيا ڪين آيا .... نہ تہ هيءَ ترار آءٌ هن جي نڙگهٽ جي پار اُڪاري ڇڏيندس! " وريام ي لفظن ۾ رُڪ جهڙي سختي اچي ويئي.

نادر خان هڪڙو پيرو وري شاهہ رخ ڏانهن نهاريو ۽ چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ٻاهر نڪري ويو. وريام بہ هڪڙي نظر شاهہ رخ تي وڌي، جيڪو هڪڙي نهن جي زور تي اُٿڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هار ۽ شرمساري هن جي اکين وري خونخوار ڪيفيت جي جاءِ اچي والاري هئي.

۽ پوءِ وريام نُوريءَ ڏانهن ڏٺو. پر هو هن جي منهن ۾ نهاري نہ سگهيو. انهن ئين ۾ جيڪا نماڻائي ۽ ايذاءُ هو ان کي گهوري ڏسڻ جي بہ وريام ۾ پهچ ڪانہ ئي. هن جي نظر فقط سندس ڳچيءَ جي گهاءَ تي وڃي پئي، جيڪو جيتوڻيڪ ڪي ويو هو پر اڃا بہ رتايل ٿي نظر آيو. ان ڳچيءَ جي پس منظر ۾ نوريءَ جي هن ۾ معصوميت ائين ٿي ٻهڪي، جو وريام جي دل ڪنهن عجيب احساس کان ڪ نئين سُر ۾ ڌڙڪڻ لڳي.

۽ پوءِ هن پنهنجائپ مان چيو: " ٿوريءَ دير ۾ هتان ٻاهر هلڻو آهي. هي نيڻ
قيصر بيگ جا آهن نه؟ "

نوريءَ کان وريام جي واتان سنڌي ٻڌي ڇرڪ نڪري ويو. الا، منهنجي جيءَ
جي ٻولي ڪيڏي نه مٺي ۽ سُريلي آهي، جيڪا ٻڌڻ سان سڀ ڏک سور ماٺا ڪ
ڇڏي. هن پهريون پيرو نظر کڻي وريام کي ڏٺو جنهن کي پوشاڪ ته ترخانن جه
پيل هئي، پر سندس اکيون نج نبار سنڌي اکيون هيون. سنڌي اکيون ته پري ک
پڌريون: انهن جي پنهنجائپ به نرالي ته نهار به نرالي. سنڌي اک جو شرم
پنهنجو پاڻي به پنهنجو حياءُ به پنهنجو ته ان نياپو سنيهو به پنهنجو. وريام ۽
اکين ۾ هن کي جيڪي ڪجهه نظر آيو تنهن هن کان سمورا ظلم وسارائي ڇڏ
جيڪي ڏارين هن کي ڏنا هئا. هن جي اندر جا گهاوَ ته ڏاڍا گهرا هئا، پر انهن اک
۾ هن جيڪو پاڀوهه ۽ پنهنجائپ ڏٺي، تنهن هن جا وار ڪانڊاري ڇڏيا.

هن رڳو ڪنڌ ڏوڻ ڪري " ها " ڪئي.

" هيءَ ڪنيز اسان جي ملڪيت آهي: قيصر بيگ جا ڇوڪرا جيڪڏ
تون پاڻ سان وٺي وڃين ته ڀلي وٺي وڃ: پر سنڌي ڪنيز اسين موٽائي
ڏينداسون! اسين ڪيس پنهنجي حرم ۾ آڻڻ ٿا گهرون! "

شاهه رخ وڌي اچي نوريءَ جي ٻانهن ۾ هٿ وڌو. پر ساڳيءَ گهڙيءَ وريام ۽
ابتي هٿ جي لپاٽ هن جا وائيسر ئي ڦيرائي ڇڏيا. ۽ هو وري به ٿيڙ کائيندو و
ناديءَ جي مٿان ڪريو.

" ڪميڻا، آئيندي ڪنهن سنڌي نياڻيءَ کي ائين ٻانهن ۾ هٿ وڌو اٿئي، يا
کي ڪنيز سڏايو اٿئي، ته آءٌ تنهنجي مسي ڪپي ڇڏيندس. اوهين لائق ته انه
جا آهيو جو سنڌين تي هڪڙي هڪڙي ظلم جي عيوض اوهان جو هڪڙو هڪ
سَنڌ ويهي ڪپجي ته به هوند دل ٿڌي نه ٿئي، پر شڪر ڪريو جو سنڌي اجا ڌ
جي موٽ ۾ ظلم ڪرڻ ڪونه سکيا آهن .... هاڻ نڪر هتان، متان منهنجو ا
بدلجي وڃي! "

وريام هاڻي ڪاوڙ کان سڄو پٽي رڙيو. هن جي دل تہ اهو ٿي چاهيو تہ اتي جو اتي شاهہ رخ جي مسي ڪپي ڇڏي، پر وري بہ هن کي ساٿڻ ياد اچي ويو ۽ هو ڪاوڙ کي پي ويو. شاهہ رخ ٻاهر ويو تہ هن چيو:

"اچو تہ هلون."

وڏي ڇوڪري هيسيل انداز ۾ چيو: "ڪنيز هاڻي وري اسان کي ڪيڏانهن ٿا وٺي هلن. اسين تہ هاڻي ڳالهايون بہ ڪونہ ٿا!" وريام گهڙيءَ لاءِ ڇوڪرن ڏانهن نهاريو. ٻنهي ٻارن جي اکين ۾ ڊپ ايترو تہ خيما کوڙي ويو هو جو هو نوريءَ جو پلاند ڪنهن بہ صورت ۾ ڇڏڻ لاءِ تيار نہ هئا.

"اوهان کي اوهان جي گهر ٿا وٺي هلون!" وريا م کين دلداري ڏيندي، فارسيءَ ۾ چيو.

هو نوري ۽ ڇوڪرن کي وٺي، سرنگهہ واري رستي کان ٻوڏي ٽل کان ٻاهر نڪتو. ٻاهر نڪري، هن ڪارڙي تتر جي ٻولي ٻولي همراهن کي اطلاع ڏنو. ڪنڙن جي هڪڙي ٻوڙي مان ڏاتر ڏنو ڊوڙ پائي، وريام سان ٻکين پئجي ويو.

"يَرَ، ايڏي دير..... سڄو ڏينهن لنگهي ويو آهي. حرام جو مانيءَ جو پور بہ ڪاڏو هجيم.....!" ڏاترڏني پڻ پڻ ڪندي چيو.

"ادل، بک تہ مونکي بہ ڏاڍي لڳي آهي، پر تون ڏي حال احوال!"

ڏاترڏني جي نظر جڏهن نوريءَ تي پئي تہ هن جي زبان ڇڻ تہ ڪڪجي پئي. وريام کان آٿت ملڻ تي هن چيو: "لال حويليءَ جي اڳيان سمورن لنگهن تي مغل لشڪري مظفربيگ جي اڳواڻيءَ ۾ شاهي قيدين جي آجيان لاءِ تيار بيٺا آهن. پاڻ وارا بہ ڪجهہ همراهہ اتي ئي آس پاس لڪل آهن، مغل متيا تہ ڪکَ پن تي ويندا. پلا هاڻ؟" ڏاترڏني سوال ڪندي وري نوريءَ ۽ ٻنهي نينگرن کي ڏٺو.

"پلا، پنهنجا سمورا همراهہ پيادا آهن يا ڪو وهٽ بہ آهي؟"

"مون سمجهيو تہ متان وهٽ جي ضرورت پوي، سو بہ گهوڙيون مغلن کان اُڏاريون وٺي آيو آهيان.... !" ڏاترڏني مرڪندي چيو.

وريام کان بہ ٺهڪ نڪري ويو. مغلن کان گهوڙيون اڏارڻ جو مطلب هن بہ خوب ٿي سمجهيو. پوءِ ڪجهہ وقت هو ڏاترڏني پاسي تي وٺي، ڳالهيون سمجهائيندو

رهيو ۽ پوءِ هڪڙي گهوڙيءَ تي نينگرن ۽ نوريءَ کي سوار ڪرائي، پيءُ تي پاڻ
چڙهي هو قيصر بيگ جي حويليءَ ڏانهن روانو ٿي ويو.



# 14

قيصر بيگ جا پٽ، جڏهن کان مرزا شاهه رخ وارن پاڻ وٽ جهليا هئا، تڏهن کان هن جي زندگيءَ ۾ ڄڻ ڪو وڏو زلزلو اچي ويو هو. جنهن هن جي حياتيءَ ۾ هڪ نئون موڙ آڻي ڇڏيو هو. هو جڏهن دربار مان اُٺي حويليءَ ۾ داخل ٿيندو هو ته هن کي در دريون به ماتم ڪندي محسوس ٿيندا هئا. هن جي زال روئي روئي بيمار ٿي پئي هئي، ۽ ڪنيزن کي ته اهو اچي خيال ٿيو هو ته خانم هاڻ ڪانه بچندي. قيصر بيگ اندر داخل ٿيندو هو ته جوڻس جون اکيون هن کان پهريون سوال اهوئي ڪنديون هيون ته منهنجي ٻچڙن جي ڪا خير خبر؟ ۽ جڏهن قيصر بيگ جي اکين ۾ مايوسيءَ جا پاڇا ڏسندي هئي ته هوءَ نئين سر اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳندي هئي، ۽ ڏندڙجي ويندي هئي. قيصر بيگ سندس اها حالت ڏسي پاڻ به روئڻهارڪو ٿي ويندو هو.

هو روز دربار رڳو ان ڪري ويندو هو ته من پائنده بيگ يا مظفر بيگ کان ڪا خوشخبري ٻڌي. پر اُتي ته روز ڪاريءَ وارا ڪک بيان ٿيندا هئا. "يا الله، هنن کي زمين ڳهي ويئي يا آسمان ۾ غائب ٿي ويا منهنجا شهزادا؟" هن مرزا شاهه رخ جي ڳالهه اجا تائين ان ڪري ڪانه ڪئي هئي جو هڪڙو ته رستم بيگ اصل ڳالهه جي خبر پوندي ئي جيئري سندس کل لهرائڻ ۾ ويرم نه ڪندو ۽ ٻيو ته شاهه رخ سندس پٽن کي ڪُهندي ذرو به قياس نه ڪندو. هو اهڙين ٻن باهين جي وچ ۾ پسمر ٿي رهيو هو. جنهن مان جند آزاد ڪرائڻ هن جي وس کان ٻاهر هو. رکي رکي هن کي اهو خيال ايندو هو ته الله سائين ڪيس سندس گناهن جي هيءَ سزا ڏيئي رهيو هو. هن کي اهي سمورا قتل، ڌاڙا ۽ ڪِيس ياد آيا. جيڪي هن سنڌين سان ڪيا هئا. ۽ خاص طرح هن کي نوريءَ جي گهر وارو ڌاڙو ياد آيو جنهن ۾ نوريءَ جي ماءُ قتل ٿي هئي، ۽ نوري هن جي هٿ چڙهي هئي. ڪيڏيون نه دل ڏاريندڙ رڙيون

ڪيون هئائون. ان وقت هن کي اهو قياس ڪونہ پيو تہ سنڌي بہ آخر انسان آهن جن ڪڏهن ڪنهن کي ڏکويو ڪونہ هو. هو ويچارا تہ جيت جناور کي مارڻ کا پيا ڪيٻائيندا هئا. وهٽن کي "امان"، "ابو" ڪري سڏيندا هئا. ڪنهن جيت تہ اوچتو ۽ اجاتو پير اچي وين تہ پيا توباهون ڪندا. جانا پرپندا ۽ پاڻ کي گنهگ سمجهندا. اهڙا نهٺا ۽ نئڙت وارا جو ظلم ٻيا ڪندا هئا تہ شرمندا پاڻ پيا ٿيند شروع شروع ۾ ارغونن ۽ ترخانن سنڌين تي جيڪي ظلم ڪيا، تہ ان تي ڪ ايڪڙ ٻيڪڙ ارغون ۽ ترخان شرمسار ٿيندا هئا. ان جي برعڪس جڏهن مغلن ارغونن ۽ ترخانن سان ڏاڍايون ڪيون، ۽ هو نٺو ڇڏي لڏڻ لڳا تڏهن سوين سنڌي هنن کي پناهون ڏنيون، سندن سامون جهليون، ڪين پنهنجن ڳوٺن ۾ آڻ وهاريائون. ڪن تہ ڪين وهٽ ڏنا، تہ جيڪڏهن سيوهڻ، بکر يا ٻئي پاسي وڃ گهرن تہ پنهنجي عيال سان حفاظت سان نڪري وڃن. ڪن سنڌين ڪين مهين جا مهينا ويهي کارايو. سندن لاڏ ڪيو جو هو سندن مهمان هئا. جيڪي ڳالهيو سنڌين لاءِ هونئن قبول ڪرڻ محال هو اهي بہ هنن برداشت ڪيون. ڪنيزن غلامن سان سندن ورتاءُ سندن کي هرگز نٿي آئڙيو هنن تہ انهن ڪنيزن ۽ غلام کي بہ اهڙي ئي ماني کارائي جيڪا پاڻ کائيندا هئا. ڪين سڏي پاڻ سان وهار کارائيندا هئا متان هو اهو سمجهن تہ سنڌي بہ ڪين غلام يا ڪنيزون ٿا سمجهن.

۽ انهن ئي ترخانن، جڏهن مغلن سان ناهہ ڪيو ۽ حڪومت جي ڪاروبار ساٿن پائيوار ٿيا يا وري پنهنجيءَ وارا ٿيا تہ سنڌين جو مڏيون ضبط ڪرايائو سنڌين جي ملڪيتن تي قبضا ڪيائون، سنڌين کي بيگناهہ ڪوڙن الزامن گرفتار ڪرائي ٻنگ ۽ آنڪيون پرائيندا هئا. جن محلن ۾ سنڌي ٿورا هئا، انه جي گهرن ۾ گهڙي، هنن جي ننگن ۾ اکيون وڌائون ۽ جڏهن سنڌي پنهنجن ننگ خاطر مرڻ مارڻ لاءِ تيار ٿيا تہ مغل لشڪرين کي اهي دانهون ڏنائون تہ سنڌ اسان سان ڏاڍائي ڪئي آهي. سوين سنڌين تي چغليون هٽي ڪين بغاوت جي ڏو ۾ ٿياس تي تنگائي چڏيائون. ائين سنڌين جي زندگيءَ کي عذاب بڻائڻ ۾ هنن ڪسر ڪانہ ڇڏي ۽ جڏهن قيصر بيگ جهڙن ڏاڙا هٹڻ ۽ راتاها ڏيڻ شروع ڪ

ته سندن نشانو نقط سندين جا محلا هئا يا ننڍا واهڻ ۽ وسيون. هنن ۾ نه قياس هو نه ڪا ٽي ڪمل پين ......

۽ اڄ جڏهن هن سان پاڻ ظلم ٿيو هو ته قيصر بيگ کي اهي سمورا ظلم ۽ اتياچار اچي ياد پيا هئا. هن کي سندس زال به اهو ٻڌايو هو ته جڏهن سندس گهر تي ڌاڙو لڳو ۽ مغل سپاهين جي ويس ۾ ترخان ڪاتڪو سندن الهه تلهه لٽي ويا. تڏهن هڪڙي سنڌيءَ جيڪو سنڌي ڪنيز جي ڳولا ۾ آيو هو تنهن کيس آٿت ڏنو هو دلداري ڏني هئي ته زندگي ۽ موت الله جي وس ۾ آهي، مرزا شاهه رخ جي وس ۾ ڪونهي، ۽ جي حياتي رهي ته هو کيس سندس معصوم ٻچڙا ڳولي ڏياريندو! قيصر بيگ ڌاڙي کانپوءِ جڏهن خبر چار لڌي تڏهن خبر پيس ته اهو سنڌي سانوڻ هو جنهن کان سردار خان جي نالي، ارغون ۽ ترخان ته ڇا، خود مغل به ائين ٿهندا هئا. ڄڻ ته ڪو خوفائتو خواب ڏٺو هئائون. قيصر بيگ کي پڪ هئي ته سنڌي پنهنجو وچن ضرور پاڙيندو. پر وري به پڪ ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي هٿيڪي ۽ خاص ماڻهوءَ کي پيغام ڏئي سانوڻ ڏي موڪليو هو ته جيڪڏهن سانوڻ هن جا پٽ موٽارائي ڏئي ته هو هن جو اهو احسان زندگيءَ ڀر ڪونه وساريندو ۽ ان جي عيوض هو جيڪو به گهرندو سو هو اکين سان پهچائيندو. پر ان کي به ايترا ڏينهن ٿي ويا هئا .....

اوچتو حويليءَ جي ڏيڍيءَ ۾ تيز تيز قدمن ۽ اڀرن جملن جو آواز ڪن تي پيس. الائي، وري ڪهڙي نئين آفت آئي آهي، قيصر بيگ سوچيو. پر سندس خاص خدمت گار خواجه سرا محمود خان تڪڙو اندر هليو آيو.

" آقا، مبارڪون هجنوَ. اوهان جا شهزادا ـ ۽ سنڌي ڪنيز خير سان واپس اچي ويا آهن. هڪڙو سنڌي ساڻن گڏ آهي ....! "

جيسين قيصر بيگ حيرت ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪري، تنهن کان اڳ هن جي زال ڇرين وانگر، مردانخانو ٽپي، ڏيڍيءَ ڏانهن ڀڳي، ۽ قيصر بيگ جو به لحاظ ڪونه ڪيائين. پنهنجي ٻنهي پٽن کي، هڪ ئي وقت ۾ ڀاڪر ۾ پيڙي ڇرين وانگر کين ائين چمڻ لڳي، جو مرڳو نينگرن جو ساهه منجهڻ لڳو ۽ هو

روئڻهارڪا ٿي ويا. نينگرن جڏهن قيصر بيگ کي ايندو ڏٺو تہ پنهنجي ماءُ جي پاڪر مان نڪرڻ لاءِ جتن ڪرڻ لڳا.

ننڍو نينگر تہ پيءُ جي ٽنگن ۾ چنبڙي پيو. قيصر بيگ کيس ٻانهن ۾ جهلي، سندس نرڙ تي چمي ڏني. البت وڏو نينگر جڻ تہ بت ٻڻجي ويو جڻ هن کي پنهنجي محبت جي اظهار ڪرڻ جي منع ٿيل هئي.

" سلام ابا حضور! اسان اوهان جي حڪم مطابق هڪڙي بہ نماز قضا ڪانہ ڪئي! "

قيصر بيگ جي چپن تي مرڪ اچي ويئي، ۽ هن وڏي ڪٽي وڏي پٽ کي پاڪر پاتو. ڪوشش ڪرڻ جي باوجود، هن جي پاڪر ۾ بہ وڏي نينگر جون ٽنگون پئي ڏڪيون. ۽ هو وڏا وڏا ساهہ ڪٽي رهيو هو جڻ تہ پنهنجي ڏپ تي ضابطو رکڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

" ۽ ابا حضور هن سنڌيءَ اسان کي دشمنن جي قيد مان آزاد ڪرايو آهي! "

قيصر بيگ کان جڻ چرڪ نڪري ويو ۽ هو جڻ آسمانن کان زمين تي موٽي آيو. زمين، جتي حقيقت جو اُگرو مهانڊو هن جي سامهون هو جتي پيءُ جي شفقت ۽ محبت کان بہ اڳتي ڪجهہ هو.

هن ڪڏهن سانوڻ کي ڪونہ ڏٺو هو. انڪري هن سمجهيو تہ هيءُ ئي سانوڻ هوندو. هن احسانمنديءَ جي نظرن سان وريام کي ڏٺو ۽ اڳتي وڌي، هن ڪٽي کيس ڀَراتيءَ لاتو.

" سنڌي، اسين تنهنجو هي ٿورو ڪڏهن بہ لاهي نہ سگهنداسون! "

وريام هر ڀئي سنڌيءَ وانگر، ٿورن مڃڻ تي جڻ ککو وکو ٿي ويو ۽ ڦڪي کل کلندي چيائين: " حياتي تہ الله جي وس آهي، مرزا شاهہ رخ جي وس ۾ تہ ڪانهي. اسان وٽ سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ ويريءَ کان واهرو وڌيڪ ويجهو هوندو آهي. سو اوهان جي ڇوڪرن جي حياتي، مون نہ پر هِن بچائي آهي! "

وريام نوريءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو. قيصر بيگ جو ڌيان هيستائين سنڌي ڪنيز نوريءَ ڏانهن ويوئي ڪونہ هو. هن جڏهن نوريءَ ڏانهن ڏٺو تڏهن جڻ هن جو ماضي موٽي آيو. نوري، قيصر بيگ جي زال ۽ سندس ٻانهين جي وچ ۾ گهيريل

هئي. هڪڙي ڪنيز تہ ڪيس پاڪر ۾ جهليو بيٺي هئي، پر سندس منهن جو هڪڙو پاسو پاڇولي جيان قيصر بيگ جي نظرن ۾ ڪپي ويو. "هي حسن تہ هن دنيا جو حسن ئي ڪونهي! " قيصر بيگ سوچيو.

" ها، ابا حضور سنڌي ڪنيز اسان جي جان بچائي، اوهان جي انعام جي مستحق ٿي آهي! " قيصر بيگ جي وڏي نينگر اهڙي انداز سان اهي لفظ چيا ڄڻ تہ هو ڪنهن درباري امير وانگر ئي جي عامل اڳيان ڳالهائي رهيو هو.

" بيشڪ بيشڪ! يقيناً اسين هن کي انعامن اڪرامن سان نوازينداسون. هي نوجوان بہ اسان جي انعام اڪرام جو مستحق آهي! " قيصر بيگ ۾ ترخان امير موٽي آيو.

وريام کي هن گفتگوءَ منجهائي وڌو. هن جي تصور ۾ بہ اهو نہ ٿي آيو تہ ڪو پٽ ۽ پيءُ، ايڏي وچوڙي ڪانپوءِ، ائين بناوتي انداز ۾ هڪ ٻئي سان ڳالهائي ٿي سگهيا. هن رڳو ان مونجهاري کان بچڻ لاءِ چيو: " ڇڏيو انعامن اڪرامن جون ڳالهيون. هاڻي اسين اجازت گهرنداسون......! "

نہ چاهيندي بہ هن جي نظر نوريءَ ڏانهن کڄي ويئي. نوري، جيڪا قيصر بيگ جي زال ۽ سندس ڪنيزن جي وچ ۾ ڄڻ تہ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر پئي ٻهڪي. اهي سموريون زائفائون سندس اڳيان سچ پچ تہ ٻانهيون ٿي لڳيون.

" ائين وري ڪيئن ٿيندو؟ اوهان اسان تي ايڏو احسان ڪيو آهي، سو گهٽ ۾ گهٽ اسان سان بہ گرهہ تہ گڏ کائڻا پوندا. اوهان کي ...... محمود خان، مردانخاني ۾ طعام جو انتظام هڪدم ٿيڻ گهرجي ......! " قيصر بيگ جي اندر جو ترخان امير هاڻ پنهنجي اصلوڪي صورت ۾ ڳالهائڻ لڳو.

" نہ نہ، حجاب ڪونهي، اوهان جي وڏي مهرباني .... " ۽ پوءِ هن نوريءَ ڏانهن منهن ڪري چيو: " هاڻي هلو تہ هلون اڳيان بہ وڏو پنڌ آهي! "

جيسين نوري ڪو جواب ڏئي، تنهن کان اڳ محمود خان وڏي سڏ چيو: " آقا، مردانخاني ۾ سمورو انتظام حاضر آهي! "

وريام وري منجهي پيو. هن جي دل هت هڪ گهڙي بہ گذارڻ نٿي گهريو. ڪا ڳالهہ هئي، جنهن هن کي منجهائي وڌو هو ڪا ڳالهہ هئي، جنهن هن جي دل جي

ڪنهن ڪنڊ ۾ گمان ۽ شڪ جي صورت ۾ ڇنڊڙي پئي هنئين. هن کي هي سڄو ماندڻ ائين لڳو جنهن ۾ سچ لاءِ ڪا گنجائش ئي ڪانه هئي، جنهن ۾ ڪنهن سنڌيءَ جي جاءِ نه هئي. هن بيوسيءَ مان هڪ ڀيرو وري نوريءَ ڏانهن نهاريو. عين ان وقت نوريءَ جي نظر به هن جي اکين سان مهاڏو اٽڪائي بيهي رهي. ٻنهي جون اکيون، هڪ ٻئي کي سمجهندي سمجهائينديون به ، ڪو فيصلو ڪري نه سگهيون. نوري، هڪ نئين ڊپ کي سانديينديءَ ٻين ڪنيزن سان گڏ زنانخاني ڏانهن هلي ويئي، ۽ وريام هن کي ويندو ڏسندي، قيصر بيگ سان گڏجي مردانخاني ڏانهن هليو آيو.

ڪنهن هڪڙي ترخان يا مغل امير جو مهمان خانو مردانخانو يا خوابگاهه ڏسڻ سان چئڻ ته سمورن ترخان ۽ مغل اميرن جا مهمان خانا، مردانخانا يا خوابگاهون ڏسڻ جي برابر آهي. تڏهن به وريام هن مهمانخاني ۾ جيڪي ڏٺو تنهن هن کي وري اهي ڳالهيون ياد ڏياري ڇڏيون ته هي سيڪجهه سنڌ جي رت پونءِ مان ٺهيو آهي. ترخانن سنڌين کي جيترو لٽيو ڦريو سو هنن جي عشرتخانن ۾ قالين ريشم ۽ ڪيمخواب، ۽ بلوري صراحين ۽ جامن مان جهلڪي رهيو هو. هن جي دل چاهيو ته ڇا به ٿي پوي، هن کي عشرتخاني مان هڪدم ٻاهر نڪري سنڌ جي آزاد هوا ۾ ساهه کڻڻ گهرجي، نه ته گهُٽ ۽ ٻوسٽ ڪان هو مڃاڻ ڪو اهڙو قدم کڻي ويهي، جيڪو سنڌين جي شان وٽان نه هجي!

جڏهن محمود خان هن کي انگوريءَ جو ٽيون جام ڏنو ٿاهي تڏهن وريام هن جي اکين ۾ جيڪي ڏٺو تنهن هن کي ڏيڇاري ڇڏيو. انهن اکين ۾ هن لاءِ اهڙي دشمني هئي، جيڪا فقط هڪڙو غلام پنهنجي آقا جي اشاري ۽ چوڻ تي ٻين سان ڪندو آهي، ۽ جنهن دشمنيءَ ۾ سچائيءَ هوندي به سچائي نه هوندي آهي..... ۽ پوءِ هن چئڻ خواب ۾ اهي لفظ ٻڌا. جيڪي جيتوڻيڪ قيصر بيگ جي چپن مان پئي نڪتا پر وريام سمجهيو ته محمود خان ڳالهائي رهيو هو.

" سنڌي ڪنيز جي سودي ڪرڻ سان اسين وري توشي خاني جي عملداري حاصل ڪرڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿينداسون. رستم بيگ جڏهن سنڌي ڪنيز کي ڏسندو تڏهن هن کي پائنده بيگ يا مظفر خان جي نسبت اسان کي ترجيح ڏيڻي

ئندي.... ۽ جڏهن اسين تاشي خان تي اهو راز فاش ڪنداسون تہ سردار خان در
عمل هڪڙو سنڌي باغي ۽ ڌاڙيل آهي، تڏهن هو شاهي دربار ۾ اسان جي لاءِ ضرور
اڪر چڱا لکي موڪليندو. ـ ۽ هڪڙو ٻيو فائدو بہ ٿيندو تہ شاهي قيدين کي
نهلڻ جو جيڪو الزام ترخانن تي آهي، سو بہ لهي ويندو جڏهن اسين اهو ثابت
ڪري ڏيکاريندا سون تہ اسان شهزادا ۽ سنڌي ڪنيز اسان اُن سنڌي باغي سردار
ئان عرف سانوڻ جي قبضي مان ڇڏايا آهن. هن وقت ترخانن کي مغلن جي قهر
ان بچائڻ لاءِ اهو لازمي آهي تہ رستم بيگ تي اهو واضح ڪري ڇڏجي تہ اصل
وهاري سنڌي آهن، جن شاهي قيدين کي، ۽ اسان جي شهزادن ۽ سنڌي ڪنيز کي
ن ڪري پاڻ وٽ رکيو تہ جيئن مغل ۽ ترخان هڪ ٻئي سان وڙهي پون. ۽ سنڌي
ن جو فائدو وٺي، مغلن خلاف شورش ڪري، مغلن کي لوڏي ڪڍن. “

اهي لفظ تانڊاڻن جيان وريام جي دماغ جي انهن ڪُنڊن ۾ پارڻ پاريندا ويا،
نيڪي آهستي آهستي هن جي پنهنجي وجود جي نفرتن هيستائين ڪوليون
نيون، پر جيڪي هاڻ ڪنهن انداهي ڪمري جيان، ان پارڻ جي دونهين ڪان
ڏيک دونهاتجي، اونهي غار ۾ تبديل ٿي رهيون هيون.

” آقا، اوهان جي حڪم جي تعميل ۾ ذري جي بہ ڪوتاهي نہ ٿي آهي. سنڌي
باڻ اهڙي ننڊ ۾ غلطان آهي جو چار پهر تہ هن جي اک کلڻ محال آهي. ۽ تاشي
خان اوهان جي حڪم موجب، هن سنڌي ۽ سنڌي ڪنيز کي حضور مرزا رستم
بيگ جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ پنهنجي لشڪرين جو دستو ڏياري موڪيلو
هي، جيڪو اوهان جي اجازت جو منتظر آهي! “ محمود خان ڪورنش ڪندي
چيو.

” شاباس، محمود خان! اسان کي تومان اهائي اميد هئي! “
قيصر خان جي چپن تي جيڪا مُرڪ هئي، ان ۾ ڪا خوشي ڪانہ هئي.



# 15

**حافظ** بلال جي گرفتاريءَ جڻ تہ سنڌ اٿلائي وڌي. مغلن جا ماشا ئي ڦري ويا تہ هي زلزلو آيو ڪيئن؟ سنڌين ۾ ايڏي همٿ ۽ جرئت آئي ڪٿان؟ هي ڏبرا ڏبرا جيتامڙا ايترو سينو ساهڻ ڪٿان سکيا آهن؟ هي بکن ۾ پاهہ ٽيندڙ ڪمي ڪاسبي، هي غلامن جا غلام اوچتو ئي اوچتو ڳاٽ اوچو ڪرڻ ڪِيئن لڳا.

خود ترخانن کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ هيءُ ڪهڙو ممڻ متو هو؟ حافظ بلال سنڌين جو ڇا لڳي، جو هي ائين مچرجي پيا آهن؟ ۽ هي سانوڻ ڪير هو جنهن جو نالو نٿي ڪان سيوهڻ تائين ٻرڻ لڳو هو؟ هنن جيڪا پاڻ شورش سوچي هئي، سائي هنن کان وسري ويئي. هي مامرو تہ اهڙو هو جنهن مان هوبہ فائدو وٺي ٿي سگهيا. مرزا شاهہ رخ تہ ارغون اميرن سان اهي صلاحون ڪرڻ شروع ڪيون تہ هيءُ وقت هو جو خسرو خان چرڪس بدران هو پاڻ مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ نٿي ۾ پنهنجو فرمان جاري ڪري، ۽ خطبي ۾ سندس نالو مرزا عبدالعليءَ جي نالي سان گڏ پڙهجي، ۽ پوءِ سيوهڻ ۽ بکر کان ڪمڪ گهرائي، پاڻ ئي حڪومت سنڀالي. شهنشاهہ هند کي سوکڙيون پاکڙيون موڪلي پنهنجي پاسي ڪري وجهي، ۽ صوبيداريءَ جو پروانو حاصل ڪري! پر هن کي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ سنڌين مان ڪنهن سان ڳالهائي: هڪڙي پاسي سما ۽ پليجا هئا، ٻئي پاسي شورا ۽ ابڙيجا هئا، ٽئين پاسي جوکيا ۽ سومرا هئا: چئني طرفن کان شاهي قافلن، مغل جاگيردارن ۽ خود ارغونن جي ننڍين ننڍين زميندارين تي راتاها لڳڻ لڳا هئا. مغلن جا لاش نٿي ۾ ائين پهچي رهيا هئا جڻ تہ منجهن ڪا ويا ڦهلجي ويئي هئي.....

پهرين تہ مامرو نٿي ۾ مدرسن جي سنڌي شاگردن شروع ڪيو ۽ سندن هٿيار هو خردم! مغلن کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ راتو رات ايترا خردم سنڌين وٽ ڪٿان آيا. سندن ٻيو هٿيار هو باهہ جا موئرا! اهي گهٽو ڪري گهوڙيسوارن تي ٿي استعمال ڪيائون. اوچتو ئي اوچتو هڪڙي ڏگهي چڙ ۾ ٻڌل، تيل ۾ ٻڏل، واڻ جو

موئرو دکائي کٽي ٿي گهوڙي جي اکين ۾ ڏنائون. اهي اُماڙيون ڏسي، گهوڙا پري کان ئي ٿهڻ ٿي لڳا. ۽ پنهنجي سوارن کي ڪيرائي، منهن واءِ ڪري ٿي ويا. ۽ پوءِ ڪريل مغلن تي خردمن جو سٽڪارو ٿي ويندو هو. هنن جا لاش جڏهن ڏٺي پهچندا هئا تڏهن ائين پائنبو هو ڄڻ تہ گهاٽي ۾ پيڙجي نڪتل هئا.

پائنده بيگ اچا رستم بيگ جي دربار ۾ ئي ڪونہ پهتو هو تہ سڄي شهر ۾ ڄڻ تہ ڊنڊورو گهمي ويو تہ مغل آخوند بلال کي ٻڌي ويا آهن ۽ مدرسو پيچي ڇڏيو اٿن. ان جو پهريون رد عمل خود پائنده بيگ جي حويليءَ تي ٿيو. سو ڪن شاگرد ٻرندڙ موئرا ۽ اُماڙيون هٿن ۾ کڻي مغلن جي حويلين ۾ پهتا. پهريدارن کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ هي ڪير هئا ۽ ڇا ٿا گهرن. پهريان چار پهريدار تہ رونشو سمجهي، ساڻن مسخري ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندا آيا. ۽ پنهنجون اکيون وڃائي ويٺا. پر شاگردن ٻي ڪنهن بہ حويليءَ ڏانهن نهاريو بہ ڪونہ ۽ سڌو پائنده بيگ جي حويليءَ ڏانهن ڊوڪيندا ويا. اُتي وڏي چونڪي هئي. شاگردن جي موئرن ۽ اُماڙين مان ايترو دونهون پئي نڪتو جو ڄڻ تہ ڪنهن دونهين جو ڪڪر حملي آور ٿيو هو.

چونڪيءَ جي پهريدارن بہ پهرين تہ ڪجهہ بہ ڪونہ سمجهيو پر جڏهن دونهين کان اکيون پوسرڻ لڳين، تڏهن پهرين جٿي جا گهوڙيسوار اڳتي وڌيا. شاگردن ايڏي ڦڙتيءَ سان اُماڙيون گهوڙن جي اکين ۾ ڏنيون جو گهوڙن جا اڳيان سُنب آسمان ڏانهن اُڀا ٿي ويا. جيڪو مغل ڪرندو ويو ان تي خردمن جو اهڙو وسڪارو ٿيو جو سندس چيٿون بہ چٽجي چيپاٽجي ويون. مغلن کان ٻي غلطي اها ٿي جو اندرين پهريدارن شاهي دروازو کولي شاگردن تي هلان ڪئي. شاگردن انهيءَ هلان جي دوران ئي حويليءَ ۾ پڪڙجي ويا. جڏهن موٽيا تڏهن سڄي حويلي باهہ جو مچ ٻڌجي چڪي هئي، ۽ باهہ جا شعلا آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا. اندران ڪنيزن، خواجہ سرائن، ساقين ۽ زائفائن ۽ ٻارن جون ڪيڪون ۽ رڙيون باهہ جي سرڙاٽن ۾ ملي ڄڻ تہ مچ کي وڌيڪ مچائڻ لڳيون.

ان هڪڙي رات ۾ چوويهہ حويليون سڙيون. ٻن ڪانسواءِ باقي سڀ وڏن درٻارين ۽ اميرن جون حويليون هيون. بہ حويليون انهن ارغون سردارن جون هيون جيڪي نئين ڪوتوال جي سفارش تي رستم بيگ جا درٻاري بڻيا هئا. ان هڪڙي رات ۾

ڀاونجاهہ مغل خردمن جو شڪار ٿيا. ان هڪڙي رات ۾ اٺ ساقي خانا بہ باهہ جي نذر ٿيا، ۽ جڏهن صبح ٿيو تڏهن سموري شهر جي مٿان دونهين جو هڪ شاهي ڪڪر ڦهليل هو. ان ڏينهن ڪنهن هڪڙي مغل مسجد مان ٻانگ جو آواز نہ آيو! خود سنڌي مسجدن مان جڏهن ماڻهو فجر جي نماز پڙهي نڪتا، تڏهن گهٽن کي خبر ڪانہ هئي تہ رات ننڌي ۾ مغلن سان ڇا ٿيو هو! هنن کي سمجهہ ۾ نہ آيو تہ ننڌي تي هي ڪارو ڳاڙهو ڌُنڌ ڇا جو هو! هو صلواتون ۽ درود پڙهنديءَ تڪڙا تڪڙا پنهنجي گهرن ڏانهن راهي ٿيا.

جڏهن سج ڪني ڪيڍي تہ سج سان گڏ دريا مان باهہ جي هڪ وڏي ڇڄ بہ ڪني ڪيڍي. ائين ٿي پاڻيو ڄڻ تہ سڄي دريا کي باهہ وڪوڙي ويئي هئي. مغل اميرن ۽ لشڪرين جون سموريون ٻيڙيون، مغل ۽ ارغون سوداگرن جا بتيلا پيڙ ٻڏجي ويا هئا. پتڻ جي هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ٻيڙيون ۽ بتيلا باهہ جون ڇپيون آسمان ڏانهن اڇلي رهيا هئا. سِڙهن ۽ رسن کي جڏهن باهہ ٿي وڪوڙيو تڏهن خوفناڪ آوازن سان سڙڪاٽ ڪري ٻيڙا هڪڙي پاسي لڙي ٿي پيا.

جيئن جيئن ڏينهن چڙهندو ويو تيئن مغلن جا ڇچريل لاش بہ شهر ۾ پهچڻ لڳا: گهڻو ڪري سمورا لاش خردمن جا سَتيل هئا. خاص طرح ڪيپراٽيءَ وٽ هڪڙو وڏو ڳوڙهو جيڪو رتائجي ويو هو. يا وري لوٽيءَ وٽ ساڳئي قسم جو ڏينو هو جنهن مان رت ٽِمي ڏاڙهيءَ جي وارن ۾ وچڙي پيو هو.

عجيب ڳالهہ اها هئي تہ ان ڏينهن ڪنهن بہ سنڌيءَ پنهنجي ڪوٺي، پيڍي يا دڪان، مسافرخانو يا اُٽت جو ڪارخانو ڪونہ ڪوليو. ڏهاڙيءَ تي روزي ڪمائڻ وارا پورهيت۔ رازا، واڍا، لُهر، ڪاريا، موچي، ۽ حمالي ڪرڻ وارا بارگيو۔ ڄڻ تہ شهر ڇڏي ويا هئا. ڇڻن ئي پاسي هتتاڙ هئي. سنڌي پنهنجي محلن اڳيان پٽلي ماريءَ ڪانيون ٻڌيو ويٺا هئا. ڪنهن بہ ڌارئين، اوپري ماڻهوءَ کي سلام جو جواب بہ ڪونہ ٿي ڏنائون. هنن تہ پاڻ ۾ بہ ڪونہ ٿي ڳالهايو.

ٽيهريءَ تائين مغلن ۽ ارغونن ۾ بہ ماٺ ٿي ويئي. ساقي خانا بہ ڪونہ کليا. چونڪين تي سپاهي ۽ لشڪري تہ موجود هئا پر اڄ ڄڻ تہ ڪين گشت ڪرڻ جي

منع ٽيل هئي. ٽيهريءَ ڪان پوءِ رکي رکي اهي خبرون اچڻ لڳيون تہ ايندڙ ويندڙ شاهي قافلن، سوداگرن جي قافلن تي سنڌين حملا ڪيا آهن. ۽ سمورا گهٽ، گهيڙ ۽ لڪ بند ڪري ڇڏيا اٿن. اڳين شورش پيري بہ شورن، مغلن ۽ ارغونن کي گنجي ٽڪر وٽ راتاها ڏيئي سنڌن گهٽ بند ڪري ڇڏيا. هيٺ پليجن آن ۽ نير جون گاڏيون روڪي ڇڏيون. مٿي سومرن ۽ ڪلهوڙن لڪ بند ڪري ڇڏيا هئا. مماڻن ۽ ميربحرن مال ڍوئڻ ماڻهو ڪٽڻ ڪان نابري واري ڇڏي

سانجهيءَ مغل ماڻهن ۾ اهو چوٻول ڦهلجي ويو تہ سانوڻ ۽ سنڌس همراهہ حافظ بلال کي ڇڏائڻ لاءِ راتاهو ڏيندا!



# 16

ڪنهن سنڌيءَ لاءِ سنڌ ڇا آهي، سو ڪنهن اهڙي سنڌيءَ کان پڇجي، جيڪو سنڌ جا وڻ ڇڏي ٻاهر نڪتو هجي. ڊاڪٽر ڏني جي چوڻ مطابق جڏهن سنڌ جو سرحدون اورانگهيون ته سڀ ڪجهه سراپجي ويا. هوندي به جنهن ڳالهه لاءِ هنن لاهور اُسهڻ جو ارادو ڪيو هو تنهن کان هو اڳي ئي ششدر هئا: سنڌ ۾ اُٿل پٿل هئي، هر هنڌ اهو چوٻول هو ته هيلوڪي ويڙهه آخري ويڙهه ٿيندي ۽ مغل ڇاڻ ته سنڌ مان ٽپڙ ٻڌڻ وارا هئا، رڳو شل ارغون ۽ ترخان ڪا ڦِرتي نه ڪائين. اهڙي وقت سنڌ کي ائين وڙهندو ڇڏي نڪرڻ تي، ڊاڪٽر ڏني ۽ سندس همراهن جون دليون پشيمانيءَ ۽ وسوسن جي ڪري جاٿيون نه هيون. ڊاڪٽر ڏني کي پنهنجي دل ۾ هڪ عجيب پوسٽ محسوس ٿيڻ لڳي، بلڪل ائين جئن ننڍڙي هوندي، هن جي امڙ هن کي ٿڃ ڌارائيندي، اڌ ۾ ڪنهن سانجهڻ کي وجي لڳندي هئي، ۽ ڪجهه بڪ، ڪجهه هيڪلائپ ۽ ڪجهه اَجهي آسري ڪسجي وڃڻ کان ٻاڪارڻ لڳندو هو. اڄ به هن جي دل ائين ئي ٻوهاڙ ڪري روئڻ تي گهريو: هن جو ساهه منجهڻ لڳو هو. پاڻ کي پرچائڻ لاءِ هن پنهنجي آس پاس نهار ڪئي. بظاهر ڪا تبديلي به ڪانه هئي وٽڪار هئي، ساوڪ هئي، هُرلن ۽ نارن جا آواز هئا. ڍڳي گاڏين جا چيڪٽ هئا وڏي ڳالهه ته هنن جهڙن ئي انسانن جا ننڍڙا ننڍڙا ڳوٺ ۽ واهڻ هئا. جتان انسانن جي خوشين ۽ غمين جا ساڳيرا چوٻول هئا. پر تڏهن به ڪجهه ته انهن ۾ ڪا ڳالهه مڙئي گهٽ هئي. وٽڪار هئي، پر انهن وٽن ۾ اها سونهن ۽ سڳنڌ نه هئي جيڪ سنڌ جي وٽن ۾ هئي؛ ساوڪ هئي پر ان ساوڪ ۾ اها ٿڌاڻ ۽ سڪون ڏيندڙ اهڙ ڪيفيت نه هئي جيڪا سنڌ جي ساوڪ ۾ هئي؛ هرلن ۽ نارن جا آواز به ضرور هئا پر انهن ۾ اهو سنگيت نه هو جيڪو سنڌ جي نارن ۽ هرلن ۾ هو!

هن سوچيو ته هن جي دل جي اها حالت سنڌ جي ڇانئٽ ڇڏڻ ڪارڻ هئي. ۽ رکي رکي ڪجهه ته سندس دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اها چغلي ٿي هڻي ته ان سان ڳ

نهنجي سنگتي وريام جي واهر ڪرڻ جي ڳالهه هن جي دل کي ويچارو ڪري
ڏو هو. اڃا به ٽين ڪنڌ ۾ اها شرمساري به ڪڙ ڪنيو بيٺي هئي ته سنڌ ۾ اٿل پٿل
ئي، ۽ هو پنهنجي ذاتي ياري نڀائڻ هليو هو! جيئن جيئن ڏينهن ٿي گذريا تيئن
ي هن جي پشيمانيءَ هن کي چيچلايو: " ڏاترنا، وريام ڇا چوندو ته سنڌ کي
ڏٽڪو ڇڏي منهنجي جان بچائڻ لاءِ نڪتين! پر حيف اٿئي! " رات جو سمهندو
و ته اوٺارا اچڻ لڳندا هئس ته وريام سندس پيرانديءَ کان بيٺو آهي، سندس هٿ
ر پنهنجي ئي وڍيل سِسي آهي، ۽ اها سِسي چئي رهي هئي: " ڏاتر ڏنا، جنهن سنڌ
ي پنهنجي ذاتي ياريءَ کي ترجيح ڏني، سو نه منهنجو يار ٿي ٿو سگهي نه سنڌ جو!
۽ انهيءَ سِسيءَ جي اکين ۾ لُڙڪ ائين ٿي وهيا، ڄڻ ته منجهن سنڌ ٿو اُٿلي پيو هو.
نهن کي روئندو ڏسي، هو ڇرڪ ڀري اُٿي ويهندو هو ۽ ڪلمو پڙهي، ٿورياهون
ڪندو اچي پنهنجي گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي اوڇنگارون ڏيئي روئندو
و. هن جا سنگتي ساٿي هن جي اها حالت ڏسي ڪيس سمجهائيندا هئا، آٿت
يندا هئا، پر هو تيئن وڌيڪ ٻوهاڙ ڪري روئندو هو!
" ادل مونکي ڇڏي ڏيو. هن ندوريءَ دل کي ڇا ڪريان: اصل نٿي ماٺ ٿئي.
جيجل سنڌ ٿي ياد اچيم. پانيان ته اُڏامي نٿي پهچان! پر الا، وريام کي اڪيلو
ڪيئن ڇڏيان! ڇا چوندو ته منهنجي سنگتين منهنجي ڪاڻ ئي ڪانه ڪئي! "
اُن وقت هن کي سمورو منظر اکين اڳيان اچي ويو. جڏهن وريام انجام تي نه
هتو ته هن کي اچي هورا کورا لڳي. پَرَ وريام انجام تي نه آيو: لاشڪ ڪنهن
آهيءَ ۾ اچي ويو آهي. هن جي ساٿين ڪيس اهي خبرون ڏنيون ته مظفر بيگ جي
شڪر شاهي قيدين کان سواءِ سمورن ترخانن کي به گرفتار ڪري ورتو هو. مغل
نن جي لاءِ ائين تيار هئا، جو هنن کي هٿيار ڪڍڻ جي به مهلت ڪانه ملي. مرزا
شاهه رخ البت ڪنهن طرح سان گوهي ڏيئي واپس حويليءَ ۾ هليو ويو ۽ مغلن
ڪيس گهٽو ئي تهخانن ۾ ڳوليو پر ڪين هٿ نه آيو. مغلن کي حويليءَ مان ايترو مال
متاع هٿ آيو جو سندن اکيون ڦاٽي ويون. ايترو خزانو ته فقط بادشاهن وٽ ئي
هوندو آهي. هنن کي اها خبر ڪانه هئي ته شاهه رخ اهو سمورو مال متاع ۽ هٿيار
ٻنوهار ان لاءِ گڏ ڪيا هئا ته جيئن ترخانن جو شاهي لشڪر تيار ڪري مغلن

خلاف بکر کان نئي تائين بغاوتون ڪري ڪين ملتان، لاهور ۽ دهليءَ تائين اُماڻي اچي! مغلن جو ايترو خزانو ڏنو سو شاهي قيدين کان بہ وڌيڪ ان کي ميڙڻ ۾ لڳي ويا. ۽ جنهن کي جيڪي ڪجھہ هٿ آيو ان سان خرزينون ڀريندو ويو. مظفر خان پنهنجي لشڪرين کان واقف هو. جيڪڏهن ڪين روڪي ها تہ شاهي قيدي بہ وڃن ها تہ خزانو بہ! سو پاڻ ڳچ وقت اها رويڪاري ڏسندو رهيو. هن جا پنهنجا خاص ماڻهو هن جي حصي جو خزانو خچرن تي پرائي روانا ٿيا. ۽ مظفر خان شاهي قيدي ساڻ ڪري نما شام جو اچي مرزا رستم بيگ جي دربار ۾ پهتو.

جئن جئن پاڇولا لڙندا ويا، تيئن تيئن ڏاتر ڏني جا وسوسا وڌندا ويا. هن کي اها تہ خبر هئي تہ وريام مرزا قيصر بيگ جي حويليءَ ويو هو جتي هن جي نينگرن کي ڇڏي، ڪيس نوريءَ کي ساڻ ڪري اچڻو هو تہ جئن سڀ گڏجي سانوڻ جي ٻيلي پهچي، نوريءَ کي سندس پيءُ جي حوالي ڪن. ڏاتر ڏني جڏهن نوريءَ کي ڏٺو هو تڏهن هن ائين سمجهيو هو ڄڻ سنڌ گهوڙي چڙهيل هئي: هن ۾ حسن ۽ سونهن بہ سنڌ جهڙي هئي تہ هن ۾ معصوميت ۽ مظلوميت بہ سنڌ جهڙي هئي. ان مظلوم سنڌ کي ڏسي، هن کي سنڌ جون سموريون ٻاگهيون، سموريون نُوريون ۽ سموريون ماروئيون ياد اچي ويون. هن وريام ڏانهن نهاريو: هي وريام اهو وريام نہ هو. هي وريام ڄڻ تہ ڪنهن جادو جي اثر هيٺ هو: هن کي وريام جي مُک تي هڪ اهڙي مرڪ نظر آئي، جنهن کي ڪنهن خاص جذبي سان مشابهت ڏيئي نٿي سگهيو. عجيب مرڪ هئي اها، جنهن ۾ ڪا نئين چاهہ هئي، نئين جوت هئي، نئين خوشي هئي، ۽ ڪو نئون اُتساهہ هو. هڪ نئون پاڻو. هڪ نئين پريت هئي. هن کي پنهنجو هي يار ان وقت ڏاڍو وڻيو. دل چيس تہ هن کي وڌيڪ پاڪر پائي، کيس مليون ڏئي، کيس ڀاڪرن ۾ پائي، کيس چوي تہ وريام سنڌ مبارڪ هجئي! پر هو اهو سڀ ڪجھہ هن کي چئي نہ سگهيو!

هو ڀيرين تہ اڪيلي سر مرزا قيصر بيگ جي حويليءَ تي ويو پر پوءِ جڏهن سنگتين سمجهايس تڏهن هو وري قاسم بيگ وٽ هليو آيو. قاسم بيگ ساڻ جڏهن ڳالهہ ڪيائين تہ هو بہ ٻُنيءَ ۾ پئجي ويو. هن سنڌي مغلن سان وڙُ ڪيو هو جو سندس پيءُ شاهي قيدي هٿ ڪري سرخرو ٿيو هو. پٽس کي پڪ ٿي پڪ

خلعت ۽ شاهي جاگير ملنديء هو ڪيس ساڻ ڪري، مرزا رستم بيگ جي دربار ۾ وٺي آيو. اُتي جوابدار ڪيس سڃاڻندا هئا. تن هڪڙي سنڌيءَ کي ساڻس ڏٺو پر ڪيس ڪا جهل پل ڪانہ ڪيائون. ڏاتر ڏني اُتي جيڪي ڏٺو تنهن ذري گهٽ هن کي ڪا اڻنگي حرڪت ڪرڻ تي مجبور ڪيو. پر هن کي وريام جا لفظ ياد آيا ۽ هو بت بڻجي سيڪجهہ ڏسندو رهيو.

قيصر بيگ چئي رهيو هو: " حضور شهنشاهہ جو بخت بلند هجي، منهنجن پٽڙن کي ترخانن نہ پر سنڌين ڪنيو هو. مبارڪ جو حقدار آهي مظفر بيگ جنهن شاهي قيدي ڇڏائي ورتا آهن. پر انهيءَ ۾ بہ ترخان اميرن جو ڪو هٿ ڪونہ هو: انهن کي بہ سنڌين .....! "

اوچتو مظفر بيگ جو ڳرو آواز آيو: " اهو غلط آهي: شاهي قيدين کي ترخانن ئي ڀڄايو هو. اسانکي پڪا پختا ثبوت مليا آهن تہ لال حويلي ترخانن جي ڪمين گاهہ آهي، جتي مغلن خلاف سازشون پئي ٿيون. اهو تہ حضور جن جو اقبال بلند هجي، اوهانجي خابرن ۽ تاشي خان جي جاسوسن جي مهرباني آهي، ۽ منهنجي فرزند ارجمند مرزا قاسم بيگ جي همت آهي- شل ڪيس حضور جن جي قدمن ۾ عزت واري جاءِ ملي- جو اسين بروقت اتي پهتاسون ۽ شاهي قيدين کي هٿ ڪري سگهياسون. اسانکي رڳو اهو افسوس آهي تہ مرزا شاهہ رخ اسانجي ڇنبي مان نڪري ويو. پر آخر ويندو ڪيڏانهن! حضور جن جي حڪمرانيءَ ۾ مغل شهنشاهيت جو ڪوبہ دشمن گهڻو وقت پاڻ لڪائي نہ سگهندو ۽ ضرور سزا پائيندو! سنڌين کي ڏوهہ ڏيڻ سراسر ناانصافي آهي! "

مرزا قيصر بيگ جو منهن لهي ويو. هن تاشي بيگ ڏانهن نهاريو پر اُتي پنهنجي لاءِ ڪا همدردي نہ ڏسي، هن پائنده بيگ ڏانهن ڏٺو. اُتي بہ پنهنجي لاءِ اٿاهہ نفرت ڏسي، هن هڪدم پنهنجي ڳالهہ بدلائي.

" حضور منهنجو مطلب هرگز اهو نہ هو تہ هن اڻنگي ڪم ۾ ڪن بدبخت ترخانن جو هٿ ڪونهي. مون تہ رڳو پٽن ۽ ڪنيز- حضور جي قدمن جي خاڪ کان ڪمتر- جي ڳالهہ ٿي ڪئي تہ کين سنڌين جي باغي ٽولي جي مهندار سانوڻ ڪنيو هو ۽ منهنجي ماڻهن سخت مقابلي ۽ حرفت سان ڪيس گرفتار ڪري

منهنجي پٽن ۽ ڪنيز کي ڇڏايو. ان جو ثبوت ان بدبخت سنڌيءَ جو هي مڙهه آهي .....!"

اُن وقت ڏاترڏني جي نظر، قيصر بيگ جي پيرن وٽ وريام جي مڙهه تي پئي ..... ڇا ظالمن وريام کي ماري ڇڏيو آهي؟ هن جي دل شاهدي ڏني ته ته ائين ٿي نٿي سگهيو ته وريام کي ڪجهه ٿيو هجي. ۽ هن جي دل اچا جيئري ڌڙڪندي رهي ها! پر تڏهن به هن ائين ڀانيو ته هن جي دل سندس پاسراٽين ٽوڙي ٻاهر نڪرڻ تي هئي. پر قاسم بيگ ڪيس ڪلهي تي هٿ رکي، ڪو اشارو ڏنو ته هن پاڻ کي سنڀالي ورتو.

مرزا قيصر بيگ چئي رهيو هو: "حضور آءُ مظفر بيگ کي سندس عظيم ڪاميابيءَ تي مبارڪون ٿو ڏيان. جيڪڏهن هو منهنجي نينگرن ۽ ڪنيز کي به هٿ ڪري ها ته سندس مانُ اڃان ئي مٿاهون ٿئي ها، پر خير..... آءُ پنهنجن ڇوڪرن جي آزاديءَ جي خوشيءَ ۾ اوهان جي احسانن جي عيوض، هي سنڌي باغي ۽ سنڌي ڪنيز اوهانجي قدمن ۾ شهنشاهه هند لاءِ تحفي طور پيش ٿو ڪريان ته جيئن منهنجي وفاداريءَ ۾ شڪ ڪندڙن ۽ حاسدن جو ڪارو منهن ٿئي! محمود خان، سنڌي ڪنيز کي وٺي اچ!"

مرزا قيصر بيگ جو خاص خواجه سرا محمود خان ٿوري دير ۾ نوريءَ کي درٻار ۾ وٺي آيو. نوري جڏهن درٻار ۾ آئي ته ائين ڀانيو ڄڻ ڪنهن اُملوس جي رات ۾ ٻي منڊائتو چوڏهينءَ جو چنڊ ڪڙي پيو. هري هري ٿي سڀ امير پنهنجي مسندن تان اُٿي بيهي رهيا.

"سبحان الله.....!" "بيشڪ سموري ساراهه الله پاڪ لاءِ آهي!" "سموري تعريف جل شانه لاءِ آهي، جنهن هي حسن خلقيو آهي!" "الله اڪبر، جنت جي حور زمين تي لهي آئي آهي!"

هر امير پنهنجي منهن پٽي پٽڪيو. مرزا رستم بيگ جا ٻئي هٿ تخت جي مٺئي ۾ ڪُپي ويا هئا. هن جي وات مان به "سبحان الله، سبحان تنهنجي قدرت!" جا لفظ ادا ٿيندي رهجي ويا. ٻوءِ هو هري هري ٿي، تاشي خان سان اکيون ملائي، هيٺ لهي آيو. نوري جي چوطرف ڦرندي، طواف ڪندي، هو ڇپن ۾ ئي پٽڪندو رهيو.

هن جي دل ۾ ڪهرام متل هو جنهن جي ڏِک ڏيڻ ڪان هو ڪيپائي رهيو هو. هن جي دل ۾ رکي رکي اهو خيال اچي رهيو هو تہ قيصر بيگ هي ڇا ڪيو هن ڀري درٻار ۾ هن ڪنيز کي شهنشاهہ هند جي تحفي طور پيش ڪري ڇڏيو. هي تحفو تہ هن کي پاڻ کي ملڻ گهرجي ها! هن وري تاشي خان ڏانهن. ڇڻ رحم طلب نظرن سان نهاريو. جيڪڏهن تاشي اهو چئي ڏئي تہ هيءَ ڪنيز شهنشاهہ هند جي لائق نہ آهي تہ پوءِ اميرن ڪان اهو قبول ڪرائڻ- ۽ خود قيصر بيگ ڪان- اها آڇ ڪرائڻ ڏکيو نہ هو تہ هيءَ ڪنيز مرزا رستم بيگ کي ٿي سونهين!

پر تاشي خان جي اکين ۾ هن فهمائش ڏٺي، شايد ان فهمائش ۾ هن جي بدصورتيءَ جو عڪس بہ شامل هو. هن کي پنهنجي پاڻ مان بُڇان اچڻ لڳي. هن جي ڏائي اک ڦڙڪڻ لڳي. لَڪڻ هن جي هٿ جي مٺ ۾ ڀڃي پيو. لڪڻ جي ڀڄڻ سان هن ۾ انسان بدران مغل امير موٽي آيو جيڪو شهنشاهہ هندڙجي پاران ٺٽي جو عامل هو. هن جي اکين ۾ حسن جو عڪس سياست ۾ بدلجي ويو ۽ هن تقريباً رڙ ڪري چيو:

” بيشڪ، هيءَ ڪنيز شهنشاهہ هند جي حرم جي لائق آهي، ۽ قيصر بيگ، توکي هن تحفي لاءِ يقيناً شهنشاهہ هند ڪان وڏيڪ قيمتي سوڪڙيون پاڪڙيون ۽ عزتون ملنديون. تيستين اسين تنهنجي توشي خان جي عملداري بحال ڪرڻ جو حڪم صادر ڪريون ٿا! “

” ۽ مظفرخان، اسين توکي بہ مبارڪباد ٿا ڏيون تہ تو شاهي قيدي ورايا آهن. اسين چاهيون ٿا تہ ان سنگين جرم جي جوابدارن کي هڪدم گرفتار ڪري اسانجي اڳيان پيش ڪيو وڃي، کٽي اهي سنڌي هجن، ترخان ۽ ارغون امير هجن يا مغل سردار هجن. اسانکي قسم آهي شهنشاهہ هند جي قدم بوسيءَ جو اسين مغل شهنشاهت جي حفاظت لاءِ پنهنجي جان ڏيندي بہ فخر محسوس ڪنداسون... “

” ۽ مظفر خان، هي هڪڙي مولويءَ جي گرفتاريءَ تي جيڪي شورشون شروع ٿيون آهن، تن کي هڪدم ٻنجو ڏنو وڃي. مغل عامل اڃا ايترا ڪمزور نہ ٿيا آهن جو مدرسن جا شاگرد ان کي ٽرٽلي ۾ وجهي ڇڏين. اسين چاهيون ٿا تہ شهنشاهہ

هند جي رعيت کي امن ۽ سلامتي پلئہ پوي ۽ ان لاءِ جيڪڏهن سمورن سنڌي مولوين کي ڦاهي چاڙهڻو پوي، سمورن مدرسن کي ڀسم ڪرڻو پوي، سنڌ جي شهرن کي منهدم ڪرڻو پوي ته اسانجي طرفان توکي اجازت آهي! “

” ۽ شاهي قيدي، هن سنڌي باغيءَ ۽ سنڌي ڪنيز سميت هينئر جو هينئر، خاص پهري هيٺ حضور صاحبقران جي خدمت ۾ لاهور موڪليو وڃي، جتي سنڌن تقدير جو فيصلو شهنشاهہ هند پاڻ ڪندا. تاشي خان، اهڙو پروانو جاري ٿئي ۽ عرضداشت هڪدم رواني ڪر ته جيئن اسين مملڪت جي ڀين ڪمن ڏانهن ڌيان ڏيئي سگهون! “







# 17

**ڏاترڏنو** ۽ سندس سنگتي، لاهور جي اڪبري دروازي تي، ان وقت پهتا، جڏهن سانجهي لڙي چڪي هئي، ۽ سموري شهر تي ايترو ڏُنڌ ۽ ڪوهيڙو ڇانيل هو جو سندن گهوڙا بہ ڪنهن اڄاتي خوف کان تمڻ لڳا هئا. لاهور جنهن لاءِ هنن ٻڌو هو تہ قومن کي غلام بڻائڻ جا سمورا انسنا هن ئي شهر ۾ ٺهندا هئا. جتي بادشاهہ غلام بڻجندا هئا ۽ غلام بادشاهہ بڻجندا هئا. چون ٿا تہ جڏهن قطب الدين ايبڪ لاهور پهتو هو تڏهن هن وصيت ڪئي هئي تہ آءُ جڏهن بہ مران تہ مون کي هتي دفن ڪجو ڇاڪاڻ تہ لاهور جي شهر جي مفتين ۽ قاضين هن کي اهي نسخا ڏسيا هئا، جن کي آزمائي هن پنهنجي طاقت کي ميراڻيو هو ۽ انهيءَ لاهور جي شهر جي اذيت گاهن هن جي دشمنن کي ڪانئس رحم جي التجا ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو. جڏهن بہ ڪنهن قوم مرڪز خلاف ڪا بغاوت ٿي ڪئي تہ لاهور جي مفتين کان اها فتويٰ حاصل ڪرڻ ۾ مرڪز ويرم ئي نہ ڪندو هو تہ اها بغاوت بادشاهہ خلاف نہ پر دين اسلام جي خلاف بغاوت آهي: ۽ هن جو باغي واجب القتل آهي. باغين کي سئين راهہ تي آڻڻ لاءِ لاهور جا اذيت خانا بہ اوترائي مشهور هئا، جيترا لاهور جا باغ باغيچا. راويءَ جي ڪناري تي هي خوبصورت شهر پنهنجي پيٽ ۾ ايترا اذيت خانا نپائي چڪو هو جو هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لاهور جو نالو ٻڌڻ سان ئي ماٺهو ڪنبي ويندا هئا. ڏاترڏني ۽ سندس سنگتين کي هر ڪنهن اها صلاح ڏني تہ اول تہ لاهور وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏين، پر جيڪڏهن وڃڻو ئي اٿن تہ هڪ ڳالهہ ڳنڍ ٻڌي ڇڏين تہ اُتي ڪنهن بہ شخص تي اعتبار نہ ڪن، ۽ خاص طرح سان مٺو ڳالهائڻ وارن، مروت ڪندڙن ۽ اخلاق سان پيش ايندڙن تي بلڪل ڀروسو نہ ڪن! انهيءَ ميناج جي پويان زهر، ان مروت جي پويان ڪينوءِ ان اخلاق جي پويان ڪا سازش هوندي!

مغلن بہ لاهور انهيءَ ڪري اڃي وسايو هو جو هيءُ ئي شهر هو جتي هر شئي ٻاهران بي انت خوبصورت هئي پر اندران ئي اندران مغل سازشن لاءِ سڀ کان وڌيڪ سازگار ماحول هن شهر ۾ هو. سڀ کان وڏي ڳالهہ اها هئي تہ جن جنگين ۾ مغل لشڪري ويڙهہ کان نٽائيندا هئا، اتي لشڪرين جي اڌ پگهار تي بہ وڙهڻ لاءِ ماڻهو ملي ٿي سگهيا. لاهور تاريخي شهر هو ۽ تاريخ ۾ هن شهر جي عجيب حيثيت هئي. شهنشاهہ همايون ۽ شيرشاهہ سوريءَ جي لشڪرين ۾ اڪثر سپاهي هتان جا هئا، ۽ ڪي تہ پاڻ ۾ بنهہ ويجها عزيز هئا، ۽ ٻئي وڙهڻ وقت هڪ ٻئي کي سڃاڻڻ جي باوجود هڪ ٻئي جي رت جا پياسا هئا. شير شاهہ سوريءَ واري مامري ۾ بنگال ۾ جيڪو ڪوس ۽ قتل عام ٿيو ان ۾ انهن سپاهين جي تصور سان ئي زالن جا پار ڪري پوندا هئا!

قطب الدين ايبڪ کان وٺي شهنشاهہ هند جهانگير پنهنجي سمورين جنگين لاءِ سپاهي هتا ڀرتي ٿي ڪيا، ۽ انهن سپاهين جي شهرت هڪ طرف ڪابل ۽ قنڌار تائين هئي تہ ٻئي طرف دکن ۽ بنگال تائين. اهي سپاهي جڏهن مال غنيمت جون خرزينون ڀري واپس ايندا هئا، تيسين لشڪرين جا نوان نسل تيار ٿي ويندا هئا، ۽ ائين نسل در نسل سپاهگيري هن علائقي جو دائمي پيشو بڻجي ويو. جيڪو بہ مناسب قيمت ادا ڪري، ان لاءِ وڙهڻ لاءِ تيار رهندڙ نسل. جڏهن قنڌارين، ترڪن ۽ مغلن سان لهہ وچڙ ۾ آيا، تڏهن هنن ۾ سندن تهذيب جي هڪ نئين ڳالهہ شامل ٿي، سا هئي سازش. قنڌارين هنن کي پاڪر پائي، پيٺ ۾ خنجر هڻڻ جو ڏانءُ سيکاريو. ترڪن هنن کي بي خبريءَ ۾ پٺ ۾ خنجر ٿنبي ڏيڻ جو گُر ڏَسيو ۽ مغلن هنن کي شراب ۽ شربت ۾ زهر ملائڻ جا نسخا آزمائڻ جي سکيا ڏني!

سيپيتائن جي ان سنگم لاهور کي پنهنجي الڳ سيپيتا بخشي هئي. جيڪڏهن سپاهگيري ۽ سازش طاقت جو سرچشمو هو تہ ان جو ردعمل بہ اوتروئي طاقتور هو. جيڪڏهن هڪ پاسي سپاهي ۽ سازشي ٽولا هئا تہ ٻئي طرف عام ڪمي ڪاسبي، ڪڙمي ۽ ڪتڻ وارا ڪاريگر هئا. صوفي بزرگ هئا. سنتَ ساڌو هئا. مسعود سعد سلمان ۽ داتا گنج بخش جهڙا انسان هئا جن عام ماڻهن کي سچ ۽

سياٽپ جو ڏس ڏنو. لوڪ ـ ڪوي پنهنجي ڪويتائن ۾ ماڻهن کي پيار ۽ سنگيت جو سنديش ڏيندا رهيا. سپاهگيري ۽ سازش، لالچ ۽ طمع خلاف صوفي بزرگ پنهنجي خانقاهن ۾ مچ مچايو ويٺا هئا. پنجن دريائن جي هيءَ ڌرتي سندن گيتن جي گونجار جي باوجود سپاهگيري ۽ سازش جي ڪوهيڙن ۾ گهيريل هئي.

اڪبري دروازي جي ويجهو ئي سراءِ اڪبري لاهور جو سڀ کان وڏو مسافر خانو هو. ان مسافر خاني ۾ مختلف ملڪن جي سوداگرن ۽ مسافرن لاءِ جدا جدا ڪوٺ ٺهيل هئا. مختلف مسافرن لاءِ پنهنجي پنهنجي پسند جا بالا خانا، چوٻرجيون، ساقي خانا ۽ قهوه خانا هئا. پر سڀني ڪوٺن جا پهريدار مغل لشڪري هئا. ڏاترڏني مسافرخاني جي مهتمم لاءِ قاسم بيگ جي چٺي آندي هئي، ۽ ڪجهه وري مغل لشڪرين جي مُٺ گرم ڪرڻ سان، هنن کي ترخانن جي سراءِ ۾ ترسڻ جو اجازت نامو ملي ويو. ڏاترڏني پاڻ سان پنج ساٿي آندا هئا. جن کي اها هدايت مليل هئي ته جيسين پاڻ ۾ اڪيلا نه هجن، تيسين هو سنڌي نه ڳالهائيندا. سندن فارسي ۾ به ترخانن واري لانڍ هئي. سندن پوشاڪ به ترخان سوداگرن واري هئي، ۽ وڏي ڳالهه ته هنن پنهنجا ترخان نالا به ياد ڪري ڇڏيا هئا. ڏاترڏني کي نالو ڏنو هئائون طغرل بيگ. جڏهن پهريون پيرو ڪنهن ساٿيءَ کيس طغرل بيگ سڏيو ته هو خود واٽڙو ٿي هيڏانهن هوڏانهن لوٽا هڻڻ لڳو. پوءِ جڏهن ياد آيس تڏهن خود ششدر ٿيو ۽ پوءِ کِل ۾ اونڌو ٿي ويو. هن کي وريام جا لفظ ياد هئا ته ادل، سنڌ لاءِ جيڪڏهن ناٽڪ ڪرڻو پوي ته اهڙو ناٽڪ ڪبو جو اصل ماڻهوءَ ۽ ويسڌاريءَ ۾ به ڪو فرق نظر نه اچي.

گهوٽن کي ٿانيڪو ڪري، ڪوٺين ۾ سامان رکائي، منهن هٿ ڌوئي، جڏهن سڀ ساٿي پنهنجي چوٻرجيءَ پهتا، تڏهن پهريون پيرو هنن کي احساس ٿيو ته هو جنهن مهم تي ابهرا ٿي نڪتا هئا، تنهن جي ڪاميابيءَ جو ترِ جيترو به آسرو ۽ اميد ڪانه هئي. پهريون ته هنن کي اهو معلوم ڪرڻو هو ته شاهي قيدين جو قافلو پهتو يا نه. جيڪڏهن پهتو ته وريام ۽ نوريءَ کي ڪٿي رکيو اٿن. نوريءَ کي ته پڪ ئي پڪ زنانخاني نيو هوندائون. وريام کي الائجي ڪٿي رکيو هجين. جيڪڏهن اها خبر پئجي به وڃي ته پوءِ هن کي ڇڏائڻ لاءِ هي ڇهه ڄڻا مغل شهنشاهت جي

مرڪز اندر ڪهڙا ڦاڙها ماريندا. هر ويرو ياڻ کي پوهي ۾ ڏيڻ ۽ موت کي دعوت ڏيڻ سان نہ ورنام کي آزادي ملندي نہ ئي ڪو مغل شهنشاهت کي لوڏو ايندو. جيئن جيئن هو پاڻ ۾ صلاحون ڪرڻ لڳا، تيئن تيئن هنن جا حوصلا ڍهندا پٽ پوندا ويا.

" يَرَ، ابهرائي ڪري ڪوهہ ۾ ٽپو تہ ڏنو اٿئون، پر اتان بچي نڪرڻ جو بہ ڪو بلو سوچيو اٿوَ يا نہ؟ " دوسو سمي جڏهن تہ سيني جي دل ۾ ڪُڪندڙ ڳالهہ وڏي واڪ چئي ڏني.

دوسو سمو انهن سمن مان هو جن قسم کنيو هو تہ جيسين ڏاريا سنڌ تي قابض آهن، تيسين ڪٽ تي نہ سمهندا. ۽ سومرن وانگر وري ڪڏهن پَٽُ نہ پهريندا. هونئن بہ سنڌ جو سمورو ريشم ۽ پَٽُ پهرين ترخانن ۽ هاڻي مغلن جي قبضي ۾ هو: ڪاريگر انڪار ڪندا هئا تہ ساڻن اهڙيون عقوبتون ٿينديون هيون، جو ڪنهن کي بہ انڪار ڪرڻ جي همت ڪانہ ٿيندي هئي. سمن ۽ ابڙن جا ڪيترا خاندان انهن عقوبتن جي ڪري ڪڇ هليا ويا هئا، ۽ انهن سان گڏ پاٽولي ۽ ميمڻ بہ پنهنجو هنر بچائڻ لاءِ ڪڇ ۽ ڪانياواڙ وڃي سام وٺڻ تي مجبور ٿيا هئا.

" پائو ياري نيائڻ ۽ سنڌ سان سر لڳائڻ کي جيڪڏهن ڪوهہ ۾ ٽپو ڏيڻ ٿو سمجهين تہ پوءِ اهو ٽپو ڏسي وائسي ڏنو اٿئون. ويندي ويندي بہ جان ويندي سا سنگت تان گهوري، سنڌ تان گهوري! "

هي جواب سيني ڪان ننڍڙي جوان جيون مينگهواڙ ڏنو جنهن جي ڪٽنب موچڪو ڌنڌو ئي ڇڏي ڏنو هو جو ترخانن ۽ مغلن جون جتيون ٺاهڻ ڪان هنن بک مرڻ وڌيڪ چڱو ٿي سمجهيو. هنن سان بہ گهٽيون ئي ڏاڍايون ڪيائون پر هو نہ مڙيا. گهٽا ٽٽا تہ مارواڙ لڏي ويا. جيڪي رهيا سي گهوڙن جا سنجَ ۽ ٿلَ ٺاهي پيا گذران ڪندا هئا.

" ها، سچي، هتي تہ موچين جو دروازو بہ آهي. شايد اُتي ڪو ڏس پتو ملي پوي ..... " ڏاتر ڏني ڳالهہ بدلائڻ لاءِ چيو. هن سوچيو تہ مايوسيءَ مان تہ مرڳو سڄو پنڌ ئي اجايو ٿيندو.

” ادا، موچي دروازي ڪانسواءِ هتي ياتي دروازو بہ آهي، جتي اسانجا ڪي واقف رهن ٿا. چون انهن سان ملي ڪو پلو ڪجي. “ هيءَ صلاح موليڏني ڪتريءَ ڏني. ڪترين جا ڪيترا پاڙا ترخانن جي زماني ۾ لڏي ملتان ۽ لاهور وڃي وسيا هئا. موليڏني جي پيءُ کي مرزا باقيءَ هاٿيءَ جي پيرن هيٺان لتاڙائي مارايو هو. هن جي اڳيان ترخانن جو نالو وٺبو هو تہ ٻرُ ٿي ويندو هو. سو جڏهن سنگت چيس تہ ترخان سوداگرن جو ويس پاتو آهي تہ اصل ۾ پڙ ڪڍي بيهي رهيو. ” نہ نہ. اُنهن لُچن جو لباس پائڻ بہ لُچائي آهي. مون کان ڪانہ ٿينديءَ! “

پر يارن جي منٿن ميڙن وڃي ڪيس راضي ڪيو. هن جي خاص ڪرتبن ۾ اهو شامل هو تہ هن وٽ اهڙو بارود هوندو هو جنهن کي باهہ ڏيڻ سان ايترو دونهون ٿيندو هو جو ان جو وجهہ وٺي هو دشمن جي گهيري مان نڪري ويندو هو ۽ ويندي ويندي بہ چار همراهہ بہ ڪيرائي ويندو هو.

” ادا، واهہ جي صلاح آهي. ايئن تہ اسان جا همراهہ بہ مغلن جي چاڪريءَ ۾ آهن. اهي داتا گنج بخش جي تُربت جي پرسان ڪٿي رهن ٿا. انڏن وڃي ملتان لڏو سو پاڻ بہ هنن کي ڳولهي لهنداسون. آهن ڪٽي مغلن جا نوڪر، پر سنڌ لاءِ وسئون ڪونہ گهٽائيندا.....! “ جانو جوکئي چيو. هن جو ڪٽنب گهوڙن رکڻ ۽ پالڻ ۾ سنڌ هند ۾ پنهنجي نالي سان هو. اصل ڪنهن تي اک ئي ڪانہ ٻڌندي هئن. هنن جي مڙسالن توڙي زالئن ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ هئي جو ذات گهوڙو هنن جي ٻچڪار ٻڌي بيهي رهندو هو جڏهن تہ هنن گهوڙن کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪجهہ چئي ڏنو هو. اها ڳالهہ جانوءَ ۾ بہ هئي. مجال آهي جو گهوڙو پنهنجي سوار جي چوڻ ۾ اچي، جي جانو ڪيس ٻچڪار ڏيئي بيهاري ڇڏي، جيسين جانو اشارو نہ ڪندو تيسين گهوڙو اڙي هڻڻ تي ٻئي اڳيان سُنب ڪٽي ايا ڪندو ۽ سوار پنهنجو ڪنڌ بچائڻ ۾ پورو هوندو.

” منهنجي صلاح آهي تہ پاڻ ٽي ٽي ڄڻا ٿي نڪرئون، ۽ جنهن کي جتان ڪو حال احوال ملي، سو پاڻ ۾ صلاح ڪري ان موجب قدم کڻون. باقي ايئن رڳو همت هارڻ مان نہ وريام جي لاءِ ڪجهہ ڪري سگهنداسون ۽ نہ ڪو ٻيو ڪارج سِڌ ٿيندو جنهن لاءِ هت آيا آهيون.....! “ هي همراهہ ڪڏهن بہ ذات نہ ٻڌائيندو هو.

پاڻ کي سڏائيندو ئي هو جڪرو سنڌي هوندئن ذات جو هي بہ سمون هو پر چوندو هو تہ يَرَ. فيروز سنڌ سان جيڪا ڪئي، ان ڪانپوءِ سمو سڏائڻ ڏاڍي اڏنگي ڳالهہ آهي. هن سنڌي سڏائڻ سان اها اڏنگائي ڏوڀجي وڃي. ننڍو نيتو هو تہ ڪا عشق جي لپاٽ لڳي هيس. تڏهن ڪان ڏاڙهي رکي جهنگ منهن ڪري نڪري ويو. پر جڏهن بہ سنڌ ۾ ڪا شورش ٿيندي هئي، تہ هن کي سيڪو وچ ۾ ڏسندو هو. هن جي گيڏي ۾ سَرن مان ٺهيل ننڍا سگ يا تير هوندا هئا. جنهن جي منهن ۾ سئيءَ جهڙي سيخ هوندي هئي، ۽ هو ڦوڪ سان سرائي وات ۾ وجهي دشمن جي اکين کي نشانو بڻائڻ ۾ اهڙو قابل هو جو ڪيس ترخان توڙي مغل پري ڪان ڏسندا هئا تہ لنوائي ويندا هئا. هن سان ڪؤنسڻ معنيٰ پنهنجون اکيون وڃائڻ!

ڏاترڏنو جانو جوڪئي ۽ موليڏني کي ساڻ ڪري هڪڙي ترخان ساقي خاني ۾ هليو آيو. باقي همراهہ ڏس پڇائيندا داتا دربار هليا ويا. ڏاترڏني سنگتين کي هوشيار ڪيو تہ سنڌي ڳالهائڻ بند. ڪنهن سان جهيڙو بہ ڪرڻو نہ هو. رڳو اها خبرچار لهڻي هئي تہ شاهي قيدي ڪٿي لٿا، ۽ ڪٿي رکيا اٿن.

هو هڪڙي خالي مسند ڏسي اڳتي وڌيا تہ ساقي خاني جي مهتم اڳيان وڌي کين منع ڪئي: " آقا، معاف ڪجو پر هيءَ مسند خاص مرزا معظم بيگ لاءِ مخصوص آهي. هن کي خاص عاليجاهہ ڪان پروانو مليل آهي. اوهين دل ۾ نہ ڪجو. هي ٻيون مسندون خالي آهن. جتي مرضي پويَ اتي وهو ۽ جنهن ساقيءَ ڏانهن آڱر ڪڻو سو حاضر آهي! "

جانوءَ ڏاترڏني ڏانهن ڏٺو. ڏاترڏني موليڏني ڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ ٽيئي مهتم کي پاسيرو ڪنديءَ مسند تي ٺهي جُڙي ويهي رهيا. وِهندي جانوءَ وڏي آواز ۾ چيو: " معظم بيگ وري بہ ڪنيز جو اولاد آهي. اسين نِج ترخان آهيون. اسان جو حق هن ڪان مٿاهون آهي، ۽ اسين پري ڪان پنڌ پيا آهيون! " اهو سڀ ڪجهہ هن ايڏي وڏي واڪ ۽ ايتري ترخاني لانڊ سان چيو جو ويهارو کن اکيون هن ڏانهن کڃي ڇيون.

اُن وقت ڏاترڏني ڪمربند مان هڪڙي سوني اشرفي ڪڍي هڪڙي ساقيءَ جي رباب جي سوراخ ۾ اهڙي انداز سان وڌي جو ان جي چمڪ سيني کي نظر اچي. سوني اشرفيءَ جي معنيٰ هئي تہ هي تہ خود شهنشاهہ هند جا ڪي مصاحب هئا. نہ

رڳو ساقي ڪورنش ۾ وچائجي ويو پر ڪجھ ماڻھو تعظيماً اُٿي بيھي رھيا. ۽ ڇاتيءَ تي ھٿ رکي تيسين بيٺا رھيا، جيسين ھو ويھي نہ رھيا. معتمر بہ ڪکو وکو ٿي ويو. ھي جيڪڏھن شھنشاھہ ھند جا مصاحب ھئا تہ پوءِ معظم بيگ وچي ڪڏ جي تري ۾ پوي.

" آقا، غلام ڪان خطا ٿي وئي. مون لاءِ جيڪا سزا تجويز ڪريو سا اکين تي. پر ان جو ھڪڙو ازالو اھو ٿو ڪريان جو مون وٽ شھزادن لاءِ خاص انگوري اڄ ئي آئي آھي، اھا قبول فرمايو.....! "

جانوءَ جوڪئي اک جي اشاري سان ھن کي ايئن اجازت ڏني، ڄڻ ھن شھزادن کي بہ پنھنجو غلام ٿي سمجھيو. بہ ڳيرو ساقي بلوري صراحيءَ ۾ انگوري ۽ بلوري جام ھڪ وڏي طشت ۾ کڻي آيا جنھن جي تري ۾ ڳاڙھو مخمل وڇايل ھو ۽ جنھن جي اولڙي انگوريءَ کي بہ قرمزي رنگ ڏيئي ڇڏيو ھو. جانوءَ وري بہ اک جي اشاري سان ساقين کي حڪم ڏنو تہ انگوري جامن ۾ اوتين. جڏھن انگوري اوتي، ساقي ناز انداز سان ھٿ سيني تي رکي پوئتي ھٽي بيھي رھيا، تڏھن جانوءَ اکين ئي اکين ۾ پنھنجي ساٿين کي ڪو نياپو ڏنو تہ منھنجو ساٿ ڏجو. جام ھٿ ۾ کڻي ھو ٿيئي اُٿي بيھي رھيا. ۽ جانوءَ وڏي آواز ۾ چيو: " ھي صحت جو جام تجويز ٿو ڪريان حضور مرزا عبدالعلي لاءِ، جيڪو اڄ شھنشاھہ ھند جي قيدخاني ۾ آھي. آءٌ حضور عالي مرتب شھنشاھہ ھند جي خاص مصاحبن مان آھيان. پر آءٌ پھرين ترخان امير آھيان ۽ پوءِ مصاحب. مون کي قسم آھي پنھنجي بزرگن جي ڏاڙھين مبارڪن جو تہ جيسين مرزا عبدالعليءَ کي عزت نہ بخشي وئي، تيسين آءٌ شاھي دربار ۾ حاضري نہ ڏيندس. پوءِ کڻي منھنجي جان ھلي وڃي! "

ايئن چئي ھن جام چپن سان لڳائي ڇڏيو. ڏاتر ڏني لاءِ اھو وڏو امتحان ھو. ھن ڪڏھن انگوري ڪانہ پيتي ھئي. ھن جو ھٿ پئي لُڏيو. پر ھٿ سياست ڪيڏٺي ھئي، ۽ جانوءَ جي ڳالھہ موٽائڻ سان سمورو ناٽڪ ڊھي پوي ھا. جانوءَ جي آواز ۾ واھہ جو ڪڙڪو شڙڪو ھو: قدآور مڙس، جابلو رنگت، پنيي ڏاڙھي، ۽ گرجدار آواز.

ڪا گهڙي سموري ساقي خاني تي ماٺ ڇانئجي ويئي، ۽ پوءِ ڀريل هوريان. پوءِ ٽڪڙا ساقي خاني ۾ موجود سمورا ترخان اُٿي بيٺا ۽ جام چپن سان لڳائي وڏي واڪ چيائون، ”حضور مرزا عبدالعليءَ جي صحت ۽ ڪامرانيءَ لاءِ!“

۽ پوءِ هڪڙو هڪڙو ٿي ترخان امير هنن جي مسند ڏي آيو ۽ ساڻن ٻاڪر پائي مليو ۽ ڪين پنهنجي مسند تي اچڻ جي دعوت ڏيندو ويو. جانوءَ جو مقصد به اهو هو ۽ پوءِ هو ٿيئي ڄڻا ٽن مختلف مسندن تي ترخان اميرن سان سرگوشيون ڪرڻ ويهي رهيا!

جڏهن هو اُٿيا، تڏهن هنن ڪي نه رڳو سموريون خبرون ملي ويون، پر ڪن ترخانن مان ان لاءِ به راضي ٿي ويا ته جيڪڏهن ضرورت پئي ته شاهي دربار ۾ سنڌ ۾ مغلن جي ڏاڍاين جي ڳالهه شهنشاهه جي خاص خابرن جي ڪَن تي آڻيندا. ۽ پنهنجن ماڻهن جي ذريعي سنڌ جي سمورن ترخان اميرن کي نياپا سنيها ڪندا ته وقت اچي ويو آهي ته سنڌين جي حمايت سان مغلن خلاف ڪا منظم شورش ڪري مغلن کي سنڌ مان ٽپڙ کڻڻ تي مجبور ڪن. ڏاترڏني بيماريءَ مان اٿڻ جو بهانو ڪري انگوريءَ جي آچ کي لنوائي ڇڏيو. البت جانو ۽ موليڏني ترخان اميرن کي اهڙي موٽ ڏني، جو خود ترخان واهه واهه ڪندا رهيا. هنن لاءِ سڀ کان ڏکيو مسئلو هو ساقين جي ناز نخرن ۽ سندن اکين جي پيغامن کي لنوائڻ جو. ترخان تهذيب ۾ ساقيءَ جي اکين جي پيغامن کي موٽائڻ يا لنوائڻ بدذوقيءَ سان گڏ وڏي جوکم جي ڳالهه هئي: هڪ ته ساقي رُسي وڃن ته اُنهن کي پرچائڻ بيحد ضروري هو ۽ ٻيو ته ساقيءَ جو مالڪ ان کي پنهنجي بيعزتي سمجهندو هو ته سندس ساقيءَ جي حسن ۽ ناز و انداز کي ڪو ٻيو شخص ايئن رد ڪري ڇڏي! پر ان جو علاج به جانوءَ ڳولي لڌو. هڪڙي ساقيءَ جي ڳَل ۾ ڇهنڊڙي وجهندي چيو: ”جانم. هن وقت اسين ڏاڍين ڳنڀير مملڪتي مسئلن تي ٻيا صلاح مشورا ڪريون: ان ڪري رزداريءَ جي تقاضا آهي ته اوهين انگوريءَ جا جام رکي هليا وڃو. هتان فرصت ملي ته پوءِ سڄي رات پئي آهي.“ اهي لفظ هن ايڏي لُڇائيءَ سان چيا جو ترخان اميرن کان به ٽهڪ نڪري ويو ۽ هنن به پنهنجي ساقين کي اکين ئي اکين ۾ ڪو اهڙو اشارو ڪيو جو هنن ڏانهن ساقين جي تير اندازي بنهه بند ٿي وئي.

ڏو اڏ پيرو ساقي خاني جي مهتم ڳالهين ۾ شريڪ ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي
ن بہ جانوءَ اهڙو رخ اختيار ڪيو جڏهن هن جي موجودگي رازداريءَ لاءِ هاجيڪار
سگهي ٿي. ترخان اميرن ان جو پلو اهو ڪيو جو ڪيس ڪو اهڙو ڪم ڏسي
ائون جو ڳچ وقت لاءِ مهتم بہ هنن جي ويجهو نہ آيو.

هنن کي اها خبر پئي تہ شاهي قيدي پهچي ويا آهن. ملڪہ هند نورجهان
ر مرزا عبدالعليءَ جي جان بخشي ڪرائڻ ۽ کيس پنهنجي امانَ ۾ رکڻ جو ذمو
 آهي. ان جي عيوض هن کي ترخان سوداگرن جي ذريعي دنيا جو سڀ کان
ي نولکو هار پيش ڪرڻ ڪرڻ جي آڇ ڪئي وئي آهي. البت خسرو خان
ڪس جو خير ڪونہ ٿو ڏسجي. هن جي خلاف شهنشاهہ جي خابرن سندس
 پري چڙيا آهن ۽ شايد هن کي جيڪڏهن موت جي سزا نہ ملي تڏهن بہ
س نُور کسڻ جو حڪم صادر ٿي چڪو آهي.
سنڌي باغين جي فيصلي لاءِ مرزا رستم بيگ جي مراسلي جي روشنيءَ ۾
ي فيصلو ٿيندو. البت سنڌي ڪنيز وارو مامرو ڪجهہ منجهي پيو آهي.
ڪ هند نورجهان بيگم نٿي چاهي تہ ڪنيز شهنشاهہ هند اڳيان پيش ڪئي
. ڪنيز جي حسن کي ڏسي شهنشاهہ الائي ڪهڙو فيصلو ڪري وجهي. حرم
۾ تہ اهي چوبول هئا تہ سنڌي ڪنيز لاءِ شهنشاهہ جي ڳنَ تي اها ڳالهہ وڌي
 آهي تہ انارڪلي جڏهن وري جنم وٺي آئي آهي، ۽ سندس حسن جنت
حورن کان بہ سرس آهي. شهنشاهہ بہ پيرا سنڌي ڪنيز کي ڏسڻ جي خواهش
ظهار ڪري چڪو آهي، پر نورجهان بيگم کيس ڪجهہ ترسڻ تي مجبور
ي وڌو آهي. ڪن شاهي ڪنيزن جو تہ اهو بہ چوڻ آهي تہ نورجهان بيگم
ي ڪنيز کي ڳجهہ ڳوهہ ۾ ختم ڪرائي ڇڏيندي!
اڏ رات کان پوءِ ٿيئي جڏا بظاهر ٽڙندا ٽابڙجندا، مدهوشيءَ ۾ پنهنجي
جي پهتا. آس پاس جو جائزو وٺي هو پنهنجي ساٿين جو انتظار ڪرڻ ويهي
جانو ڪنهن اونهي خيال ۾ مونن ۾ منهن وجهي ويهي رهيو. ڏاترڏني
تهيو تہ مايوسيءَ کان بچڻ خاطر ئي سهي، جانوءَ ايئن ڪنڌ ڪٽي گوڏن ۾ وڌو

آهي. سو کيس ڳُلهن ۾ ٻانهن وجهندي چيائين: " مٺا, دل نہ لاهہ, الله مڙئي سٺا ڪندو. ڪونہ ڪو ٻِلو ڪري وجهنداسون. ڏينهن شينهن آهي. حالي تہ سم ننڊ ڪر, صبح جو اول خير, ڪا مڙئي مت اچي ويندي! "

ڏاترڏنا, تون پاڻ سُڻهن ڪٺي ٻڌاءِ تہ توکي ننڊ ايندي اج رات؟ اسان جو ڪوٽ ۾ قابو آهي, ۽ اسين کيس ايترو ويجهو هوندي بہ سمهي ننڊون ڪريو پوءِ حيف آهي اهڙي ياريءَ تي! " جانوءَ شوڪارو ڀريندي چيو.

" ادل, هن انگوريءَ تہ جڻ ٽانڊاڻن جو ڪم ڪيو آهي. هوئڻ تہ شايد ننڊ ا بہ وڃي ها, پر انگوريءَ منهنجو اندر اُجاري ڇڏيو آهي, ۽ اکيون بند ٿو ڪريا ورپام کي شاهي دربار ۾ هٿڪڙين ۽ پير ڪڙين ۾ زنجيرن ۾ جڪڙيل ٿو ڏس سو يار ڪجهہ ڪرڻو آهي تہ هينئر ئي ڪجهہ ڪريون. ڏينهن برابر شينهن آه پر ڏينهن سازشن کي لڪائي بہ ڇڏيندو آهي. ايئن نہ ٿئي جو اسان کي دير وڃي! "

موليڏني اجا اها ڳالهہ پوري ڪئي تہ دوسوءَ وارا بہ اچي نڪتا. هنن جيد حال احوال ڏنو تنهن تتُ بہ تقريباً ساڳيو هو. البت هو هڪڙي ڪاميابي حا ڪري موٽيا هئا. هو اها خبر وٺي آيا هئا تہ وريام کي ڪٿي رکيو هئائون. ڪوٽ دريا جي ڪناري تي هڪڙي مغل عقوبت خاني جي پر ۾ هو ان جو هڪ رستو اهڙو هو جنهن تي پهرو گهٽ هو. چاڪاڻ تہ ان پاسي مغل اميرن ج حويليون هيون, ۽ هر حويليءَ تي هوئڻ ئي مغل لشڪرين جو چڱو خاصو پ هوندو هو ۽ ڪنهن بہ اوپري ماڻهوءَ کي اوڏانهن وڃڻ جي همت ڪانہ ٿيندي هئ

جانو اها ڳالهہ ٻڌي اُٿي بيهي رهيو. " پوءِ تہ ان جو هڪڙو ئي رستو آهي هينئر جو هينئر اوڏانهن هلون. رات وڳڙي ۾ ڪنهن کي شڪ بہ ڪونہ پو ۽........ "

" پائو هي لاهور آهي. نٿو ڪونهي جو رات جو اکيون پوري بہ اسين پنه ماڳ لهي سگهندا آهيون. هت هڪڙو تہ اسين اڻ واقف, ٻيو تہ اوندهہ ۾ ۽ نڪرڻ جي گهَٽ کي پرکي ڪونہ سگهنداسون..... " دوسو ڪجهہ چوندي چو ماٺ ٿي ويو.

ڏاترڏني جي دل تہ ائين ٿي چاهيو تہ اُڏامي پنهنجي يار جا بند خلاص ڪرڻ پهچي وڃي. پر هن کي بہ دوسوءَ جي ڳالهہ ۾ وزن نظر آيو.

" جانڻ، دوسو سچ ٿو چوي، اُبهرائيءَ مان ڪو فائدو ڪونہ ٿيندو! " هن جانوءَ ىن نهارڻ ڪانسواءِ چيو.

" جانوءَ جي ڳالهہ وڏيڪ وزنائتي آهي، ڏاترنا! ڏينهن جو شينهن جي غار ۾ ىل ٿيڻ مونکي تہ ڪونہ ٿو آئڙي، باقي جيڪا سنگت جي مرضي! " موليڏني بہ ىد انتظار ڪرڻ نٿي گهريو.

" يَرَ، منهنجي بہ ڳالهہ تہ سڄي پڌو، وريام کي صبح جو شاهي دربار ۾ پيش رڻو اٿن تہ ضرور فجر کان بہ اڳي کيس اتان وٺي ويندا، ۽ اسين اسين هٽ نيندا رهجي ويندا سون. ہي ڳالهہ تہ اڄ رات ڏنڌ ۽ ڪوهيڙو اڳي ئي آهي. يڏني وارو دونهون اڄ ڪنهن کي بہ شڪ پوڻ ڪونہ ڏيندو، هو سمجهندا تہ اهو ىنڌ آهي، ۽ تيسين اسين همراهہ کي ڪيڏي نڪري ايندا سون....! "

اها ڳالهہ سيني کي وڻي، پر جيڪڏهن وريام کي ڪيڏي نڪري بہ اچن تہ پوءِ ، کي صحيح سلامت لاهور مان ٻاهر ڪيئن ڪيندا، ان ۾ ايترا تہ سوال هئا جو ىنهن بہ اُن تي سوچڻ نٿي گهريو. وريام هميشہ هر مسئلي جو حل ڪيڏي ويندو ي، سو جڏهن ڪو اهڙو مونجهارو ٿيو تہ پوءِ تہ وريام بہ ساٿن هوندو. نہ تہ بہ ىدي ويندي بہ جان ويندي، سو اُن تان هنن آهُوهونئن هونئن ئي لاهي ڇڏيو هو.

" پوءِ اچو تہ هلون.... پر ادل، هوشياري ۽ حرفت سان هلڻو آهي. جيڪڏهن ىابہ پُل چُڪ ٿي، تہ وريام.... "



# 18

سنڌوءَ تي جڏهن سج اڀرندو آهي، تڏهن سج وڏيڪ سهڻو ۽ روشن
ويندو آهي. سنڌوءَ تي جڏهن سج لهندو آهي تڏهن به سج وڏيڪ سهڻو ۽ قداو
پوندو آهي. سنڌوءَ جو اُفق به سنڌي ماڻهن جي دل جيان معصوم پر ڪشادو لڳ
آهي. سنڌوءَ جي شفق به جڻ ته سنڌي ماڻهن جي اندر جي جذبن جيان سدا ح
۽ سدا رنگين لڳندي آهي. جڏهن سنڌو دريا جو اهو حال آهي ته سنڌو ساگر
اُفق توڙي شفق ڪيترو نه سدا حيات ۽ پاڪيزه هونديون.... سندس ٻونديءَ ج
سندس ارادو پروڙي هوريان هوريان تلڪندي، اچي پتڻ سان لڳي! پتڻ تي پهـ
وات تي ٻڪ جهلي، تماچيءَ اهڙو آواز ڪڍيو جهڙو بوڙيندي مان نڪرندو
پر ان سيني ۾ ڪنهن ڪونج جي پنهنجي ولر کي پڪارڻ واري ڪوڪار به
هن جي سيني اچا پوري ئي ڪانه ٿي ته ڪچي مان اهڙيون ساڳيون ڪوڪ
چئني طرفن کان هڪ آواز ٿي هن کي موٽ ڏئي ويون.

تماچيءَ جي چپن تي مرڪ اچي وئي: سڀ همراه پهري سجاڳ آهـ
پانئجي ٿو ته مغلن وري هيڏانهن رخ نه ڪيو آهي، ۽ پوءِ هن کي چاچو گهرا
اچي ويو ۽ هن کي سانوڻ ۽ سندس سنگتي ياد اچي ويا.....

هن جو ڪٽنب صدين کان مانجهندن واري پتڻ جو پاٽي هو. هن جي
سنڌوءَ جي پاٽيءَ سان وچن ڪيو هو ته هو جيئندا به سنڌوءَ لاءِ ته مرندا به س
لاءِ. سڪندر جي وقت کان هو دريا جي پنهي ڪنڌين جا راکي هئا. هن
ڪنهن ٽڙ پڙ ٽڙ ڏاڏي جڏهن سڪندر جي لشڪرين جا غوراب لهوارا اينـ
هئا. تڏهن پنهنجي بنهه ننڍڙين هڪڙين ۽ ٻونڊين ۾، مانگر جي تيل جا ڏ
موئرا ٻاريءَ لُڏڙي وانگر انهن مڪڙين هيٺان، تڙڳندو ڪين ڊِڪيندو غورابن
وچ ۾ پهچائي آيو. رات جي پوئين پهر، دريا جي وچ سِير ۾ ٻاهين کي ائير
ڏانهن سُرندو ڏسي، يونانين کي پڪ ٿي وئي ته هي پڪ ڪو جنن ڀوتن جو

آهي، جنهن جا ماڻهو تہ ماڻهو پر جن پوٽ بہ پنهنجي ديس جي ڌرتيءَ ۽ دريا کي ڌارين کان بچائڻ ڪاڻ راتيون جاڳي پهرو ڏيندا ٿا رهن. خبر تڏهن پين جڏهن باهہ جا اهي سُرندڙ مچ سندن غورابن سان اچي لڳا، ۽ سندن ڏسندي ڏسندي اُهي باهہ جو بک ٿيڻ لڳا. هيءَ باهہ بہ عجيب هئي جو جيئن ٿي ان کي پاڻي مليو تيئن اها وڌيڪ ٿي پڙڪي اُٿي. حالت اها ٿي جو يونانين کي پنهنجي غورابن مان دريا ۾ ٽپي پنهنجي جان بچائڻي پئي. جڏهن غورابن جا سِڙهہ سڙڻ لڳا، تڏهن هنن کي اروڙ جي سِرائين جا اهي لفظ ياد آيا تہ جيسين هڪڙو بہ سنڌي جيئرو آهي، تيسين سنڌوءَ جا ٻيئي ڪنارا يونانين لاءِ دوزخ جا آڙاهہ ٻڻيل رهندا. اروڙ جي ماڻهن جو اهو پاراتو اڄ هو اکئين ڏسي رهيا هئا.

۽ پوءِ جڏهن بہ ڌارين سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۽ سنڌوءَ جي پيٽ کي سنڌ کي غلام بڻائڻ لاءِ استعمال ڪيو تڏهن سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنڌين تي رهندڙ پاڻين، مهاڻن ۽ ميربحرن هنن جي غورابن، جهازن ۽ ٻيڙين کي ساڙي ڀسم ڪري سنڌو ساگر جي حوالي ٿي ڪيو. جڏهن بہ سنڌ آزادي ۽ ڇوٽڪاري جو ساهہ ٿي کنيو تڏهن سنڌوءَ جي هنج ۾ سڙهہ سنوان ۽ لاهو نوان تلڪندا رهيا، ۽ ٻيڙيون ۽ ٻيڙياتا سنڌوءَ کي اروڙ کان ديبل تائين وٽج واپار جي شاهراهہ بڻائي، سنڌ کي سون جون سوغاتون ڏيندا رهيا. پر جڏهن بہ سنڌ غلام ٿي، تہ سنڌوءَ جو پيٽ پاڻيءَ سان پُر هوندي بہ سڄو ۽ سڪٺو ٿي پوندو هو. ڌارين کي پار اُڪارڻ کان پاڻي بس ڪري ويهي رهندا هئا. ٻيڙياتا ٻيڙا ساڙي ڇڏيندا هئا تہ متان دشمن جا ماڻهو يا مال ڍوئڻو پويِ!

تنهن رات سندس چاچو گُهرام پتڻ جا بہ پُور اُڪاري جڏهن گهر آيو تڏهن اصل هٽن مان پيو وڃي. سندس منهن مشعل وانگر پئي ٻريو. سندس ڇاتيءَ سنڌوءَ جيان پئي ڇوليون ڪاڍيون. هن ڇاچي گهرام کي اهڙي پور ۾ ڪڏهن ڪونہ ڏٺو هو. هو تہ اهڙو ماڻهو هو جنهن جا سمورا جذبا ۽ احساس سندس منهن جي گهنجن ۾ پند پهڻ ٿي ويا هئا.

" چاچا خير تہ آهي. اڄ ڏاڍو موج ۾ ٿو ڏسجين. پتڻ تان پيو اچين يا ڪنهن ڪلاڙڪي هَٽ تان! ؟ " هن کلي کيس ڪيڪاريو.

" اَبل، اصل ڳالهہ ئي نہ پُڇ. ائين سمجهہ تہ تہ ڪو نئون مڏُ پيِ آيو آهيان.... "چاچي گهرام سمڪندي چيو.

" پَرَ بہ ڳالهہ جي ٿوري کي ٿولهہ تہ سمي تہ اهو وري ڪهڙو نئون مڏُ آهي جو اصل وٺ ئي ڪونہ پيو ڏين ....؟ " هاڻ هن کي بہ اچي هورا ڪورا لڳي. " متان ٻيڙيءَ ۾ ڪا وينگس تہ ڪونہ وهاري آيو آهين؟ " هن چرچي مان چيو.

" نہ ڙي بابل.... آءٌ هن عمر ۾ ڪهڙي وينگس وهاريندس.... پر ڳالهہ ئي اهڙي آهي جو.... "

" چاچا، هاڻ ڳجهارتون نہ ڏيءِ ڪجهہ انت ڏي نہ تہ پاڻ ڪونہ ٺمنداسون.... " تماچيءَ ڪُوڙيءَ ڪاوڙ ۾ چيو.

گهرامُ مانجهندن واري پتڻ جي پاٽي هجڻ سان گڏ ٿر جو ڏاڍو مڙس هو. هن کان هر ڪو ڳن هٽندو هو. تماچي جڏهن کان ساڄهہ پريو ٿيو هو تڏهن کان هو پنهنجي چاچي گهرام جي ڏنگائيءَ جون ڳالهيون ٻڌندو آيو هو. هن کي عجب اهو ٿيندو هو تہ جڏهن گهرام گهر ايندو هو ۽ هو ڊوڙي سندس ڊيءَ تي چڙهي ويندو هو تڏهن هو ايترو ڪونئرو ۽ مِٺو هوندو هو جو گهڙيءَ لاءِ هن کي بہ اهي ڳالهيون وِسري وينديون هيون جيڪي هن جا جيڏا ۽ سنگتي راند روند ڪندي هن کي چاچي گهرام بابت ٻڌائيندا هئا. ڊجي ڊجي چوندا هئا تہ " متان ڪيس اهو ٻڌائين تہ اسان توکي اهي ڳالهيون ٻڌايون آهن. " پوءِ جڏهن هو گهر ايندو هو تڏهن هن کي سموريون ڳالهيون دل تان لهي وينديون هيون ۽ ڊوڙي وڃي ڪيس ٻَک وجهندو هو. هن ڪيس سدائين ايترو پيار ۽ پاٻوهہ ڏنو هو جو هن کي سمجهہ ۾ ڪين ايندو هو تہ هن جا ساٿي هن لاءِ ايترو ڊيڄوڙي ۾ ڇو ورتل هئا، جو ڪيس پريان ايندو ڏسندا هئا تہ ٽڙي پکڙي ويندا هئا.

پوءِ جيئن تيئن هن کي ساڄهہ ايندي ويئي، تيئن تيئن چاچي گهرام جو اسرار هن تي کُلندو ويو. هڪڙي هڪڙي ڪري هن کي هو پنهنجون ڳالهيون ٻڌائيندو رهيو. جڏهن ڪيس شاهہ تارُو ٻڌائڻ لاءِ دريا جي سِير ۾ وٺي ٽبيون ڪارائيندو هو تڏهن هن ڪيس ٻڌايو تہ ڪنهن زماني ۾ جڏهن دريا ۾ ترڻ جي گوءِ ٿيندي هئي، تڏهن هو ۽ تماچيءَ جو پيءُ شيرل، سيني کان گوءِ کٽي ويندا هئا. جڏهن ڪيس

جمه هٹڻ، ۽ بيڙي هلائڻ سيکاريائين. تڏهن کيس ٻڌايائين تہ " ادو ۽ آءُ بيڙين
ي گوءِ ۾ هميشه سيني همراهن کان گوءِ کٽي ويندا هئاسون! "
۽ پوءِ جڏهن کيس ٻيا هُنر سيکارڻ سان گڏ، ٻنهي هٿن ۾ بہ ڪُماڙيون جهلڻ ۽
ڻ سيکاريائين. تڏهن شوڪارو ڀري چيائين: " ڪماڙيءَ ۾ ادو مونکان بہ رتيون
ڪسر هو. هڪڙو هٿ پويان ٻڌي، هڪڙي ئي هٿ ۾ ڪُماڙيءَ سان هو مونکي
مي هٿن ۾ ڪماڙيون هوندي بہ ماري ويندو هو.....! " ۽ پوءِ ان ڏينهن کيس هن
يڪي ٻڌايو تنهن تماچيءَ جو سُک ڦٽائي وڌو ۽ هو هڪ نئون تماچي بڻجي
و.

" تماچي، تون سنڌ جي انهيءَ سدا ملوڪ سورهيہ شيرل جو نينگر آهين،
نهن، جيسين جيئرو هو، تيسين ڪنهن ڌارئين کي سنڌوءَ جو پٽڻ اُکرڻ نہ ڏنو
نہ وري ڪنهن دشمن جي ٻيڙيءَ کي هتان لهڻ ڏنائين.... "
" تون اجا ڇائو هئين.... ارغونن سنڌ کي تاراج ڪري ڇڏيو هو. مرزا باقيءَ جو
انو هجي.... ادي جن مانجهندن کان مٿي ڪنهن ارغون ٻيڙي کي مٿڻ نٿي ڏنو. آءُ
ن ڏينهين جبل ويل هوس. مرزا باقيءَ فرنگين کان بہ غوراب اُڌاري، شاهي
وڪڙيون ملتان موڪلڻ لاءِ، نٿي کان مٿي چاڙهيون. ٻنهي غورابن ۾ سوين ارغون ۽
خان لشڪري هئا. تنهن کان سواءِ ننڍيون وڏيون ٻيڙيون بہ ويهارو ڪن هيون، تن
ٻنهين سنڌ ۾ مرزا باقيءَ خلاف سنڌين شورش ڪئي، ۽ ادي جن کي نياپو مليو تہ
ي ٻيڙيون ۽ غوراب مٿي ويا تہ ملتان مان ارغونن لاءِ ڪُمڪ اچي لهندي، ۽ سنڌ
ا ٻند، جيڪي ٽُٽڻ تي هئا، سي وري ڳت ٻڌجي ويندا..... "
تماچيءَ ان وقت پنهنجي هن ڪونئري ۽ مٺي چاچي جي اکين ۾ جيڪا روءِ
ي، تنهن هن کي پهريون ڀيرو پنهنجي جيڏن ۽ سنگتين جي ڳالهين جي سَچ
ي جهلڪ ڏيکاري ڇڏي، انهن اکين ۾ ڪو اهڙو مچ متل هو جو جڻ تہ هن جي
اري وجود کي ساڙي رهيو هو ۽ هو مڇيءَ جي ڇلرن وانگر باهہ جي ٿبَو کان اُپامي
يو هو.
" ..... ادي جن وارا ڪُل ئي ٻارنهن همراهہ هئا. وٽن ٽي ٻيڙيون هيون، سي بہ
اٽيون، ڪنل پيٺل، ۽ ٽڙڪيل. پر واهہ ڙي ادا واهہ، واهہ ڙي تنهنجي سورهيائي.....

مرزا باقيءَ جي غورابن سان ۽ ٻيڙين سان هنن اها ڪار ڪئي، جيڪا اسان
وڏڙن سڪندر جي ٻيڙي سان ڪئي. مانگرن جي تيل مان شاهي موئرا ۽ اُما
ٿاهي، هو پنهنجيون ٻيڙيون تاري مرزا باقيءَ جي ٻيڙي جي وچ ۾ لهي پيا..... ڄ
ارغونن جي ٻيڙين ۽ غورابن جا سِڙهه سڙيا، تڏهن ادي جن انهن ۾ چڙهي پيا.
جي ٻنهي هٿن ۾ ڪهاڙيون هجن. ۽ ارغونن جا ڪنڌ! ذات ارغون ڪونه بچيو
ادي جن جي همراهن مان چار ڄڻا مارجي ويا، ۽ ٽي ڄڻا ڌڪجي پيا. ٻيو مڙئي
خير..... پوءِ تہ جيڪي جشن ٿيا..... ٺٽي مان، سيوهڻ کان، نيرون ڪوٽ
ويندي اروڙ ۽ روهڙيءَ مان ماڻهو اهي سڙيل غوراب ڏسڻ آيا ۽ جشن ۾ شر
ٿيا.....! ”

پوءِ هن ڏنو تہ چاچو گهرام ڳالهہ ڪندي ڪندي ڄڻ ڪومائجي ويو. هن
منهن مان رت ست ئي نڪري ويو..... ۽ ٿڌو شوڪارو ڀري چيائين، ” پوءِ جا
ارغونن جا سوٽ ماسات مغل سندن واهرو ٿي آيا، ۽ سنڌ جي ويڙهہ هارائيه
تڏهن ارغونن ۽ مغلن گڏجي ادي جن تي راتاهو ڏنو. انهيءَ ساڳئي پتڻ کان سڌ
تي، ڪارڙي ٽَڪر واري مقام وٽ اسانجا واهڻ هئا. گهڻو تڻو سڀ ڪکا
ڇئونرا هئا. مغلن مان هڪڙا ڇئونرن کي باهہ ڏيئي، چوڌاري گهيرو ڪري ب
رهيا، جيڪو ڏانهن ٿي ڀڳو آيو تنهن کي تيرن سان ٿي ڪيرايائون. زالون ۽
باهہ کان بچي پتڻ ڏي ڀڳا تہ ارغونن جا جٿا سندن پويان پيا..... دريا ۾ ٽپڻ
سواءِ ٻي واٽ ئي ڪانہ بچي هئن، سي وڃي سنڌوءَ جي هنج ڀيڙا ٿيا..... سڄي
ويڙهہ هلندي رهي..... چون ٿا تہ ادي وارن کي جيڪڏهن ويهارو ڪن واهرو پهچي
تہ مغلن ۽ ارغونن کي وري ٺٽي جو منهن ڏسڻ نصيب نہ ٿئي ها..... پر پوءِ قادر
قدرت اڳيان بندي جو ڪهڙو اختيار..... هڪڙو هڪڙو ٿي ڪرندا ويا..... “

پوءِ هن ڀيريون ڀيرو پنهنجي اڙٻنگ چاچي کي سڏڪو ڀريندي روئ
ڏٺو..... ” ٻلا ڙي گهرام، تنهنجو ڪونڌر ڀاءُ ۽ ڪُوپا سنگتي ايئن قتلام ٿي وڃ
تون جبل تي الوليون ڪندي وتئين! حيف آهي اهڙي جيئڻ تي! “

پر سندس چاچو گهرام، اهو گهرام نہ رهيو جنهن جي سموري جبل ۾ ها
هئي تہ عشق ڪري تہ ڀلي گهرام ڪري. هن آڏو جبل بہ جالي نہ سگهيو. سو سا

مٿو ماٺو ڪڙو زهر ٿي پيو. پنهنجي ٽولي ناهي، جتي ڪو ارغون ترخان يا مغل ڏٺائين، يا سنڌين مان ڪنهن مغل يا ارغون جي دلالي ڪندڙ کي ڏٺائين، تنهن جو سچو لڳ نہ ڇڏيائين. ڪو راتاهو ڏيئي وري جبل هليو ويندو هو. جڏهن شورشون مائيون ٿي ويون، تڏهن بہ هو ڪين مُڙيو. ارغون اهڙا عاجز ٿيا، جو لڪيءَ ۾ سَن جي سيدن کي وچ ۾ وڌائون. انهن کي بہ جواب ڏنائين: " مرشد، جيسين ارغون ۽ مغل سنڌ جي ڌرتيءَ تي موجود آهن، تيسين منهنجي ساٺن ويڙهاند جاري رهندي، پوءِ کڻي اڪيلو سِر رهجي وڃان! "

" پر، بابا اها ويڙهاند پنهنجن جي ئي خلاف ٿي وڃي. ارغونن پٺڻ جهلي ڇڏيا آهن. ڪچي ۾ ٻنهي پاسن تي ماڻهن کي لڏائڻ لڳا آهن. مڇي جهلڻ تي پابندي وجهي ڇڏي اٿن. پلاوٽن کي مال خريدڻ تي موچڙي مار لڳي پئي آهي. آخر اُهي بہ تہ سڀ سنڌين جو نقصان آهي! "

گهُرام جي دل چيو تہ چئي ڏي تہ " سائين، اوهان کي سنڌين جو ايڏو سُور ڪونهي، جيڏو پنهنجي جاگيرن ڦرجڻ جو اونو آهي! " پَرَ مُڙي ويو. البت هوڏ مان مرشد جي منهن ۾ شُوڪي نهاريندو رهيو.

" تون سمجهين ٿو تہ اسين ڪو مغلن ۽ ارغونن جي سفارش ڪرڻ آيا آهيون تہ پُليو آهين. پر هر ڳالهہ جو وقت هوندو آهي، گهرام! هن وقت سنڌي ٽڙي پکڙي ويا آهن. منجهن ڪو گڏجي وري مغلن يا ارغونن سان مُهاڏو اٽڪائڻ جو اَسنو بہ ڪونهي. جيڪڏهن ايئن بدامني ۾ ڏڦير رهيو تہ ارغون اسان کي پاڻ ۾ ويڙهائيندا رهندا، نئيا نئيا محاذ کوليندا، اسان کي ڇڙوڇڙ رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. ڪجهہ وقت سانهہ ستيءَ سان گذرڻ ڏي تہ سمورا سنڌي وري پنهنجن پيرن تي بيهڻ جهڙا ٿين. پوءِ وري بہ....! هڪڙي سيد سگوري ڪيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

" سائين، اُهي سياست جون ڳالهيون منهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهن. مون کي رڳو اها خبر آهي تہ ارغون سنڌ کي جوئرن وانگر چنبڙيا پيا آهن. سنڌ جو رت چوسي ٿُلها ٿنيرا ۽ متارا ٿيندا وڃن. انهن کي سنڌ جي سرير تان روڙي ڪيڏٺو آهي تہ هڪڙو هڪڙو سِنڌي پنهنجي ليکي جيسين ساٺن نہ وڙهندو تيسين چوٽڪارو ڪونہ ملندو! " هن اُٽندي چيو. هن لاءِ هيءَ ميڙ بي معنيٰ هئي. هيءَ منٿ

بي اثر هئي. هن کي سنڌ جي ميڙ ۾ منٺ دل ۾ وڏ وجهي ڇڏيا هئا. هن کي پنهنجو کونڊر ڀاءُ ۾ ڳُوپا سنگتي ڇاتيءَ تي چڙهيل ٿي ڀانيا. جيڪي ارغونن ۾ مغلن جي تيرن ۾ سنگينن جو ٻک ٿيا هئا.

" ڀلا يار اسان جي ميڙ نثو مڃين ته هن ابهم جو ٻه ته سوچ جيڪو ڀاٺين جي اڪيلي نشاني وڃي بچيو آهي. تون پنهنجي ويڙهاند ۾ پورو آهين. ۽ هي معصوم ايئن بي آسري لُڏڻ جي زندگي پيو گهاري. هيءُ سمورو نسل. جيڪو يتيم ٿي ويو آهي، انهيءَ کي ٻه ته ويڙهاند جي لائق بڻائڻ جو ڪو سوچيو اٿئي.....! "

هو جيئن اُٿيو هو تيئن ئي اُمالڪ ويهي رهيو. هن تماچيءَ ڏانهن ايئن نهاريو ڄڻ ڪيس پهريون ڀيرو ڏٺو هجائين. تماچيءَ جي ان معصوم مُک ۾ هن کي پنهنجو ڀاءُ. ٻنهي هٿن ۾ ڪهاڙيون کڻي وڙهندو جهيڙيندو نظر آيو. ۽ پوءِ هن کڻي تماچيءَ کي هنج ۾ ڪنيو. کيس پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀريندي چيائين:

" انهيءَ مٺي ماري وڌو سائين! مون آڻ مڃي. مون رڳو ڀاڻ لاءِ پئي سوچيو. مون رڳو پنهنجي ڪاوڙ ۾ ڪروڌ جي باهه کي ٺڏو ڪرڻ جا پئي جتن ڪيا. پر سنڌ ته هن تماچيءَ جي آهي. هي نسل سنڌ جو آئيندو آهي. اسين ته ويڙهاند ۾ ارغونن کان مار کائي، پنهنجا گهاوَ ويٺا سيڪيون. پر جي هي نه وڙهيا ته پوءِ.....! "

هو ڄڻ پنهنجي پاڻ سان ڳالهائي رهيو هو.

مرشدن کي وَچن ڏيئي هو پٽڻ تي موٽي آيو. جبل وڃڻ ٻه ڇڏي ڏنائين. گهٽئي نياپا سنيها آيس. پر هو وري جبل نه ويو. هو تماچيءَ ۾ سندس جيڏن جو اُستاد بڻجي ويو. هو ڪنهن سان ٻه ڪين ڳالهائيندو هو. ماٺو سندس ويجهو اچڻ کان ٻه ڪيٻائيندا هئا. هو ٻه ڪنهن کي ٻه ويجهو ڪونه پوندو هو. رڳو ها. هون ڪري پنهنجي ڪم سان ڪم. پٽڻ کان گهر. گهر کان آڪاڙو آکاڙي کان وري گهر. ايئن سال گذري ويا. ۽ تماچي ۾ سندس جيڏن سنگتين هن نئين گهرام جي ماٺ مان اهو ڪجهه پِرايو جيڪو هوند هو ڪنهن مدرسي مان ٻه ڪونه پِرائين ها. هن کين نه رڳو وڙهڻ سيکاريو پر کين اها هٽ موٽائي ڏني، جيڪا سنڌين کي پيڙهيءَ کان پيڙهيءَ تائين رت جي ڳاڙهن جزن ۾ شامل ٿي ملندي آهي.....

" چاچا، پڪ ٿي پڪ، تون ڪنهن نئين پِريت جو پنڌ ڏسي آيو آهين....! "

تماچيءَ وري چرچو ڪندي چيو.

" نہ ڙي بابل، هيءُ تہ پراڻي پِريت جو پنڌ آهي، جتي هاڻ توکي بہ مون سان گڏ هلڻو آهي.... " گهرام جي اکين جا مچ ڪجھ ماٺا ٿيندا نظر آيا. تماچيءَ جي دل بہ ڪنهن اڄاتي جذبي کان وڌيڪ تکي ڌڙڪڻ لڳي.

" پُٽ، سانوڻ وارن جو نياپو پهتو آهي تہ فيصلي جو وقت اچي ويو آهي! اڄ رات اُنڙن واري ڏوري ۾ سمورن راڄن جا ماڻهو اچڻا آهن. اسان کي بہ ڪوٺ ڏني اٿن.... تماچي، پڌين ٿو سنڌ وري اُٿل کائڻ واري آهي....! "

تماچيءَ سانوڻ وارن جون رڳو ڳالهيون ٻڌيون هيون. اهڙن سورهين جون رڳو ڳالهيون تہ ڳائبيون آهن. هو ماڻهو نہ پر ڏند- ڪٿائون بڻجي ويندا آهن، اهڙيون ڏند ڪٿائون جنهن کان سواءِ ڪابہ ڪچهري، رهاڻ ۾ نہ بدلبي آهي.

تماچي ۽ سندس سنگتي ساٿي جڏهن گهرام سان گڏجي اُنڙن واري ڏوري ۾ پهتا، تڏهن سانجهي اچي ٿي هئي. هر راڄ مان ڏاڍا ڪو همراھ آيا هئا. سڀ پاڻ ۾ ايئن ٿي مليا ڄڻ تہ هو صدين کان هڪ ٻئي کي سڃاڻندا هئا. ايئن ٿي حُب ۽ قرب سان مليا ڄڻ تہ ويجها مائٽ هئا. هنن جي مائٽي سنڌ جي ناتي جي ڪري ايتري مانائتي هئي جو هتي ذات پات ۽ رت جي رشتن کي ڪا اهميت ڪانہ هئي. هي تہ سِر جو سڏ هو سسيءَ جو سودو ڳنڍڻ جو ڪاروبار هو: هتي ڪير ٿو ذات پڇي، ڪير ٿو قبيلي جي ڳالھ ڪري، هي سما، هي سومرا، هي اُنڙ هي ابڙا، هي شورا هي سهتا، هي مُماڻا هي ميربحر، هي جوڻيجا هي پليجا، هي ميمڻ هي ڪوري، هي سوڍا هي مينڊرا، هي راڻا هي راجپوت، هي نانگا هي مهيسر، هي لاکا هي لهاڻا، هي جت هي جاڙيجا، هي سرائي هي ڪلهوڙا، هي کتري هي مهتا، هي ڪاريا هي مينگهواڙ هي چنا هي چنڊ، هي سورج ونشي هي چندر ونشي، هي سيد هي سادات، هي قاضي هي عرب، هي انصاري هي قريشي، هي شيخ هي شيدي، هي مسلمان، هي هندو هي ٻڌ، هي جين- هي سڀ هڪڙي ڪڙم قبيلي جا مِٽ هئا. سنڌ جي مٽيءَ ۽ سنڌوءَ جي پاڻي جي اڪيلي واحد رشتي ۾ سڀ رنگ، نسل، پيڙ ڀاءُ وساري، فقط سنڌي

هجڻ جي ناتي ۾ نالي ۾ نمال هئا. جيڏو سنڌ جو نانءُ هو جيڏو سنڌوءَ جو مانُ هو اوڏو ئي سنڌ ۾ هجڻ جو ناتو رشتو مهان هو.

پوءِ تماچيءَ هڪ نظر سنڌ جي هنن پانڌيئڙن تي وڌي مشعلن جي روشنيءَ ۾ سندن روءِ سنڌ جي مٽيءَ جهڙي مٽيادار هئي. انهن ۾ پيرسن به هئا ته ڳڀرو جوان به هئا: سنوان نڪ، سيبتا مُک، چاپئيون ڏاڙهيون، ويڪريون ڇاتيون، اڏول جسم، اُپامنڊڙ جذبا کڻي هي سڀ هت سنڌ جي سنيهي کي مانُ ڏيڻ آيا هئا.

گهرام هن کي سانوڻ سان ملڻ وٺي آيو. سانوڻ گهرام کي ڏٺو ته کيس ٻکين پئجي ويو. ڪا دير کيس ڀاڪر ۾ ڀري بيٺو رهيو جڏهن کيس پاڻ کان جدا ڪرڻ نٿي گهريو.

" گهرام، ايئن ياريون نڀائبيون آهن. ايئن وساريو آهي.....؟ " سانوڻ ڏوراپو ڏيندي چيو.

" سانوڻ، آءٌ تنهنجو مياري آهيان. آءٌ به پنهنجي پَر ۾ توکي سانڍيندو اچان..... هان، هن سان مِل. هي ادي شيرل جو نينگر تماچي آهي! " گهرام تماچيءَ کي اڳيان ڪندي چيو.

سانوڻ ڪا گهڙي تماچيءَ کي ڏسندو رهيو. پوءِ سندس اکين کو اهڃاڻ سڃاڻي کڻي کيس ڀاڪر ۾ وڌائين.

" آءٌ به چوان ته هي جوان ڪنهن جي پيو ياد ڏيارينم! مٺا، تنهنجي ته شڪل به هوبهو شيرل جهڙي آهي.....! " سانوڻ پاپوهه مان چيو.

" اٿس رڳو شڪل ادي شيرل واري، باقي پيو مڙئي خير سمجھ! " گهرام منهن ٺئي پاسي ڪندي چيو.

" نه ڙي گهرام، اهو تي نٿو سگهي. شيرل جو نينگر تنهنجو منهنجو پائيتو ٿيو سو ايئن پاڻ کي به ته لائون نه ڪر! " سانوڻ کِلندي چيو.

سانوڻ ڪجھ وقت تماچي ۽ سندس سنگتين کان خبرون چارون وٺندو رهيو. دريا جي پنهي ڪنڌين تي هُن جي همراهن جيڪي مورچا ٺاهيا هئا، دريا جي پيٽ ۾ جيڪي ڪُن سنيااليا هئا، تن جون ڳالهيون ٻڌي سانوڻ کي ڪا حيرت ڪانه

. آخر بہ تہ تماچي شيرل جو پُٽ هو جنهن سنڌوءَ کي ارغونن ۽ مغلن جي ٻيڙن
. قبرستان بڻائي ڇڏيو هو.

" تماچي، هاڻ اسان کي زمين سان گڏ پاڻيءَ تي بہ معرڪا ڪرڻا آهن. مغل
ر کان ڪجهہ لشڪر ۽ ڪجهہ هٿيار سنڌوءَ جي ذريعي سيوهڻ ۽ ٺٽي پهچائڻ
. سوچيو ويٺا آهن. هن دريا جا هو ايترا هيراڪ ڪونہ آهن. ان ڪري هنن جي
يءَ گهٽ کي بند ڪرڻ جو ڪم اوهان تي آهي: وڏيون شاهراهون اسان جي
يترن ساٿين اڳي ئي بند ڪري ڇڏيون آهن. شورن هنن جا سمورا لنگهہ بند
ري ڇڏيا آهن. سو يونائين وانگر دريا جي ڪنڌيءَ ڪنڌيءَ هو ڪچي مان
ڪهندا. اتي بہ اسان کي اوهان جي مدد جي ضرورت ٿيندي. تنهن کان سواءِ
مان مٽي آهيو. اسين هيٺ آهيون. اوسي پاسي مان جيڪي جوان اسان سان
ٽ ڏيڻ گهرن، تن کي تڪڙو اسان وٽ پهچائڻ لاءِ بہ اوهان جا ٻيڙياتا ۽ پاڻي
و ٻلو ڪن تہ وَهہ واهہ! "

تماچي ٻانيو تہ هن جي دل ويڪري ٿي ڦاٽڻ تي هئي. هي سانوڻ، جنهن سنڌ
ن سِر گهوڙڻ جو وچن ڏنو هو سو هنن کي اهڙو اعتبار جهڙو سمجهي ٿو جو هنن
، دريا جي رکوالي جو ڪم ٿو سونپي. ڇا اسين سندس اعتبار کي پورو ڪري
گهنداسون؟ هن ڇاڇي گهرام ڏانهن نهاريو جنهن جون نظرون بہ پنهنجي
يتي ۾ ڪپيل هيون. هن چاهيو ٿي تہ تماچيءَ کي هن محل ڇاتيءَ سان لائي چوي:
ماچي، يہ تون شل ادي جن جا اٿپورا آنسنا سچا ڪري ڏيکارين! " پر هن پاڻ
لي، سانوڻ سان گڏجي ميڙ ڏانهن موٽي آيو.

اوچتو ڇڻ ڪنهن اڳوات ڇاڻ مِلڻ تي، سمورا ماڻهو هيٺ ويهي رهيا: ڪي
ڪانيون ٻڌي ويٺا تہ ڪي ايئن ئي اُپ ڪوڙي ويٺا هئا. ڇڻ بس هاڻ ئي اُٿي گهوڙي
، چڙهڻ وارا آهن. ڪي جوان البت چئني طرفن کان پهري سجاڳ ٻتن وانگر
ٺا هئا. هنن جون نظرون ميڙ جي ٻدران انهن راهن ڏانهن هيون جتان راتاها لڳي
، سگهيا.

۽ پوءِ سانوڻ جو آواز سنجها جي ويڳاٽپ ڪٽي بلند ٿيو.

" سنڌ جا مُهندارو اوهان تي سنڌ جو سلام هجي، جو اوهان منهنجي سڏ ۾ ـ
ڏنو آهي. آءُ گهڻي ڍيگهه ڪونه ڪندس. الله تو چاڻي تہ اڳي ئي گهڻي دير ٿي وئ
آهي. جيڪا حالت اڄ آهي، سا جيڪڏهن تڏهن ڪريون ها جڏهن مغل ا
پنهنجا ڀير ڪوڙڻ ۾ مصروف هئا، تہ شايد هي ڏينهن بہ ڪونہ ڏسون ها. ۽ هنن ڪ
لاهور ۽ دهليءَ روانو ڪرڻ ۾ اسان کي ايتري گهل ڪرڻي ڪانہ پوي ها! پر خ
سو ڳالهہ تي ڪيم. مغلن جيڪي جئيون سنڌين سان پئي ڪيون، انهيءَ بہ اس
کي ڪونہ ڏونڌاڙيو. شايد ان جو سبب اهو هو تہ هو وڏي سياست آزمائي رهيا هـ
ڪن راڄن کي هنن ريهي ريبي پنهنجو ڪري ڇڏيو. جنهن راڄ کي هنن پنهنج
لاءِ خطرو ٿي سمجهيو ان کي ٻين سنڌي راڄن سان ويڙهائي، کيس اڪيا
هيڪل ڪري هنن سندس جڙ پچو رلائي ڇڏيو. هڪڙي راڄ جو اهو حال ڏسي، ٻ
پنهنجي سلامتيءَ کي سنڌ کان مٿاهون سمجهي يا تہ ماٺ ڪري ويهي رهيا
دربار جهانگيريءَ ۾ خلعتون وٺي ٿانيڪا ٿي ويهي رهيا تہ جيئن مغلن جي شِر ڪ
بچيل رهن. هنن جي ٻي سياست سنڌين کي ويڙهائڻ جي هئي جنهن ۾ جيڪڏه
ڪنهن راڄ خلاف ڪو قدم کڻڻو هون تہ مغلن بدران هو ڪنهن سنڌي راڄ ج
ڪاموري يا ڪوتوال کي انهن سان نبيرڻ لاءِ موڪلي ڏيندا رهيا. اوهان کي ـ
آهي تہ ساموئي وارن سومرن خلاف راتاها شورن کان ڏياريائون. وري نئين بار
وارن جوکين کي زير ڪرڻ لاءِ پليجن کي پڙڪايائون. پليجن شورش ڪئي
مٿن سمن کي ٻيڄي ڇڏيائون. ايئن اسان جا راڄ هڪ ٻئي جي پٽڪي لاهڻ ۾ پو
هئا. "

" ۽ پوءِ ارغونن ۽ ترخانن کي پنهنجو سوٽ ماسات سڏي، کين وڏيون وڏيو
جاگيرون ۽ پنج هزاريون ڏهہ هزاريون ملازمتون ڏيئي کين سنڌين سان پراٺا و
پاڙڻ ڇڏي ڏنائون. مرزا قيصر بيگ جهڙا ترخان سنڌي راڄن تي ڏاڙا بہ هڻندا ره
۽ مغل دربار ۾ توشي خان جون عملداريون بہ ماڻيندا رهيا. جيڪي ارغون ترخان
سندن پر تي ڪيل پناڻ ۽ قنڌاري راڄ سنڌ ۾ رهي سنڌي ٿيڻ جي هام هڻڻ لڳا هـ
سي بہ اوچتو مغلن جي هُشيءَ تي اسان سان مهاڏو اٽڪائي بيهي رهيا. اسان ـ
پنهنجا سوداگر ۽ ڪوٺيدار مغلن سان ڦٺائڻ بدران اسان کي اسلامي سلطنت ج

وفاداريءَ جي تلقين ڪندا رهيا ڇاڪاڻ تہ هنن جا نيڪا، پلاوٽيا ۽ ڪوئيون خطري ۾ هيون. محصولداريون ۽ ٺيڪيداريون بہ سنڌي ڪامورن کي سنڌ کان وڌيڪ پياريون آهن. هو غلامن کان وڌيڪ شاهہ جا غلام آهن! "

سانوڻ ڪا گهڙي ماٺ تي ويو، ڄڻ سوچيندو هجي تہ اڳتي ڳالهہ کي ڪٿي يا اتي ئي ختم ڪري.

" پر ان وچ ۾ سنڌ پيسجندي رهي. عام سنڌي پيڙجندو رهيو. نہ هنن جا ننگ سلامت هئا، نہ وٽج واپار، نہ زمينون نہ مال، نہ پورهيو نہ ڪسب. مغل تہ خير حاڪم هئا پر ترخان ۽ ارغون بہ نئين سِر سنڌين جي پويان پئجي ويا. ڄڻ تہ هنن کي نئين سر پراڻا حساب چڪتو ڪرڻ جو موقعو مليو هو. خاص طرح سان جڏهن کان پائنده بيگ ڪوتوال مقرر ٿيو، تڏهن کان تہ اهو ڏينهن خالي نہ هو جڏهن ڪنهن نہ ڪنهن سنڌي محلي، ڪنهن نہ ڪنهن سنڌي راڄ تي آفت نہ آئي هجي. سموري سنڌ سان اهو حال هو. جڏهن بہ ڪنهن سنڌي راڄ پنهنجي حد جي عامل جي دانهن مٿي تي پهچائي تہ داد ٿيڻ جي بدران هنن سان بيداد ٿي ٿيو. اهڙيون عقوبتون ٿي ڪيائون جو ماڻهو مِٺي بہ ماٺ، مُٺي بہ ماٺ ڪري ويهي رهيا! "

سانوڻ گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويو. سموري ميڙ ۾ ماڻهو ڄڻ بت بڻجي، ساهہ روڪي، سانوڻ جون ڳالهيون ٻڌي رهيا هئا. سي بہ هن جي ماٺ تي ڄڻ تہ خواب مان جاڳي پيا. هنن جو روڪيل ساهہ شوڪارو بڻجي نڪتو. ڪنهن پنهنجي ڪانپ چوڙي نئين سر ٺاهي جوڙي ڳُشي ٻڌي تہ ڪنهن پنهنجي پَٽڪي جو ور سڌو ڪيو. جيڪي بيٺا هئا، تن بہ پنهنجي پيرن تان بار هلڪو ڪرڻ لاءِ، گوڏا سڌا ڪرڻ شروع ڪيا.

پوءِ وري سانوڻ جو آواز گونجيو. " پر شابس آهي سنڌ جي مدرسن جي شاگردن کي، جن هن پيري اسان کي ڌونڌاڙيو، ڄڻ تہ خواب مان جاڳائي وڌو آهي. جڏهن حافظ بلال ۾ هٿ وڌائون تہ ڄڻ تہ سنڌ جا سمورا مدرسا اُيامي اُٿيا. ڪالهوڪا نينگر ڄڻ چيتا ٿي پيا. هي ننڍا نيٺا جن جنگين جون رڳو ڳالهيون ۽ ڏند ڪٿائون ٻڌيون هيون، پتنگن وانگر پڙڪي اٿيا. حافظ بلال جي مچ تي مرڻ لاءِ سانپاهي آيا. مغلن سان اهو ڪجهہ ڪيائون جيڪو اوهان اسان جهڙا جهيڙاڪ

ماڻهو بہ هوند ڪين ڪن. اوهان تہ ٻڌو سڻو هوندو پر مون اڪين سان ڏٺو آهي. مغلن جي هڪڙي بہ حويلي سڄي ڪانہ ڇڏيائون. جتي جتي مغلن جون رسدگاهون، اناج جا پانڊا، گاهہ جون دنون ۽ مال خانا هئا، وهٽن جون گڙهيون هيون، تن کي راتو رات پسم ڪري ڇڏيائون. پائنده بيگ کي حڪما حڪمي مغلن جي ڳڙهہ منجهان ڪڍي ويا، ۽ ٻئي ڏينهن مرزا رستم بيگ جي حويليءَ جي سامهون تياس تي سندس لاش ٽنگيل هو!"

هن وري هڪ ڊگهو ساهہ کڻي چيو: "ڏينهنڪ مغلن ۾ تاڪوڙا پئجي ويا. ساقي خانا بند ٿي ويا. غلامن جا نيلام گهر ويران ٿي ويا. مغل سوداگرن پنهنجيون مڏيون ۽ ڪوٺيون بند ڪري ڇڏيون. ڪيترن مغلن تہ لاهور ۽ دهلي وڃڻ لاءِ قافلا سنيارڻ شروع ڪيا. ترخانن جڏهن اهو رنگ ڏٺو تڏهن انهن بہ مغلن مان ڪسرون ڪڍڻ شروع ڪيون. هنن سمجهيو تہ مغل اِجهو ٿا سنڌ ڇڏين، وارو ڪريون تہ سنڌ تي سيوهڻ کي مرڪز بڻائي وري ترخانن جي غلاميءَ جو ڳٽ وجهڻ ڏکيو ڪونہ ٿيندو!"

اهو چوندي سانوڻ جي لفظن ۾ جيڪو زهر اوتجي آيو سو ماڻهن کي ڄڻ تہ پنهنجي نڙيءَ ۾ محسوس ٿيڻ لڳو.

"۽ پوءِ مغل لشڪري سنڌي محلن، راڄن ۽ سنڌي واهڻن ۾ ڪاهي پيا. شروع شروع ۾ هنن کي ماڻهن کي هيسائڻ ۽ مارڪُٽ ڪرڻ ۾ ڪجهہ ڪاميابي بہ ٿي. ايتري قدر جو ڪن ماڻهن اهو بہ چوڻ شروع ڪيو تہ هنن وات ڳاڙهن چورن جي ڪري مغل لشڪري ڇتا ٿي پيا آهن. ڪن تہ پنهنجن نينگرن کي پسمجهائڻ جي بہ ڪوشش ڪئي، پر ڇوڪر نہ مڙيا. هنن وري بہ ٽوليون ناهي مغلن تي راتاها ڏيڻ جي وات ورتي. مغلن ۾ هائيدوس مچي ويئي. پر پوءِ هٿياربند لشڪرين اڳيان هي اسان جا معندار نينگر هيڻا ٿيڻ لڳا، جن وٽ جيڪڏهن ڪو هٿيار هو تہ اهو هو خردمريا باهہ جا موئرا!"

"جڏهن هنن جو ريٽو رت سنڌ جي ڌرتيءَ کي ريج ڏيڻ لڳو تڏهن اسان پارا آئي تي چڙي بہ جاڳي پيا. اولاد ڪنهن کي پيارو ڪونهي! هي تہ سنڌ ۽ سنڌوءَ جو اولاد هو ۽ پوءِ هري ڏاڍي هر هنڌ جوانن ۽ وڏڙن بہ پنهنجون ڪُهاڙيون، لوڙهيون،

۽ ٻڙهيون سنڀاليون. ۽ پنهنجن ٻچن سان گڏ ٻيهي رهيا آهن. هاڻ اها ويڙهه
و مدرسن جي شاگردن جي نہ رهي آهي. هاڻ هيءَ سنڌ جي ويڙهه بڻجي وئي
ي."

" سو اُنهيءَ ويڙهه ۾ شامل ٿيڻ لاءِ آءٌ اوهان وٽ ميڙ ڪٺي آيو آهيان. هيءَ ويڙهه
ين سمورين شورشن کان نرالي آهي. ترخان بہ اسان جا ابتدائي ويري آهن. جهڙا
ل. پر هن ڀيري ترخان ماٺ ڪري شعل پيا ڏِسن. مغلن کي ڪيڻ لاءِ هو بہ آتا
ن. پر هو مغلن کان پوءِ وري پنهنجي عملداريءَ جا خواب پيا ڏسن. سو هن ڀيري
يار ۽ همت سان گڏ اسان کي سياست جي جنگ بہ وڙهڻي آهي. "

" سو اڄ آءٌ وري سنڌ جو سڏ ڏيڻ آيو آهيان. سِرَ جي سٽن هٽڻ آيو آهيان. آءٌ
ڌ پاران اوهان آڏو جهول جهلڻ آيو آهيان. هونئن بہ غلاميءَ جو جيئڻ بہ ڪهڙو
يئڻ آهي. جي سر ڏيڻ سان اسان جي سدا ملوڪ سنڌ آزاديءَ جو ساهہ کڻي تہ
ند اهڙو موت هن حياتيءَ کان هزار دفعا وڌيڪ ملهائتو آهي.

" هن ڀيري هيءَ جنگ ايئن وڙهو جڻ هيءَ اسان جي آخري جنگ آهي. اڄو
سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي وڃون. مغلن تي نہ رڳو زمين تنگ ڪريون. پر هي سدا
ٺو دريا بہ جيئن هنن جي پناهہ گاهہ نہ بڻجي سگهي. اڄو تہ هنن جا گهٽ گهيڙ
. ڪريون. هنن کي فقط هڪڙو رستو ڏسيون- سو اهو تہ سنڌ هاڻ هنن لاءِ
ِستان بڻجي ويندي. ٺٽي کان اروڙ تائين. ٻُلڙيءَ کان بکر تائين هنن لاءِ فقط لاهور
ِهليءَ ڏانهن واپسيءَ جو رستو آهي. جيسين آخري مغل سرحد پار نہ اُڪري.
سين شُڪ نہ سمجهو. هي ٿر، هي بر، هي جبل، هي ڪرڙ هي ڪانڊيرا هاڻ
اديءَ لاءِ اسان اڳيان جهول جهليو بيٺا آهن. اڄو تہ هنن جو سڏ سڻون، اڄو تہ هنن
موٽ ڏيون...."

هن جي آواز ۾ الائي ڪتان جو درد پرجي آيو. ماڻهن جي دل ڪنئري ڪنئري
ندي وئي. ايئن پئي پانيو تہ ماڻهواجهو ٿا هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي، آٿت ڏين تہ
اٻ ادا. هاڻ غلاميءَ جا بند ڪُلڻ وارا آهن. هاڻ آزاد سنڌ ۾ ساهہ کڻڻ جا ڏينهن
هو ڪي آيا. پر.... پر ڪجھ وقت ماڻهن تي ماٺ ڇانيل رهي. ۽ پوءِ جڻ تہ ميڙ ۾
ڪ اڃاتي لهر اُڀري. ۽ هَري هَري ٿي، ماڻهو ساڻوڻ سان ڀاڪر پائي ملڻ لاءِ اڳتي

ايندا ويا. سانوڻ هنن سان ايئن ئي مليو جڄ هو ورهين کان هڪ ٻئي جا واقف هـ
۽ ورهين جي وڇوڙي کان پوءِ مليا هجن. سيني جي اڪين ۾ هڪڙوئي احساس هو
هڪڙوئي اُتساهه هو. هڪڙوئي خيال هو ته سنڌ لاءِ هن کي ئي ڪجهه ڪرڻو آهي
هن کي ئي سنڌ جي جنگ اڪيلي سر وڙهڻي آهي. هن کي ئي اڪيلي سر سنڌ
جو سڌ اوناڻو آهي. ايئن نه ٿئي جو پوئتي رهجي وڃي. ايئن نه ٿئي ته هو سنڌ ج
مياري ٿي پوي. ايئن نه ٿئي جو هن کي هن جي ماءُ، هن جي ڀيڻ، هن جي زال اهـ
مهڻو ڏيئي وجهي ته تو سنڌ جو سڌ نه اونائيو. سنڌ جي ڌرتي، سنڌ جو آسمان، هـ
سنڌو هي مهراڻ، هي ڍنڍون، هي ڍورا، هي پٽ متان شڪايت ڪري وجهن ته
اسان لاءِ ڪجهه نه ڪيو!

تماچي چُپ چاپ هي جذبو ڏسندو رهيو. پنهنجي دل ۾ محسوس ڪندو رهيو
هي هن لاءِ بلڪل نئون احساس هو. نئون تجربو هو. هن پنهنجي چاچي ڏانهـ
نهاريو. هن سانوڻ ڏانهن نهاريو. هن هر ماڻهوءَ ۾ نهاريو ۽ هر چهري ۾، هر مُک
هن کي پنهنجو ابو شيرل نظر آيو جنهن جي ٻنهي هٿن ۾ ڪهاڙيون هيون. جنهـ
جي اڪين ۾ اهو سنيهو هو جيڪو فقط هڪ آزاد وطن جو آزاد ماڻهو ئي ٻڌي سُڻ
۽ محسوس ڪري ٿي سگهيو. هن دل ئي دل ۾ چيو: " بابا، آءٌ اِجهو آيس. مو
تنهنجو سڌ مٽي ورتو آهي. مون سنڌ جو سڌ ٻڌي ورتو آهي. آءٌ توکي وچن ٿو ڏيا
ته جيسين سِسيءَ ۾ ساهه آهي، تيسين سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي آزاد رکندس- جڏ
مون کان اڳي، توکان به اڳي سنڌي ماڻهن ان کي يونانين، عربن، ترڪن ۽ ارغون
کان آزاد رکيو هو! "



# 19

سنڌ جو وڻ وڻ ڦُلارجي پيو هو. جيڏانهن تي نظر ويئي، اوڏانهن سنڌ جي سونهن ڪرُ ڪڍي، اکين ۾ گهڙندي تي ويئي: کيت سُرها، ٽڙ بر سُرها، ڍنڍون ڍورا سُرها، سنڌو سُرهو، جبل جا پهڻ بہ سُرها ٿي پيا هئا. سنڌ جا ماڻهو بہ ڪنهن نئين سُرهاڻ ۾ واسجندا ٿي ويا. سنڌن منهن تي مُرڪ موٽي آئي هئي: هيج ۽ هٻڪار نو اهو رنگ سانوڻ اڳ ڪڏهن ڪونہ ڏٺو هو. هو جتان تي لنگهيو جوانن جا جٿا چي ٿي هن سان مليا: ڪنهن کي پاڪر پائي ڪنهن کي پائي. ڳوٺن ۽ واهڻن تان ٿي لنگهيو تہ جوانن کان سواءِ پوڙها پيرسن بہ کين اڳيرو ڪري ٿي آيا. ڪيڏي نہ آس هئي هنن جي اکين ۾: لُڙڪن ڳاڙهو آس، مُرڪ ڳاڙهو آس، جنهن هنن ي منهن کي نئون نُور ٿي بخشيو: هن نئڙي کين ملڻ جي ٿي ڪئي تہ هن کي ٻکن ڪڍي ٿي ورتائون: "ابا، اسين اڳي ئي گناهگار، وڌيڪ گناهگار تہ نہ ڪر. تون تہ سنڌ ڪلهن تي کڻيو وتين، تون تہ نہ جهُڪ! سلام تہ سنڌ تي آهي، ۽ انهيءَ مهابي رتي سلام آهي، تون ڪيئن ٿو نئڙي اسان سان ملين!"

۽ سانوڻ جي هنئين ۾ اهي ڳالهيون ٻڌي، هدڪ پئجي ويندو هو. جيڪڏهن ن نُوراني ماڻهن جي آس پوري نہ ڪري سگهياسون تہ هنن جو نُور ڪسجي بندو ۽ سندن مُنهن تي وري پراڻا گهاوَ نوان گهنج بڻجي، کين وڌيڪ پوڙهو ڪري ڇڏيندا!! وينجهرن جي واهڻن وٽان لنگهيو تہ ڇڻ هن کي ڏانوڻ پئجي ويا. وانن جو هڪڙو جٿو اچي هن سان مليو پر انهن جي پويان هن ڏٺو تہ ڪجهہ ئفائون ٿالهيءَ ۾ ڏِيا ٻاريو بيٺيون هيون. انهن مان هڪڙي هڪڙي تي اڳيان آئي، تي پيرا هن تان ٿالهي گهوري، ٿالهيءَ مان سنيڌر جي چپٽي کڻي هن کي تلڪ بندي ويئي. ۽ پوءِ هن جي پيرن مان مٽيءَ جي چپٽي کڻي، پنهنجي سينڌ ۾ جهندي پويان هٽي بيهي رهي. جڏهن آخري زائفان، سنڌ جي مٽيءَ جي چپٽي،

پنهنجي سينڌ ۾ وڌيڪ تڏهن ساوڻ کي پنهنجي دل ڇاتيءَ کان ٻاهر نڪرڻ ا
ترڦندي محسوس ٿي. پوءِ هڪڙي زائفان چيو: " ڀائو جڏهن رام راوڻ سان وڙه
نڪتو هو تڏهن ستن سهاڳڻين، سندس آرتي ڪئي، کيس موڪلائي ڏني هئ
اها وارتا پستڪن ۾ لکي پيئي آهي، پر اڄ اسان رام اکئين ڏٺو آهي. اسان ج
سنڌ ٻه سيتا جيان راوڻ جي پنجوڙن ۾ آهي. اسين ٻه سَت سُهاڳڻيون اڄ توک
راوڻ سان وڙهڻ جو سوڳند ٽيون ڏيون. اسان کي اسان جي سيتا ورائي ڏي اسا
کي سنڌ ورائي ڏي. شل سنڌوءَ جو جل ۽ سنڌ جي مٽي تنهنجي راکي ٿئي! "

ساوڻ بُت بڻجي سنڌ جي هنن نياڻين ڏانهن نهاريندو رهيو. سندس اکين ج
لڙڪن ۾ هنن جون صورتون ستارا بڻجي چمڪنديون رهيون. سڀ ماٺهو ٻ
منڊجي ويا هئا. پوءِ هڪ پيرسن کنگهڪار ڪري چيو: " ابا، اسين سنڌي ڏا
ويساهه وسوڙا آهيون. اسين هندو ته اوهان مسلمينن کان ٻه وڌيڪ ويساهه وڃائ
ويٺا هئاسون. پر تو اسان کي ويساهه موٽائي ڏنو آهي. هنن ستن سُهاڳڻين جو تو
ويساهه سمجهه ته سموري سنڌ جي سُهاڳڻين جو ويساهه آهي. سو جيئن رام سي
موٽائي امر ٿي ويو تيئن تون ٻه سنڌ موٽائي امر ٿي ويندين.... وڃ، سموري سن
جون دعائون ۽ پراٿنائون توسان ساٿي آهن.....! " پيرسن جي نڙيءَ ۾ جڻ ا:
اٽڪي ٿي پيا. سندس اکين مان لڙڪ سنڌوءَ جيان پئي وهيا.

ساوڻ اُمالڪ پيرسن جا پير ڇُهي، سندس پاڪر ۾ سڏڪندي چيو:
ڪاڪا! ڌٽيءَ لڳه مون تي ايڏو بار نه وجهو جو آءٌ کڻي نه سگهان. سن
جيڪڏهن آجي ٿي ته هنن سهاڳڻ پينرن جي صدقي آجي ٿيندي.....! " لفظ ه
جي نِڙيءَ ۾ اٽڪي پيا، هو ڪا گهڙي ڪاڪي جي پاڪر ۾ بنا آواز سڏڪنا
رهيو ۽ پوءِ تڪڙو تڪڙو اچي پنهنجي همراهن سان مليو ۽ ڪوچ ڪرڻ ج
اشارو ڪيائين.

سنڌ جي نياڻين جي سينڌ ۾ سنڌ جي مٽيءَ جي اهڃاڻ هن کي لوڏي وڌو ه
شل ان سينڌ ۽ اُن مِٽيءَ جو مانُ رکي. سگهون! هيلوڪي اٽل هن جي پنهنج
اميدن کان ٻه وڌيڪ ثابت ٿي هئي. ماڻهو هئا جيڪي مينهن وساڙن وانگر وسن
ٿي ويا. هن جو ٻيلو ته سمورو جوانن سان پرجي ويو هو پر ڪچي توڙي پڪي ت

بکر کان نئي تائين سنڌين جا مورچا ۽ محاذ ٺهي پيا هئا. اتر کان ڏکڻ، اوپر کان اولهہ تائين جتي ڪٿي اهو چوپول هو تہ هيل سڄي سنڌ ۾ جيڪا ويڙهاند ٿيندي، سا آخري ٿيندي، جئن جئن وقت گذرندو ويو تئن تئن سنڌين جا حوصلا وڌندا ويا. مغل جتي ڪٿي ڊنل ۽ ڇرڪيل هئا. هنن کي سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ هن اُٿل کي ڪيئن منهن ڏين. سڌو سنئون ڪٿي بہ محاذو ڪونہ هو. ڪا وڏي جنگ بہ ڪانہ هئي. رڳو راتاها هئا، ڪڏهن چانوڻين تي، ڪڏهن ڪنهن مورچي تي، ڪٿي ڪنهن قافلي تي، ڪٿي ڪنهن رسدگاهہ تي! مغلن لاچار ٿي ترخانن ڏانهن نياپا ڪيا، پر ترخان ماٺ هئا: هنن ڪنهن جو بہ پاسو ڪونہ ٿي ورتو. ايتري قدر جو رستم بيگ جي دربار ۾ ترخان امير حاضريءَ ۾ ناغو ڪرڻ لڳا. ۽ پوءِ رستم بيگ مظفرخان جي ذريعي سانوڻ کي نياپو موڪليو تہ جيڪڏهن سنڌين کي مغلن کان ڪي شڪايتون هيون تہ رستم بيگ انهن جي تدارڪ ڪرڻ لاءِ وعدا وعيد ڪرڻ ۽ ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لاءِ تيار هو بشرطيڪ هي شورشون ۽ راتاها بند ٿين! ۽ ان ڪم لاءِ وچ ۾ تياڪڙ ٿيڻ لاءِ ٺٽي جي جامع مسجد جو مغل پيش امام ۽ سنڌين جي ٻن وڏين مسجدن جا پيش امام ۽ عالم رضامند هئا.

سانوڻ کي جڏهن اهو نياپو پهتو هو تڏهن هن جون مُنيون ڦڪوڙجي ويون هيون. هي اهي ساڳيا مولوي هيا، جن رستم بيگ جي پريءَ دربار ۾ چيو هو تہ " حافظ بلال اسلامي حڪومت خلاف بغاوت ڦهلائي رهيو آهي. هن جو علمي مرتبو برابر وڏو هو پر بغاوت کي فقط شهنشاهہ هند ئي معاف ڪري سگهي ٿو! " انهن ئي ٺنهي مولوين فتوا تي صحيحون ڪيون هيون تہ حافظ بلال واجب القتل آهي. ان ڪري هن کي سزا ڏيڻ لاءِ شهنشاهہ کي عريضو موڪلجي، يا حافظ کي لاهور روانو ڪري، شهنشاهہ آڏو پيش ڪيو وڃي، جئن حضور جن پاڻ هن کي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪن!

هن کي حافظ بلال وارو مامرو جئن ٿي ياد آيو تئن ٿي هن جي تن بدن ۾ باهہ ڀڙڪڻ لڳي. هن سنڌ جي نَڪ، حافظ بلال کي، نيئرن ۽ سنگهرن ۾ جڪڙي، هڪ عام ڏوهاريءَ جيان لاهور موڪلي ڇڏيو ۽ هو ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهيو. جڏهن مدرسي جي شاگردن پائنده بيگ جي حويليءَ کي ساڙيو ۽ پائنده بيگ کي موت

جي سزا ڏني، تڏهن ٻه هن جي دل تي چنبو ڪونه پيو. هن جي دل ته اهو ٿي چاهيو هڪڙي هڪڙي مغل کي پنهنجي هٿن سان نيوڙي ماري، پر پوءِ شاگردن جي لڳايل چٽنگ جڏهن سموري سنڌ ۾ پنيٺ ٻاريو تڏهن هن کي پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجي ساٿين سان جهيڙٿو پيو. هن جي مرضي هئي ته هو مغلن جي انهيءَ قافلي تي راتاهو ڏين پوءِ ڪٽي هنن کي سنڌ جي سرحد چونه اُڪرٽي پوي، پر سندس اندر واري ڪيس مهميز ڏني ته هي وقت ويچايوسون ته وري ڪڏهن ٻه هٿ نه ايندو. حافظ بلال ساهميءَ جي هڪڙي پُڙ ۾ هو ته اُن جي ٻئي پُڙ ۾ سنڌ جي آزاديءَ جي ويڙهاند هئي! هن جي همراهن مان ٻه ڳچ چڙا هن جي راءِ سان شامل هئا پر گهڻائي اُنهن جي هئي، جن اهو ٿي چيو ته هن مهل تي خود حافظ بلال هجي ها ته اهو ٻه چوندو ته هڪڙي حافظ بلال جي حياتيءَ کان سنڌ جي آزاديءَ جو آسرو وڌيڪ اهم آهي! مغلن کي ٿورو وقت ٻه مليو ته چئني طرفن کان هنن جا واهرو ماڪڙ جيان سنڌ تي اچي ڪڙڪندا. ايران کان، قنڌار کان، ملتان کان ۽ هيٺان ڪڇ کان ڪٽڪ لٿا ته پوءِ رڳو هٿ مهٽيندا رهجي ويندا سون. پر سانوڻ جي چري دل اصل نٿي مڃيو. هن جي روح ۾ حافظ بلال جو نوراني چهرو وَرَ وَرَ ڪري پنيٺ ٻاريندو رهيو ۽ پوءِ هن همراهن کي چئي ڏنو: " ياٺو ڳالهيون اوهان جون سڀ سچيون ۽ سيبتيون آهن، پر هن ندوري دل کي ڇا ڪريان. مون کي تيسين سُک نه ايندو جيسين حافظ کي نه ورايو اٿم. سو مون کي بخش ڪجو..... "

پري کان خابروءَ جي گهوڙي جي تاٻڙ تاٻڙ ٻڌي، سانوڻ ماٺ ٿي ويو نه ته هو پنهنجي جنون ۾ الائي ڇا چوڻ وارو هو ڇا ڪرڻ وارو هو. خابروءَ جڏهن چٺي سندس هٿ ۾ ڏني، تڏهن سيني ڏنو ته پهريون پيرو سانوڻ جي هٿن ۾ اڻ لڪي ڏڪٽي اچي وئي هئي. هن هڪ اونهو ڍگهو ساهه کڻي، چٺيءَ تي نظر وڌي!

حافظ بلال لکيو هو: " سانوڻ، اُبهرو نه ٿجانءِ! سنڌ اڳيان آءٌ ڪا وَٽُ ڪين آهيان، متان مون ڪارڻ، سنڌ جو سڏ موتائي ڇڏين! پانيان ٿو ته همڙي مهل وري ڪڏهن ٻه ڪانه ايندي: جيڪڏهن منهنجي موت سان سنڌ آزاد ٿئي ته سمجهندس ته هيءَ حياتي ته سجائي ٿي، پر عافيت ٻه سجائي ٿيندي، مغل مونکي لاهور نه موڪلين ها ته آءٌ پاڻ دربار ۾ حاضر ٿي مغلن جيڪي سنڌ سان ڪئي

آهي، سا شهنشاهہ اڳيان بيان ڪريان ها. سنڌ جا ماٺهو ننڊ مان ڇرڪ ڀري جاڳي پيا آهن: هنن جي جاڳ ڪي سجايو فقط تون ئي ڪري سگهين ٿو. آءٌ توکي منٿ ٿو ڪريان تہ هن وقت محلّ سجاڻ، سنڌ جي هڪڙي ڪنڊ ڪان ٻي ڪنڊ تائين جيڪا باهہ ٻري آهي، ان مان سنڌ جي ڇوٽڪاري جو صبح ڇاڻ تہ ٿيو. الله جو رسول ڪندو تہ جڏهن موٽندس تہ آزاد سنڌ کي پنهنجي اکئين ڏسندس. جي نہ، تہ ڏٽيءَ در اهائي التجا آهي تہ غلام سنڌ ڏسڻ ڪان اڳ مون کي موت ڏيئي، پنهنجي هن گناهگار بندي جي مغفرت ڪندو. چڱو: الله کي پرتؤ سنڌ کي پرتؤ! "

خط پڙهي، سانوڻ کي هڪ ئي وقت ڪئين خيال اچي ويا: هن جي دل هلڪي ٿي ويئي: هن جي اکين مان لڙڪ ايئن ٿي وهيا ڄڻ هو ورهين ڪان ڪونہ رُنو هو تڏهن اکين اڄ روئي ڪٿر پوري ڪرڻ ٿي گهري، هن کي پنهنجي سنگتين سان اکيون ملائڻ ۾ شرمساري محسوس ٿيڻ لڳي. هن جي دل چيو تہ هو سنڌ جي مٽيءَ مان مُٺ ڀري، ان کي چُمي، پنهنجا سمورا وچن ورجائي تہ وري ڪوبہ جذبو سنڌ کان متاهون ڪونہ ڪندو. هن جي دل اهو بہ ٿي چاهيو هر هڪ همراهہ کان، پلاند وجهي معافي گهري تہ ادا، مون کي بخش ڪر. مون کان گهڙيءَ لاءِ سنڌ وسري ويئي هئي! هن جي اندر ۾ جيڪو مانڌاڻ متل هو، سو جڏهن جائيتو ٿيو تڏهن هو بي اختيار اُٿيو ۽ پنهنجي همراهن کي هڪ هڪ ڪري، يا ٽولن ۾ سمجهاڻيون ڏيندو ويو. پنهنجي خاص چوياريءَ کي رڳو ايترو چيائين: " اُٿو تہ هلون. سنڌ ۾ لهي پئون. سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۾ لهي پئون، متان محل ٽري وڃي! "

۽ پوءِ هو سنڌ ۾ لهي پيا: واڇوڙي وانگر هڪڙي واهڻ کان ٻئي واهڻ تائين، هڪڙي پِٽ کان ٻي پِٽ تائين، هڪڙي لَڪَ کان ٻئي لڪ تائين، هڪڙي پرڳڻي کان ٻئي پرڳڻي تائين! هنن جي اکين مان ننڊ ايئن غائب ٿي ويئي، ڄڻ هنن جون اکيون ننڊ جون هيراڪ ئي ڪونہ هيون. ماڻهن هنن جون مهمانيون ٿي جهليون، پر هنن وٽ بہ گرهہ کائڻ جي بہ وارڪائي ڪانہ هئي. ڏينهن رات جا سنڌا مِتجي ويا هئا. هڪڙا وهٽ ٿڪجي ٿي پيا تہ اُنهن کي اُتي ٿي ڇڏيائون. نوان وهٽ، نوان ارادا، نيون منزلون! نئين پهچ، نئين ڳالهہ! نوان هٿيار نوان اوزار، نوان جذبا، نوان حوصلا بڻجي ٿي ويا! راڄن جا راڄ راتورات پنهنجا پراڻا وير وساري، ڀاڪرين

پئجي ويا. ڪنهن راڄ دِل من ٿي هنيو تہ ٻيا راڄ هنن وٽ ميڙ ڪٺي ٿي آيا! نياڻيءَ ميڙا! ٻيلي ڏاها ٿيو هيءَ ممل سوچڻ جي ڪانهي: هيءَ ممل ڏڪ هڻڻ جي ممل آهي. هيءَ ممل ملهائيندا تہ ممل بہ امر ٿي ويندي، اوهين بہ امر ٿي ويندا! او ادل، او ٻائو وسارين متان، مياري ٿي پئون!

سڄي سنڌ جا پورهيت، ڪمي ڪاسبي نئين پريت جي پورهئي ۾ لڳي ويا. لوهار ڪُماڙيون، ڪاترون، برڇيون، ڀالا، ترارين ۽ تير ٺاهڻ ۾ هڪ ٻئي سان شرطون پچائڻ لڳا. واڍن گاڏيون ائين ٿي ٺاهيون جڻ انهن گاڏين جي چاڪن تي سندن پنهنجي گوءِ جو دارو مدار هو. موچي ۽ مينگهواڙ وهٽن جي سنجن سان گڏ چمڙي جا چابڪ ۽ خردم ٺاهيندي ٺاهيندي، بچيل چم جي ليڙن مان غليلون ٺاهڻ ويهي رهيا. جبلن جي لَڪن تان شاهہ چور ۽ ڏاڙيل لهي ٻيا ۽ ننڍين نيٽن ڪي ويڙهہ جا انگ سيکارڻ ويهي رهيا. هر ڪنهن ڪي هورا ڪورا هئي تہ ڪيئن هٿ ونڊائي. جهور پيرسن بہ جوانن کي اڳين شورشن ۾ ڪامياٻين ۽ ناڪامين جا ڪارڻ سمجهائيندا، ڪين نيون اٽڪلون ٻڌائڻ لڳا. ننڍين نينگرن وري هڪڙي هڪڙي مورچي ڪان ٻئي مورچي تائين، هڪڙي محاذ ڪان ٻئي محاذ تائين خبرون پهچائڻ جو ڪم پاڻ تي ٿي کنيو. رسد گاهہ ڪٿي آهي، گاهہ جون دنون ڪٿي آهن، وهٽن لاءِ ڪُڙهيون ڪٿي هيون، ان لاءِ وٽن جا چوڏا لاهي، مٿن نشان ڪيڍي ٿي چڏيائون. مغلن جي عام شاهراهن جي وچ وچ ۾ ڪاهيون کوٽي، انهن کي ڪانن ۽ ٻُهہ سان ايئن لٽي ٿي ڇڏيائون جو مجال آهي جو سندن وهٽن کي بہ ڪو شڪ پوي. راتين لاءِ زائفائون موئرا ۽ مشعلون ٺاهڻ ويهي رهيون. سڄو ڏينهن پنهنجي مڙسالن کي ممل ياد ڏيارينديون، رات جو جنڊ پيهڻ ۽ اڳوٽن وقتن جي سورهين جون ڳالهيون ڪٽڻ جا انسنا ٺاهيندي، سنڌ جون سيتائون، ڀاڳيون، موملون ۽ ماروئيون سنڌ تان صدقو ٿيڻ لاءِ ساٿ سوڻ ڪرڻ لڳيون هيون. سڄ سياٽي جا ڪري، سا روءِ سنڌين جي هئي. هر ڪنهن جي اندر ۾ جڻ ڪو نئون سوجهرو سمائجي ويو هو!

سنڌ جي هيءَ حالت مغلن ڪان ڳجهي ڪانہ هئي، پر لڪا ڪانہ ٿي ڏنائون. پر سندن ٽپالي نٽي ڪان لاهور تائين هر ڳالهہ شهنشاهہ جي ڪَن تائين پهچائڻ لاءِ روز ٿي روانا ٿيا. ترخانن بہ ڦريون تہ دل ڦڻُ پٽي هنيو. هنن سنڌين جون ڪيترون

ئي شورشون ڏٺيون ۽ ٻڌيون هيون. پر هيلوڪي اُٿل شورش نه هئي: هيءَ اُٿل دريا جي اُٿل کان به وڌيڪ وسيع، وڌيڪ تِکي ۽ وڌيڪ ڦهلجندڙ هئي. مغل انهيءَ اٿل آڏو بيهي سگهندا يا نه. پر اها ڪين پڪ هئي ته سنڌ وري ساڳي سنڌ نه رهندي. سنڌي جياپي جي جنگ لاءِ تيار هئا. جياپي جي هن جنگ ۾ جيڪڏهن هو سُرخرو نه به ٿيا، تڏهن به سنڌ کي وري غلام بڻائڻ تي هڪ کان وڌيڪ ڀيرو سوچڻو پوندو. اهو سوچي هنن سانوڻ ڏانهن نياپا سنيها موڪلڻ شروع ڪيا. سانوڻ ڳڻَ لاتار ڪندو رهيو. هن جو جواب اهو هو ته ڏسنداسين، سوچينداسين!

پوءِ مرزا شاهه رخ پنهنجو خاص ايلچي موڪليو. ڪچهريءَ ۾ سمورن همراهن کي سانوڻ مرزا شاهه رخ جو نياپو پڙهي ٻڌايو: ” اسين پنهنجي حمايت جو هٿ اوهان ڏانهن وڌائڻ وقت اهو به ڄاڻون ٿا ته سنڌين کي اسان سان شڪايتون آهن. اسان مان گهڻن برابر سنڌين سان ڏاڍايون ڪيون آهن. پر اهو تڏهن جڏهن اسان کي سنڌ جي گهڻي سڃاڻپ ڪانه هئي. هاڻ اسين اوهان کي سڃاڻون ٿا: اوهين اسان کي سڃاڻو ٿا: ماضيءَ کي دفن ڪرڻ ۾ ٻنهي ڌرين جو فائدو آهي. اسين هاڻ قنڌار واپس موٽي ڪين وينداسون. اسان جو مرڻ جيئڻ سنڌ سان آهي. اسان جو نئون نسل هن مِٽيءَ مان سرجيو آهي. اسان به سنڌوءَ جو پاڻي پيتو آهي. اسان جي بزرگن جا مزهه مقام هتي آهن. وڏي ڳالهه ته اسين به مري هن مٽيءَ ۾ پورياسون . مغل ڌاريان آهن، غاصب آهن. اسين اوهان جا پنهنجا آهيون. اسين اوهان سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي، غاصبن سان وڙهڻ لاءِ پنهنجي دوستيءَ جو هٿ ڊگهيرڻ جي آڇ ٿا ڪريون. سيوهڻ پرڳڻي جي ترخان حڪومت به مغلن خلاف جنگ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ تيار آهي، بشرطيڪ هنن کي اهو يقين ٿي وڃي ته سنڌي مغلن خلاف جنگ ۾ پوئتي نه هٽندا. اسان کي اوهان جي جواب جو انتظار رهندو. “

ڪا گهڙي ڪچهريءَ ۾ ماٺ ٿي ويئي. پوءِ هڪ همراهه ڇڪيو: ” هي اوچتو ترخانن کي سنڌين لاءِ همدردي ڪيئن جاڳي پيئي آهي؟ يَرَ، مون کي ته مٿن اعتبار ڪونه ٿو اچي، باقي جيڪا صلاح سنگت جي! “

” آهي ته منهنجو به اهو خيال، پر هن وقت جيڪڏهن ٻن محاذن تي وڙهياسون ته پورا ڪونه پونداسون. سيوهڻ کان سواءِ هنن جون جاگيرون بکر تائين آهن. ڪين

رکو جواب ڏيڻ سان پاڻ نقصان ۾ ته ڪين پونداسين؟ ” جنهن همراهه هي سوال وچ ۾ اڇلائي وڌو تنهن جي سڄي عمر ترخانن سان جهيڙيندي گذري هئي.

اڌو اڌ همراهن جو خيال هو ته ترخانن تي اعتبار ڪرڻ ۾ جوکو ئي جوکو آهي. همراهن جو ٻيو اڌ ان خيال جو هو ته ممڪن آهي ته ترخانن ۾ واقعي اهو جذبو پيدا ٿيو هجي ته هنن جون ٽي چار پيڙهيون ڇايون نپنيون سنڌ ۾ آهن. ۽ هاڻ سنڌ سان ئي سندن آئيندو سلهاڙيل آهي. جيڪڏهن سنڌ ۽ سنڌين سان وير وڌائون ته ڪا مهل اهڙي ته اچي سگهي ٿي جو هنن کي سنڌ جا وڻ ئي ڇڏڻا پون.

سانوڻ چپ چاپ سنگت جون ڳالهيون پئي ٻڌيون. هن جي جاسوسن ۽ خابرن هن تائين اهي سموريون ڳالهيون پهچايون هيون ته مرزا شاهه رخ پاڻ مرزا عبدالعليءَ جي نالي ۾ حڪومت جا خواب ڏسي رهيو هو. مغل درٻار ۾ پنهنجي گماشتن جڏهن کيس ڪو اميدن ڀريو جواب نه موڪليو تڏهن کان هن اهو سوچيو هو ته سنڌين کي اڳيان ڪري، مغلن جي طاقت جو اندازو ڪري، ان مطابق قدم کڻي. جيڪڏهن مغل زور ٿي ويا وري به پنهنجن گماشتن ۽ خاص طرح پنهنجي محسن ملڪ نورجهان جي ذريعي شهنشاهه کي راضي ڪري وجهندو. پر جيڪڏهن مغل سنڌين جي اڳيان بيهي نه سگهيا ته آخري موقعي تي پنهنجي فوج جي ذريعي، سنڌين جي خاص مرڪزن تي حملو ڪري، ٺٽي ۾ پنهنجي عملداريءَ جو اعلان ڪري ڇڏيندو.

ٻئي طرف هن وقت ترخانن کي ڪُتو جواب ڏيڻ جو مطلب اهو هو ته هو مغلن تي راتاها ڏيڻ لاءِ، ترخان سرحدون ٽپي ڪونه سگهندا، ۽ ممڪن هو ته هنن کي ترخانن سان به معرڪا ڪرڻا پون. هن کي اهو احساس هو ته هن وقت سندن طاقت ايتري ڪانه هئي جو ٻن ويرين سان محاذ اٽڪائي سگهن. هن پنهنجي انهن خيالن جو اظهار ڪيو ته ڳالهه سيني کي وڻي، ۽ رٿ اها بيٺي ته ترخانن کي رُکو جوابُ ڏيڻ بدران، کين ريهي ريبي آسري ۾ رکجي. گهڻي رد ڪدَ کان پوءِ هنن ترخانن کي نياپو موڪليو: ” اسين اوهان سان متفق آهيون، پر اوهان جو وچ ۾ ٽپي پوڻ فائديمند ڪونه ٿيندو، ڇو جو مغلن سڌو سنئون اوهان سان ڪانه ڦٽائي آهي. ان ڪري اسان کي ساٿن وڙهن ڏيو. البت مغلن کي پنهنجي جاگيرداري جي

سرحدن ٽپڻ جي اجازت نہ ڏيو. مغلن جي چُر پُر تي نظر رکو ۽ اسان کي اطلاع ڏيندا رهو. جڏهن اهڙو وقت آيو جو پاڻ ۾ گڏجي هنن کي سنڌ مان ڪڍڻ لاءِ آخري معرڪو ٿيو تہ پوءِ اوهان کي تڪليف ڏينداسون! "

ايلچي جڏهن اهو نياپو پهچائي آيو تڏهن ٺٽي ۾ اها حالت هئي جو مغل سمورن ترخان اميرن کي پنهنجي پاسي ڪرڻ ۽ سنڌن حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ ويهن ئي ننهَن جو زور آزمائي رهيا هئا. ڪين ريهي ريبي، وڏيڪ جاگيرن جا وعدا وعيد ڪري، ڪن کي دڙڪو داٻ ڪري هيسائي تہ ڪن کي وڏيون وڏيون ملازمتون آڇي، ڪن کي سنڌن ساقيخانا ۽ نيلام گهر واپس ڪري تہ ڪن کي ڪنيزن ۽ ساقين جي ذريعي قائل ڪرڻ جا جتن ڪري رهيا هئا. هي نياپو ملڻ سان مرزا شاهہ رخ جا ماڻهو چوطرف روانا ٿي ويا. هونئن جو سنڌن جاگيردارين جي حدن مان سنڌي هٿياربند رڳو رات جي اونداهين ۾ لنگهي ٿي سگهيا، تن کي هاڻ جنهن بہ محل سنڌن مرضي هجي، ترسڻ يا لَنگهڻ جي اجازت ملي وئي. ڪيترن هنڌن تي مغلن جيڪڏهن جوابي ڪاروائي ڪرڻ لاءِ جٿا ٿي موڪليا تہ جيتوڻيڪ ترخانن کين منع ڪانہ ٿي ڪئي، پر سنڌين کي اڳواٽ خبر پهچي ٿي ويئي. پر ترخانن اهو سيڪجهہ اهڙي نموني ٿي ڪيو جو مغلن کي مٿن اهو شڪ ٻنهہ ڪونہ پيو تہ هو اهو سيڪجهہ سنڌين سان ڪنهن ٺاهہ هيٺ ڪري رهيا هئا. هنن رڳو اهو ٿي سمجهيو تہ ترخان چاڪاڻ تہ سنڌين جي وچ ۾ ٿا رهن، ان ڪري هنن سنڌين کي مچرائڻ نٿي گهريو!

شاهہ رخ ان صورتحال تي ڏاڍو خوش هو ۽ پنهنجي اميرن کي سندس هدايت اها هئي تہ سنڌين اسان کي ترڪيءَ تي ٻهشت رکي ڏنو آهي. اسان جي سياست ايتري ڪامياب ٿي آهي جو سنڌي سمجهن ٿا تہ اسين ساڻن گڏ آهيون. ٻئي طرف مغل بہ اسان کي پنهنجو دشمن ڪونہ ٿا سمجهن. اسان کي وڙهي، سنڌين لاءِ پنهنجي ماڻهن کي مارائڻ جي بہ ڪا حاجت ڪانهي! ويٺا رنگ ڏسو ۽ پنهنجا جٿا تيار ڪندا رهو. جڏهن مغل ۽ سنڌي هڪ ٻئي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ وڙهي ڍانگا ٿيندا، ۽ ٻئي گهايل ڪُڪڙن وانگر پنهنجون ڪڙهون مڏيون جڏيون ڪري ساٿا ٿي پوندا، تڏهن اسان جا شيردل لشڪري مٿن لومڙ واري اها لوهہ

ڪندا جو تاريخ جا مشاهير مرزا شاهه رخ جي عقلمنديءَ حرفت کي سونن اکرن ۾ لکندا!



# 20

ڪاري رات، لوهي ڪڙن ۽ سنگهرن جا آواز انسانن جي روح مان نڪرندڙ دانهون ۽ چيٽون، پهريدارن ۽ لشڪرين جا ٺهڪ بہ اهي هئا آواز جيڪي وريام جي خوابن ۾ گڏجي مسجي ويا هئا. مغلن سنڌ ۾ جيڪي ڪجهہ ڪيو هو اهو هن پنهنجي اکئين ڏٺو هو هن پنهنجي روح تي اهي ظلم واريا هئا: هر سنڌي، جڏهن گهوڙن جي سُنبن ۾ چچرجي مرندو هو هر سنڌي، جڏهن ٻن هاٿين جي پُڇ ۾ ٻڌجي چيريو ويندو هو جڏهن ڪنهن سنڌيءَ جي اکين ۾ تتل سيخون گهمايون ونديون هيون، جڏهن سنڌي نياڻين جي سُٿڻن ۾ ٻليون وجهرايون ويديون هيون، جڏهن سنڌي زائفائن جي عضون ڪي هڪ هڪ ڪري ڪپيو ويندو هو تڏهن وريام ۽ هن جهڙا ٻيا سنڌي اهو سڀڪجهہ پنهنجي پاڻ تي ٿيندو محسوس ڪندا هئا. سنڌي مَنُ، جنهن رڳو پيار ۽ محبت سکي هئي، سو مَنُ نفرت سِکڻ لڳو هو. سنڌي روح جو پاڻي مرڻ لڳو هو ۽ جڏهن روح جو پاڻي مرندو آهي، تڏهن نفرت جا رڻ پٽ انسان جي اندر ۾ ايئن ڦهلجڻ لڳندا آهن، جيئن دريا جي موٽي وڃڻ کانپوءِ وارِي وَسڻ لڳندي آهي. انهن رڻن پٽن ۾ رڳو دشمنيءَ جا ٿوهر ڄمندا آهن، جيڪي ڪنهن وڻ ويڙهيءَ وانگر هر انساني گُڻ، هر انساني جذبي کي سُڪائي نوٽ ڪري ڇڏيندا آهن. هنن مان پاٻوهہ، پيار، نئڙت ۽ شراڪت جا جذبا مري ويندا آهن. صدين کان پوءِ بہ روح جا اهي بيابان، نفرتن جا اهي رڻ پٽ پري ساوا نہ ٿي سگهندا آهن.

جڏهن هن پاڻ کي لوهي سنگهرن، پيرڪڙن ۽ ڪاٺ جي ڏگهي مُهري ۾ ٻڌل، ڪنهن اونداهي ٿُمخاني ۾ ڏٺو هو، تڏهن هن کي هري هري ٿي، سڀ ڳالهيون ياد اچڻ لڳيون، ۽ هن کي پاڻ کان نفرت ٿيڻ لڳي. هن هڪڙي ترخان امير تي اعتبار ڪري، سانوڻ جي اعتماد کي ڇيهو رسايو هو ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ نُوريءَ کي

آزاد ڪرائڻ کان پوءِ وري ترخانن يا مغلن جي حرمسرائن ۾ يا بنديخانن جي بيدا،
نگريءَ ۾ اُماڻي ڇڏيو هو. نُوريءَ جو خيال ايندي ئي هن کي پاڻ مان ٻڇان اچڻ لڳي
ڇا هو ايترو انڌو ٿي ويو هو جو قيصر بيگ جي اکين ۾ مڪاريءَ دغابازي به پڙهي
نه سگهيو. هن جي اکين ۾ نوريءَ لاءِ هَوس کي به محسوس نه ڪري سگهيو. ڇ
سوچيندي هوندي نوري به؟ هڪڙو سنڌي هن جو واهرو ٿي آيو پر آخر ۾ وري ٻ
ويري ثابت ٿيو. هڪڙي ترخان امير جي بنديخاني مان ڪڍي ٻئي ترخان امير جي
حرمسراءِ ۾ پهچائي آيو! شرمساريءَ جي لُڙڪن کان هن جون اکيون پوسرڻ
لڳيون. نوري، جنهن ايترو ظلم سٺو هو سا وري نِت نئين ظلم جو شڪار ٿي رهي
هوندي، اوڏيءَ محل، پاسي واري بنديخاني مان ڪا انساني دانهن اُٿي، هن جي روح
کي ڏڪائي ويئي. هيءَ دانهن پڪ ئي پڪ نوريءَ جي هوندي، شايد هنن نوريءَ کي
به چيچلائڻ لاءِ هن تهخاني ۾ رکيو آهي. هن کي قيصر بيگ جا لفظ ياد اچڻ لڳا
جيڪي هن انگوريءَ جي آخري جام پيئندي، ٿتل شيهي وانگر پنهنجي ڪنن ۾
اوتجندا پڌا هئا، ۽ ويهن ئي ننهن جو زور لڳائڻ جي باوجود ننڊ هن کي بيهوشيءَ
جي ڪُن ۾ نهوڙي ويئي هئي..... نوري، شهنشاهه جهانگير جي حرم ۾ داخل ٿيندي
۽ قيصر بيگ کي توشيخاني جي عملداري وري حاصل ٿي ويندي! هن کي وَرَ وَرَ
ڪري نوريءَ جو معصوم مُک ياد اچڻ لڳو. هن کي نوريءَ جي ڳچيءَ تي رتايل گها
به ياد آيو. اهو ياد ايندي ئي هن جي دل جي رفتار بنان ارادي، ايتري تکي ٿي ويئي
جو هن سمجهيو ته اجها ٿي سندس ڇاتيءَ جا بند ٽوڙي ٻاهر نڪري، سنڌ جو
سمورو حسن اُن مُکَ، اُن گهاوَ ۾ اوتجي آيو هو. ڇڻ انسان جو ڪو حَسين جذبو
ضربجي پيو ڇڻ فرشتن جهڙو ڪو معصوم احساس ڏڪجي پيو هو. هن کان ٿڌو
شوڪارو نڪري ويو. اُن وقت هن کي پنهنجي بدن جا سمورا گهاوَ ۽ ايذاءَ وسري
ويا. نيٺرن هن جي ٻانهن ۽ پيرن جي مُرين ۾ ڦَٽَ ڪري وڌا هئا. ڪاٺ جي مُهريءَ
هن جي ڇاتيءَ جا ڇوڏا لاهي ڇڏيا هئا. اُج کان هن جا چپ پنهنجي ئي ڏندن کي
ڪوڙي اُپامي پيا هئا ۽ مٿن چلر جمي ويا هئا. هن جو سنڌ سنڌ سور کان
ڪرڪڻ لڳو هو پر نوريءَ جي ياد ايندي ئي ڄڻ ته هن جي زخمن تي ڪنهن پَهو
رکي ڇڏيو.

هن کي اهو منظر ياد آيو جڏهن هنن جو قافلو ٺٽي مان ڪوچ ڪرڻ تي هو. هن کي نيڻرن ۾ سنگهرن سان جهنجهي چڙيو هئائون. ڪاٺ جي ٿلهي مُهري کي هن جي بغلن ۾ ڏيئي، هن کي ايترو سوگهو ڪيو هئائون جو هن ٿورو به ڪنڌ مٿي ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ته سندس ڳلهن جون هڏيون ۽ پاسراٽيون تڙڪڻ ٿي لڳيون. هڪڙي سنگهر جو هڪڙو ڇيڙو سندس ڳچيءَ مان ٿيندو هَني ۾ ٻڌل هو ته ٻيو ڇيڙو ٻنهي رڪابن ۾ ويڙهيل هو. جيڪڏهن گهوڙي رڳو هٽڪاريو ٿي، تڏهن به هن کي پنهنجو ڪنڌ مروڙبو ٿي پانيو. قافلو ڪنهن جي اڇڻ جي اوسيئڙي ۾ سيڙيو بيٺو هو. مغل لشڪري هڪ ٻئي سان چرچا گهٻا ڪنديءَ ڪنهن سنڌي ڪنيز جي اڇڻ جي ڳالهه ڪري رهيا هئا. ۽ پوءِ مغل لشڪري اوچتو ماٺ ٿي ويا. هن جيئن تيئن ڪري ڪنڌ کي ٿورو موڙيءَ ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. قافلي جو معندار چئن لشڪرين سان گڏ پِي آيو ۽ هن جي پويان ٻن مغل ٻانهين سان گڏ نُوري هئي. هن جي اکين ۾ چڻ وري هڪ پيرو ڪنوڻ جو تجلو لهي آيو. هن جي دل ايئن محسوس ڪيو ته چڻ پوڻءِ پڻ بسم الله ٿي ڪئي.

نوري هن جي پرسان لنگهي، ۽ گهڙيءَ لاءِ بت ٻڌجي بيهي رهي. پوءِ هن جي ڳنن هڪ سڏڪو ٻڌو: "گهوڙا مُنيس! مُئن کي شل قهر پوي.....! "

هوءَ اُمالڪ، لوهه پائي هن تائين پهچي ويئي. گهوڙي جي ٿَلَ ۾ ٻئي هٿ وجهي، هن وريام جي اکين ۾ نهاريو هو. وريام ايئن پانيو چڻ صدين جو پراڻو درد انهن اکين ۾ لهي آيو هو: اهو درد ڪنهن اهڙي گهاوَ جو اولڙو هو جيڪو فقط هڪڙو مظلوم، بيوس ۽ بي واهو انسان ئي محسوس ڪري سگهيو ٿي. هن جي اکين ۾ لُڙڪ ايئن ٿي جرڪيا، جيئن ڪنهن آرسيءَ تي پاڻيءَ – ڦوٽا جرڪندا آهن. انهن اکين ۾ نهاريندي، وريام کي پهريون پيرو محسوس ٿيو ته ان ڪرب ۾ هڪ ذاتي درد به هو جيڪو ذاتي طرح هن لاءِ هو. اهو محسوس ڪندي ئي هن جون پنهنجون پيڙائون، پنهنجا ايذاءَ، پنهنجا درد هن کي بنهه وسري ويا. دل ئي دل ۾ هن دعا گهري: "يا الله، انهن اکين کي ڪو ڏک نه ڏجانءِ. هن جي حصي جا سمورا ڏک سور منهنجي ٻِلي ڪري ڇڏ! "

" مُئن ناس ٿين، هي اوهان سان ايڏو ڌمر ڇو ڪيو آهي؟ ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي اسان سندن...!" نوري جي سڏڪن ۾ اهڙي بيوسي هئي، جو وريام جي دل چيو تہ هو پنهنجا نيڻ نوڙيءَ ڪيس ڳراٽڙي پائي، دلداري ڏي.

" اسين سنڌي جو آهيون..... " وريام ڪي بہ جڻ ساڳي بيوسيءَ جو جواز ڳولهيو پيو.

" سنڌي هجڻ ڪهڙي مذهب ۾ گناهہ آهي؟ نہ نہ....هي مون ندوري نانگيءَ جي ڪارڻ ٿيو آهي.... منهنجو نصيب تہ ازل کان ٿتل آهي: منهنجي مٿي امڙ بہ مون ڪارڻ ويرين جي بڙڇين جو بَکُ ٿي وئي.... ۽ هاڻ منهنجي ڪري اوهان .....!

" نوريءَ اوچنگار ڏيندي، پنهنجو منهن گهوڙي جي ٻُشڪن ۾ لڪائي ڇڏيو. هن جو سمورو بدن سڏڪن جي ڪري پئي لرزيو. وريام جي دل ۾ وَڏ پوڻ لڳا. هن جي سموري بدن ۾ اهڙو سور ستون ڏيڻ لڳو جنهن ۾ هن جي روح جو ايذاءُ شامل ٿي ويو.

پوءِ هن چيو: " منهنجي هڪڙي ڳالهہ مڃيندينءَ؟ "

نوريءَ پنهنجو منهن مٿي ڪئي، وريام جي اکين ۾ ايئن نهاريو جيئن ڪو ڇٽيوان ٻار پنهنجي ڪنهن سگهاري مائٽ جو ڇيو ٻڌڻ لاءِ آتو هوندو آهي. هن جي اکين ۾ اڃا بہ لڙڪ هئا. هن جي ڳلن تان ڳوڙها ڳِڙي، هن جي پهراڻ ۾ جذب ٿي رهيا هئا. وريام ۾ هاڻ انهن اکين ۾ لڙڪ ڏسڻ جي سهپ نہ هئي.

" آءُ تہ اوهان جي گولي آهيان...! " نوريءَ جي اکين ۾ اهي لفظ چوندي مهل هڪ اهڙو احساس ظاهر ٿيو جنهن جو هو ڇيد ڪري نہ سگهيو.

" پلائي ڪريءَ پاڻ کي ايئن بيوس سمجهي، رڳو ڳوڙها ڳاڙڻ بدران، هاڻ ڪو حوصلو بہ ڌار! منهنجي هن حالت کي وساري ڇڏ! اڳيان جيڪي اچڻو آهي، ان کي منهن ڏيڻ لاءِ همت ۽ بهادريءَ جي ضرورت آهي. ظلم جڏهن سهپ جي سرحد اورانگهيندو آهي، تڏهن سمجهہ تہ ظالم جا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن. مغلن بہ سنڌين جي سهپ جي سرحد اورانگهي آهي، ۽ سنڌين هاڻ پير جملي هنن سان مقابلو ڪرڻ جو حوصلو حاصل ڪري ورتو آهي. اسان وٽ هاڻ رڳو پنهنجو ساهہ آهي يا نيڻ ۽ سنگهرون! جيڪڏهن رڳو رليءَ ۾ منهن وجهي ويٺا روئنداسون تہ پوءِ هي نيڻ ۽ سنگهرون پاڻ وڏيڪ ويڙهجنديون وينديون. پر جي سَٿ ڏيئي،

انهن کان آجو ٿيڻ جي همت ڪئيسون تہ اهي ساڳيون سنگهرون ظالم جي ڪنڌ ۾ هونديون. آءُ يا مون جهڙا سوين سنڌي ان راهہ ۾ صدقو ٿياسون تہ سنڌ تان گهورياسون! سو منهنجي لاءِ پاڻ نہ ڏکوءِ. پاڻ تي ٿيندڙ ظلم سان جهيڙڻ لاءِ سوچ! جي ٿي سگهئي تہ مغلن تي اهو ثابت ڪجانءِ تہ سنڌ جون ڄايون بہ ماءُ مريادا لاءِ سِرُ سهسائي سگهن ٿيون....!"

نوري هن شهزور جون ڳالهيون ٻڌنديءَ هن جي اکين ۾ ٻرندڙ مچ ۾ ڪجهہ ڳولڻ جي ڪوشش ڪندي رهي. هن ايئن سمجهيو تہ اهي اکر وريام جي واتان نہ ۾ هن جي اندر مان پئي آيا. ڄڻ جيڪي هن سوچيو پئي، تنهن کي اظهار جو روپ لمي ويو هو. هن جي دل اهو بہ چيو تہ انهن لفظن کي چوڻ وارن گهايل گهايل چپن ي هو پنهنجا هٿڙا گهمائي، کين يقين ڏياريِ تہ اهي هن جي دل ۾ لهي ويا آهن.. ن بنان ڪنهن ارادي پنهنجا هٿ وڌائي، وريام جي سنگهرن ۾ جڪڙيل هٿن کي ِهلي ورتو ۽ پنهنجو منهن هن ڏانهن ڪنديءَ ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪئي، ر ان محل ٻنهي ڪنيزن لوهہ ڏيئي، کيس ڇڪي ورتو ۽ کيس ايئن ڇڪينديءَ گيءَ ڏانهن وٺي ويون.

زندان جي ٻرئين ٻر وري ڪنهن جي درد ڀري دانهن اُٿي، وريام کي حال ۾ ِتائي آندو. هاڻ هن جا ڪَنَ انهن دانهن ۽ ڪوڪن ٻڌڻ تي هِري ويا هئا، پر ڪا ڪا دانهن اهڙي ايندي هئي جو هن جو روح بہ ڪنبي ويندو هو. هو پنهنجي واسن جي مدد سان فقط اهو اندازو لڳائي سگهيو هو تہ هن تهخاني ۾ ڪيترائي ديخانا هئا. ڪن ۾ هن وانگر نيئرن ۽ سنگهرن ۾ جڪڙيل اسير هئا، جن کي ڪڏهن بہ ڪوليو ڪونہ ويندو هو. ڪن ۾ وري اهڙا هئا، جن کي سنڌن بندن کان اد ڪريِ ٻاهر وٺي ايندا هئا، ۽ جڏهن واپس ايندا هئا تہ اڪثر لاش ۽ مڙهہ هوندا ا. ڪن تهخانن ۾ وري عقوبت خانا ۽ اذيتگاهون هيون، جتي هر قسم جا ايذاءَ ڻ جا انتظام هئا. انهن مان رکي رکي اهڙيون تہ دل ڏاريندڙ رڙيون ۽ دانهون هن ِ ڪنن تي پهچنديون هيون، جو هن کي ايئن محسوس ٿيندو هو ڄڻ تہ انسانن ِ گهاٽي ۾ پيڙهيو ٿي ويو ۽ سندن عضون کي هڪ هڪ ڪري ڪپيو پئي ويو! لمن جي عقوبت گاهن جون هن ڪنئين ڳالهيون ٻڌيون هيون، پر هت پهچي هن

اهو پانيو تہ اهي ٻڌل ڳالهيون تہ ساڀيان جي مقابلي ۾ بنھ تڇ هيون. سچ انهن کان وڌيڪ هيبتناڪ هو.

هن کي اها خبر ڪانہ هئي تہ آخر هن کي هٿ ڇو ۽ ڇالاءِ رکيو ويو هو. هن کي رڳو اها خبر هئي تہ هن تي قيصر بيگ جي نينگرن ۽ نوريءَ کي ڪٽڻ جو الزام هو. پر پوءِ هن کي لاهور موڪلڻ جو ڪهڙو مقصد ٿِي ٿي سگهيو. هن جي ان ڏوهہ جي سزا تہ مغل عامل، رستم بيگ بہ هن کي ڏيئي ٿي سگهيو. ڪنهن سنڌيءَ کي ڦاهي چاڙهڻ، هاٿيءَ جي پيرن ۾ لتاڙائڻ يا ڪيس گهاٽي ۾ پيڙائڻ رستم بيگ لاءِ عام رواجي روزاني معمول جي ڳالھہ هئي. پوءِ هن پيري هنن ڪيس شهنشاهہ هند اڳيان پيش ڪرڻ جو ڇو سوچيو آهي؟ ان ۾ مغل ڪهڙي سياست ڪيڏي رهيا هئا؟ هن اهو تہ سمجهيو هو تہ هنن ڪيس سانوڻ سمجهيو هو جنهن کي هو سنڌ ۾ بغاوتن جي منڍ مهاڙ سمجهندا هئا. پر جيڪڏهن هنن چواڻيءَ هو سانوڻ کي گرفتار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا تہ پوءِ سانوڻ کي جيئرو شهنشاهہ اڳيان پيش ڪرڻ ۾ ڪهڙي سياست هئي؟ ڇا مغل ترخانن جي سياست ۽ سازشن کان ايترو ڊڄي ويا هئا جو هنن سنڌين کي سانوڻ جي ذريعي ترخانن خلاف اُڀارڻ جو پئي سوچيو؟ تہ ڇا رستم بيگ جي عملداريءَ جا ڏينهن اچي پورا ٿيا هئا. ۽ ترخان امير لاهور جي دربار ۾ هن خلاف ڪو خلم پارڻ ۾ گوءِ ڪٽي ويا هئا؟

۽ سنڌ جو ڇا ٿيندو؟ سنڌ ۾ هيل جا اُٿل آئي هئي، ساہ هميشہ جيان پاڻي جو ڦوٽو ثابت ٿيندي؟ سنڌين جي سمورين اُٿلن کان هيءَ اٿل وڌيڪ منظم، وڌيڪ وسيع ۽ وڌيڪ پائدار ٿي پانئين. جو اها هيٺين سطح کان اُٿي هئي. شاگردن ڪمين ڪاسبين ۽ پورهيتن مغلن کي للڪاريو هو ۽ اهي ئي سڀ کان اڳ ۾ هئا منظم ويڙهاند وڙهڻ وارا جٿا ۽ ٽوليون- سانوڻ، جيوڻ جوڪئي، نوري سمي، علي پليجي، خيروشوريءَ، شيرل مُهاڻي- وارا همراهہ بہ هن اٿل تي حيران هئا. ۽ سانوڻ جي صلاح سان سڄي سنڌ ۾ ڪا هِڪ- هِڪاڻي ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪري رهيا هئا. هيلوڪي اٿل ٺلهي شورش ڪانہ هئي، آزاديءَ جي جنگ هئي. سنڌ جي آزاديءَ جي جنگ جا سانياها هئا. ۽ هُو هٿ مغلن جي بنديخاني ۾ پنهنجي عقل جي انڌائيءَ جي ڪري سنگهرن ۾ سلهاڙيل هو! شرمساريءَ جي احساس کان هو

جي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا: ” منهنجي جيجل جو مانُ مٿاهون ڪرڻ جو وقت آيو ۽ آءٌ پنهنجي عقلمنديءَ جي عيوض هٿ ايئن اجايو سور چرندو مري ويندس! “ هن ڏاڍيان ڇڻي ڏنو.

هن کي وري نوري ياد آئي: ۽ هو پنهنجي جذبن جو ڇيد ڪرڻ لڳو. هن جئن ٿي سوچيو تئن سندس ڪاوڙ وڌندي ٿي ويئي، پنهنجي ڪمزوريءَ تي، پنهنجي بي عقليءَ تي، پنهنجي جذباتيت تي! جيڪڏهن هن کي نوري نظر نہ اچي ها تہ ڇا جيڪا سياست هن جي هن حالت جي ذميدار هئي، سا هن کي پنيلائي سگهي ها! سنڌ جون الائي ڪيتريون نُوريون ترخانن ۽ مغلن جي هَوس ۽ ظلم جو شڪار ٿي ويون، ۽ سندن نالو نشان بہ باقي نہ رهيو. پوءِ هن ڇو اهو جوکم کنيو؟ ان ۾ هن جا پنهنجا ذاتي احساس ۽ شخصي جذبا تہ ذميدار ڪونہ هئا؟ هن جي دل هزار ان کان انڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي رهي، پر سندس ذهن جي هڪڙي ڪُنڊ ۾ ميار منهن ڪڍي هن کي چيڙائيندي رهي. ڇا نوري سنڌ کان مٿاهين هئي، جو منهنجي ذهن مون کي پنيلائي ڇڏيو... ۽ پوءِ هن کي وري نوريءَ جي اها صورت ياد اچي ويئي، جيڪا هن مرزا شاهہ رخ جي حويليءَ ۾ ڏٺي هئي! ڪائنات جو سمورو حسن، ۽ ان حسن جي پس منظر ۾ هن جي ڳچيءَ جو رتايل ڳاڙهو ڳاڙهو زخم هن جي اکين اڳيان نچڻ لڳو. ۽ عين ان وقت سنڌ جو تصور هن جي روح مان نروار ٿيو. ڪائنات جو سمورو حسن بہ سنڌ اڳيان تڇ هو ڪجهہ ڪين هو. سنڌ ڇا نوريءَ کان گهٽ گهايل هئي؟ ڇا سنڌ نوريءَ کان گهٽ مظلوم هئي؟ ڇا سنڌ نوريءَ کان گهٽ باندي هئي؟ پوءِ هن جي جذبن هن کي ڇو پنيلايو؟ لڙڪ هن جي اکين کي پوسرائيندا رهيا، ۽ هو سڏڪا پري روئڻ لڳو! هن جي روح جو ايذاءُ هن جي لڱن جي ايذاءُ تي ڇانئجي ويو ۽ هن وڏي سڏ چيو: ” نہ نہ، ايئن ڪونهي. سنڌ تان هزارين نُوريون قربان، سنڌ تان سوين وريام صدقي! الله سائين، مون کي هيئن نہ مارجانءِ جو آءٌ سنڌ جا وڻ بہ ڏسي نہ سگهان! مون کي سنڌ جي مٽيءَ ۾ مرهجانءِ تہ جئن پنهنجي جيجل جي جهول ۾ مسڪرات سولي ٿئي! “



# 21

**ڊاريو** آسمان بہ ڏارين جيان اوپرو لڳندو آهي: بلڪل ايئن جئن ماڻهو تہ سڀ ماڻهن جهڙا برابر آهن پر سنڌي ماڻهو هر ٻئي ماڻهوءَ کان نرالو آهي. هن جي جوڙجڪ ۾ الائجي الله سائينءَ ڪهڙي جوڙ رکي آهي جو سنڌي پري کان پڌرو! اهڙ رڳو معاملن جي ڳالهہ ڪانهي. اها رڳو هن جي ٻوليءَ جي ڳالهہ بہ ڪانهي. پر سنڌيءَ جي من جي اوجر ڇڻ هن جي منهن ۾ ڀڪڻ لڳندي آهي. جيئن ڪنهن ابهم ۾ معصوميت جرڪڻ لڳندي آهي. نوريءَ کي وريام جو منهن ياد اچي ويو ايذائن جي اولڙي ۾، هن ايئن سمجهيو هو تہ ان مُک ۾ اهو سڀڪجهہ هو جيڪو هن هميشہ پنهنجي تصور ۾ اڳڪتيو هو: معصوميت سونهن، دليري ۽ صاف دلي هن وري آسمان ڏانهن نهاريو: ڏاکڻي ڪنڌ ۾ تارن جو هڪ جهڳٽو ڪڏهن جهڪو ٿي ٿي ويو تہ ڪڏهن وڌيڪ روشن ٿي جرڪڻ ٿي لڳو. ڪا گهڙي هو وشال آڪاس ۾ ڪجهہ ڳوليندي رهي، ۽ پوءِ هن چيو: " هو ڏس: او هو هن تارن هيٺ منهنجو وطن آهي، منهنجا مارو آهن! "

" سائڻ، اهو تون ڪيئن ٿي چئين تہ انهيءَ تاري هيٺ تنهنجو وطن هوندو؟ قيصر بيگ جي ڪنيز هن کي عجب جي نظرن سان ڏٺو. قيصر بيگ جون ٻ ٻانهيون هن سان گڏجي آيون هيون. پهرين تہ هوءَ بہ هنن جهڙي ڪنيز هئي، ۽ ٻ ڪنيزن هن سان بنهہ پنهنجائپ وارو سُلوڪ ڪيو هو ۽ هڪ ٻئي جي ڏکن سورن ۾ ڀائيوار ٿيون هيون. پر جڏهن کان هنن کي پڌايو ويو هو تہ نوريءَ کي شهنشاه جي حرم ۾ سوڪڙيءَ طور موڪليو پيو وڃي، ۽ بہ ٻيون ڇٽيون هن سان گڏجي وينديون، ۽ هن جي ڪنيزن طور ڪم ڪنديون، تڏهن کان هنن نوريءَ سان بنهہ مختلف سلوڪ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. ڪيس " سائڻ " جو لقب ڏيئي ٿي سڏيائون. ڪن سنڌي نہ ڄاڻندڙ ڪنيزن تہ هن کي " خانم " بہ سڏڻ شروع ڪي

هو. هونئن جو پنهنجي دردن جا داستان کولي بيان ڪرڻ ويهي رهيون هيون، هاڻي هن سان ڳالهائڻ جون بہ رواداري ڪونہ هيون. هن کي ڳاڻ سمجهہ ۾ نٿي آيو تہ اهو ورچو ڪيئن ۽ ڇو پيدا ٿي پيو هو ۽ هن اکين ۾ ڳوڙها آڻي ڪانئن پڇيو هو:

" اديون، مون کي گهٽ ۾ گهٽ ٻڌايو تہ سهي تہ مون ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي، جو اوهان مون سان اهو ورتاءُ شروع ڪري ڏنو آهي؟ "

پهرين تہ ڪنهن بہ جواب ڪونہ ڏنو پوءِ هڪڙيءَ چيو: " اسان ڪنيزن کان ڪا خطا ٿي هجي تہ اسان کي معاف ڪجو! سائڻ! "

" وري بہ اها " سائڻ! " اوهان تہ مونکي پٽيپو آڇيو هو. پينر ايئن ڪنديون آهن؟ " نوريءَ کان سڏڪو نڪري ويو.

ٻنهي ڪنيزن کي الائي ڇا ٿي ويو. هڪ ئي وقت ٻنهي ڄڻين ڪٽي کيس ياڪر ۾ ڀريو ۽ پاڻ بہ سڏڪندي چيائون: " مٺي، تون ساڳي مورک جي مورک آهين! هاڻ تون شهنشاهہ هند جي حرم لاءِ سوغات آهين، ۽ تون اسان جي سائڻ ٻڻجي ويئي آهين. توکي ياد آهي تہ اسان توکي چيو هو تہ جيڪڏهن توکي شهنشاهہ لاءِ سوکڙي طور موڪليائون تہ پوءِ تون رستم بيگ جهڙي بگهڙ جي چنبي کان بچي ويندينءَ. توکي خبر ڪانهي تہ الله سائين توتي ڪيڏو نہ وڏو احسان ڪيو آهي! "

" مون نصيب ڦٽيءَ جي لاءِ تہ ڪو فرق ڪونهي. رستم بيگ جي ٻانهي ٿي گذاريان يا قيصر بيگ جي يا وري جنهن کي اوهين شهنشاهہ ٿيون چئو. آءٌ پنهنجي مارن کان پري، مارئيءَ وانگر ڪوٽ ۾ قابو هونديس. ڪوٽ ڪهڙو بہ هجي، آءٌ تہ اهائي ٻاندي ٿي رهنديس! " نوريءَ سڏڪندي چيو.

" نہ چري، تون اهو تڏهن ٿي سمجهين جڏهن تو رستم بيگ جي حرم کي ۽ سندس ڪنيزن کي ڪونہ ڏٺو آهي. اسان ڏٺو آهي، سو اسين سمجهي سگهون ٿيون تہ خدا توتي ڪيڏو مهربان آهي!" هڪڙي ڪنيز هن کي پاڻ کان جدا ڪندي چيو.

۽ پوءِ هن سٽ ڏيئي پنهنجو ڪفتان پنهنجي ڪلهن وٽان ڪيرائي ڇڏيو ۽ هن ڏانهن پٺ ڏيئي بيهي رهي. نوريءَ جيڪو ڏٺو تنهن هن کان پنهنجو حال ۽

ماضي گھڙيءَ لاءِ وساري ڇڏيو. ڪنيز جي گوڏن ڪان ڇيلھ تائين، ۽ خاص ڪري سندس ڇڏن ۽ ڏڏن تي ايترا تہ ڪارا نيل هئا جڻ ڪنهن هن کي تتل سيخن سان ويهي ڏنپ ڏنا هئا. انهن مان ڪي نيل اهڙا هئا جيڪي ڪٿان ڪٿان رتايل هئا. اهي اهڙا هنڌ هئا جتي چمڙي ڦاٽي پوڻ تي ڪڙيون ٻڌجي ويون هيون وقت گذرڻ سان سڪي اُٽڙي ويون هيون. نوريءَ کي پنهنجي اکين تي اعتبار ئي ڪونہ ٿي آيو: ڇا هڪڙو انسان ٻئي انسان تي، سو بہ ضعيف زال ذات تي اهڙو ظلم ڪري ٿي سگهيو. هن اُمالڪ ڪٽي ڪنيز کي ڀاڪر ۾ ڀريو ۽ سندس وارن ۾ منهن لڪائي اوڇنگارون ڏيڻ لڳي.

" ۽ جڏهن حضور مرزا صاحب پنهنجي چابُڪ سان اسان کي نوازيندا هئا، تڏهن هُنن جي اها خواهش هوندي هئي تہ..... تہ..... اسين سُور ۽ پيڙا ڪان رڙيون ڪرڻ بدران لذت ۽ فرحت جا شوڪارا ڀريون!" هن اهي لفظ اهڙي طرح چيا، جنهن ۾ ڪوبہ احساس ڪونہ هو. نوريءَ کي رڳو اهو محسوس ٿيو تہ هن جو زخمي جسم ڪن اندرين زلزلن جي ڪري سڄو ڏڏي رهيو هو. هوءَ ڪجھ وقت هن کي ڀاڪر ۾ ڪراتڙيون پائيندي رهي. هن کي سمجھہ ۾ نٿي آيو تہ هن جي جسم جي انهن زلزلن کي ڪيئن مانو ڪري، ۽ هن جي بي آواز مظلوميت جي روچ کي ڪيئن ڇُپ ڪرائي.

" بس ڪر منهنجي ڀيڻ، بس ڪر! مون کي بخش ڪر جو مون توکي اهو ڪجھ ياد ڏياريو آهي، جنهن منهنجي روح کي رنجايو آهي تہ توسان تہ الائي ڪهڙي قيامت هوندي! "

"نوري، منهنجي ڀيڻ، هاڻ سور سهسائي سهسائي اسان جا جذبا بہ مُڏا ٿي ويا آهن: پنهنجي وطن ڪان ڏور، پنهنجن مِٽن عزيزن قريبن ڪان پري، اسين فقط اندر ئي اندر ٺهڪون ۽ ڪڙهون ٿيون. تون تہ پنهنجي وطن ۾ پنهنجن ڪان ايترو ويجهو هوندي بہ ايڏي ڏور آهين، ۽ تنهنجا گهاوَ بہ اجا تازا تازا ۽ نوان نڪورا آهن، سو تنهنجي لاءِ اسان جو بہ هڏ ٿو ڳُرڪي.....! " ڪنيز سندس اکين ۾ نهاريندي پاٻوهہ مان چيو. ان پاٻوهہ ۾ وري پنهنجائپ موٽي آئي هئي.

ٻي ڪنيز ٻه هن جي ڪاڏي مٿي ڪري، سندس منهن ۾ نهاريندي چيو: " خدا شل ڪنهن ٻه عورت کي حسن نه ڏي: جنهن دنيا ۾ اسين ساهه پيون کڻون اُتي سونهن عذابن جو سبب بڻجي ٿي وڃي. رستم بيگ جي ڪوڙڪي مان نڪري، تنهنجا پَرَ ڪَتري، توکي شهنشاهه جي حرم جي پڃري ۾ قيد ڪرڻ لاءِ ٿا موڪلين. ٻي ڪا چتر ۽ چالاڪ عورت هجي ها ته هوند خوشيءَ ۾ ڪانه ماپي ها ۽ راڄ راڻي ٿيڻ جا سپنا ڏسڻ لڳي ها. پر تون..... تون ته اُتي ٻه روئي روئي پنهنجو جيءُ جهوري وجهندينءَ. تون پنهنجي نصيب آڏو مجبور آهين: اسين پنهنجي نصيب آڏو مجبور آهيون. پر اسان وٽ اهڙيون ٻه آهن جن پنهنجو نصيب پاڻ خلقيو آهي. اسان جي سنگلاخ وادين ۾ اڄ ٻه اهڙيون عورتون آهن جيڪي پنهنجي زبان جي بدران خنجر جي نوڪ سان ڳالهائينديون آهن. جيڪي اڙٻنگ گهوڙن جي اگهاڙيءَ پٺيءَ تي لانگ ورائي ظالمن سان دوبدو مقابلا ڪنديون آهن، ۽ جڏهن جياپي جي جنگ هارائڻ لڳنديون آهن، تڏهن ظالمن جي هٿ چڙهڻ بدران خنجر جي نوڪ پنهنجي ڇاتيءَ ۾ ٽنبي ڏينديون آهن..... هاڻي توکي فيصلو ڪرڻو آهي ته تون پنهنجو نصيب پاڻ خلقيندينءَ يا پاڻ کي، اسان وانگر، ٿلهو مردارن وانگر جيئرو رهي، پاڻ کي نصيب جي حوالي ڪري ڇڏيندينءَ! "

نوري يادگيرين جي انهيءَ ڏُنڌ مان موٽي آئي، ۽ شڪايتي انداز ۾ چيائين: " تو وري مون کي سانئڻ سڏيو؟ "

ٻانهي گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويئي. پوءِ هيڏي هوڏي ڏسي چيائين: " مون توکي اڳ ٻه سمجهايو آهي. هيءُ مغل محل آهي، جتي ڀتين کي ٻه ڪَن ٿيندا آهن. هت پاڻ تي ٻه اعتبار ڪرڻ جوکائتو آهي. ان ڪري تنهنجي ـ ۽ اسان جي ٻه ـ سلامتي انهيءَ ۾ آهي ته اسين ٻاهرين طور اهوئي ڏيکاءُ ڏيون ته تون اسان جي سانئڻ آهين، ۽ اسين تنهنجون ڪنيزون! "

۽ پوءِ هن کي ٻانهن کان وٺي آڻي پلنگ تي وهاريائين. " هاڻ ٻڌاءِ ته تو اهو ڪيئن سمجهيو ته انهيءَ تاري هيٺ تنهنجو وطن هوندو.....؟ " هن نوريءَ کي ڇيڙيندي چيو.

" بس، ايئن ئي چيم. هيڏي ساري ڪاري ڊارئين آسمان ۾ انهيءَ تاري ۾ ئي جوت هئي. ايئن ڀانيم تہ ان تاري جي جوت منهنجي ڌرتيءَ، منهنجي ديس سنڌ جو اولڙو هجي تہ بہ شڪ ناهي. نہ تہ هيترا سارا تارا ايئن ايترا اونداها ڪيئن هجن ها! "

ٻانهي حيرت مان هن کي ڏسندي رهي. هن جو سنڌين سان گهڻ واسطو پيو هو پر جڏهن بہ هوءَ ڪنهن سنڌيءَ سان ملي هئي، تڏهن هن اهو محسوس ڪيو هو تہ اڇن اوجرن ماڻهن سان ملي هئي، ۽ لاشڪ اها اوجر ۽ شفاف روشني ماڻهن ۾ سندن ڌرتيءَ کان ڪين ملي هئي. نوريءَ جي اڇڻ کان پوءِ تہ هن کي هيڪاري يقين ٿي ويو هو تہ سنڌ جي ڌرتيءَ کي خدا ڪا اهڙي خصوصيت عطا ڪئي هئي جو اُن جا ماڻهو ڏنَ جا ايڏا اڇا اُجرا هئا، ۽ شڪلين ۾ بہ هن اڇا تائين ڪو ماڻهو ڪوجهو ڪونہ ڏٺو هو. جيڪڏهن ڪنهن جو رنگ ڪارسرو هو تڏهن بہ سندس منهن ۾ ڪا اهڙي مٺيا هئي جو هن جو اُجرو ڏنُ پيو جرڪندو هو!

" پلا، اهو تہ ٻڌاءِ تہ تنهنجو هو سنڌي ڳڀرو.... ڇا نالو ٻڌايو هيئي، ها، وريام، اهو پلا ڪهڙي تاري هيٺ هوندو؟ " هن وري بہ کيس ڇيڙيندي چيو.

گهڙيءَ لاءِ نوريءَ جي اکين ۾ هڪ اهڙو رنگ آيو جنهن ۾ حيا، حجاب سان گڏ هڪ خوشيءَ جو لياڪو هو. پر ٻيءَ گهڙيءَ هن جي اکين ۾ اٿاهہ ڏک لهي آيو. هوءَ جڻ سڄي ڪومائجي ويئي، ۽ ٿڌو شوڪارو ڀريندي چيائين: " الائي ڪٿي هوندو؟ الائجي هن سان ڇا ڪيو هوندائون؟ تو تہ ڏٺو هو تہ هن کي ڪيئن ڪٺي سنگهرن ۾ سوگهو ڪيو هئائون....! الله سائين، رڳو هڪڙو ڀيرو هن کي ڏسان، پوءِ پساهہ پورا ٿين تہ هن تان گهوريس! "

ٻانهيءَ وري ڪٺي ڀاڪر وڌس، ۽ نوري هن جي ڇاتيءَ ۾ منهن وجهي ڪيترو وقت سُڏڪندي رهي.

اوچتو ٻاهر ٺڪڙن ٺڪڙن قدمن جو آواز ٻڌي ٻئي ڇرڪجي اُٿي ويهي رهيون. بہ ديوقامت خواجہ سرا دروازو کولي، هڪڙو هڪڙي پاسي، ٻيو ٻئي پاسي ٿي بيهي رهيو. سندن هٿ ڪمربندن ۾ آبنوسي خنجرن جي مُٺين تي هئا، ۽ پوءِ واچوڙي وانگر، ملڪہءِ هند نورجهان جي خاص ٻانهي، اندر هلي آئي.

"ملڪۂ عالم ملڪۂ هند جن سنڌي ڪنيز کي عزت بخشڻ لاءِ تشريف فرما ٿي رهيون آهن!"

نوريءَ جي ڪنيز تہ هڪدم فرش تي سجدي ۾ وڃائجي ويئي. نوريءَ کي سمجھہ ۾ نہ آيو تہ هوءَ ڇا ڪري حبشين کي ڏسي هن جو ساهہ اڙجي ئي سگهي ويو هو. هوءَ ڪنهن بت وانگر اُتي ئي بيٺي رهي. هن زائفان کي جيڪا پوشاڪ پيل هئي، تنهن جي جرڪي هن جي اکين کي ڄڻ کيرو ڪري ڇڏيو. هن کي نهايت زرق برق پر نهايت شفاف ريشمي ململ جو ڊگهو پهراڻ پيل هو جنهن مان هن جو هر انگ صاف نظر پئي آيو: فقط چيلهہ ۾ ٻڌل هيرن جواهرن سان سان جڙيل ڪمربند وارو جسم نظر/ڪونہ ٿي آيو. هوءَ ايترو تڪڙو اندر آئي هئي، جو ڄڻ واڇوڙا پاڻ سان ڪٺي آئي هئي، ۽ انهيءَ واڇوڙي ۾ هن جا اُرهہ ائين دمڪي رهيا هئا ڄڻ ڪبوتر اڏامڻ لاءِ پَرَ سوئي رهيا هئا. هوءَ انهيءَ اُرهہ ۽ اُرهہ کان هيٺ ڏسندي پنهنجي دل ۾ ٻنوائيون پونديون محسوس ڪندي رهي. هن کي يقين ٿي ويو تہ جيڪڏهن هن ڪنهن شيءِ کي نہ جهليو تہ هوءَ اُتي ئي ڦهڪو ڪري ڪِري پوندي. هن قيصر بيگ جي خانم کي بہ زرق برق پوشاڪن ۾ ڏٺو هو پر هي نظارو هن جي تصور کان بہ گهڻو اڳتي هو.

اوچتو ڇئن ڪنيزن جي وچ ۾ هڪڙي قداور مائي، مٿي تي ڇٽ پهريو هوريان هوريان اندر داخل ٿي. ڪنيزن نورجهان بيگم لاءِ هن کي جيڪي ڪجهہ ٻڌايو هو سو هن ساييان اڳيان بنهہ تڇ برابر هو. ڇَٽَ جي بِلوري هيرن جواهرن هن جي منهن کي اهڙو تيج ۽ تجلو ٿي ڏنو جو ڄڻ تہ هن جو منهن مشعل وانگر پئي ٻريو. هن جي ڊگهي ڳچي بہ هيرن جي هارن سان جهِنجهي پئي هئي. ريشم جي لباس جي ڇَتي ڇَتيءَ تي اهڙن موتين جو پرت پريل هو جيڪو اکين ۾ گهڙندو ٿي ويو. پر جنهن ڳالهہ نوريءَ کي ڇرڪائي وڌو سي هن جون اکيون هيون. هن ايترين خوبصورت ۽ سهڻيون اکيون ڪڏهن بہ نہ ڏٺيون هيون. پر انهن ۾ رڳو خوبصورتي ۽ سونهن ڪانہ هئي: انهن ۾ هڪ اهڙي چمڪ هئي جا ڪنهن شڪاري پکيءَ ۾ هوندي آهي. ان چمڪ ۾ شڪار جي بيوسيءَ تي سوڀ جو رنگ هو. ان ۾ زخمي چيتي واري رتو رت جلالي ڪيفيت هئي. هن کي اهي اکيون

ڏاڍيون وڏيون پر ساڳئي وقت انهن اکين کان هن کي بي انتها خوف محسوس ٿيڻ لڳو ۽ هوءَ هلڪي واءُ ۾ لرزندڙپنَ وانگر ٿڙڪڻ لڳي.

ملڪ جي هڪڙي پانهيءَ هن کي ڪو اشارو ڪيو پر هوءَ ان اشاري کي بنهه نہ سمجهي سگهي. سندس پنهنجي ڪنيز جيڪا سجدي مان اُٿي، هن کي چيو: "مون وانگر جهُڪي، ملڪہ هند جي قدمن ۾ وڇائجي وڃ!"

ملڪہ نورجهان ڪنيز ڏانهن ڏسندي چيو: "تو هن کي سندس زبان ۾ ڇا چيو؟"

ڪنيز ڪنڌ هيٺ ڪندي فارسيءَ ۾ چيو: "قربان وڃان، مون کيس چيو تہ سجده ريز ٿي ملڪہ عالم جي قدم بوسي ڪري!"

"هون.....!" نورجهان ڪنڌ جي جنبش سان هن کي هٿڻ جو اشارو ڪري، اڳتي وڌي آئي.

نوريءَ جي ڪاڏيءَ کي پنهنجي آڱر سان مٿي ڪئي، ڪا گهڙي هن جي ٻنل هرڻيءَ جهڙين اکين ۾ نهاريندي رهي. پوءِ ٿورو هٽي، هن جي سموري سراپا کي ڏٺو.

"هيءَ واقعي غضب جي حسين نينگري آهي!" ملڪہ پڙڪيو.

"اوهان جي تہ قدمن جي خاڪ برابر بہ ڪانهي!" ڪنيز ڪنڌ مٿي ڪڻ کان سواءِ چيو.

"هن کان پڇ تہ هوءَ خوش آهي شاهي حرم ۾ داخل ٿيڻ تي!"

ڪنيز نوريءَ کي ساڳي ڳالهہ سنڌيءَ ۾ چئي تہ نوري اچي سُڏڪن ۾ پئي. "باهہ لڳي شاهي حرم کي، شل زمين مون کي جاءِ ڏي تہ آءٌ ان ۾ غرق ٿي وڃان.....!"

ڪنيز ترجمو ڪندي چيو: "چوي ٿي تہ ملڪہ عالم جي قدمن ۾ جاءِ ملي تہ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي خوشبختي ٿي ٿي سگهي!"

نورجهان هلڪو ٽهڪ ڏنو. "توکي ڪوڙ ڳالهائڻ نٿو اچي. اسين هن جي سڏڪن مان ئي سندس دل جو حال ڄاڻي ويون آهيون. هيءُ حُسن ترڪ يا مغل حُسن ڪونهي جيڪو آسمان ڏانهن اُڏامڻ گهرندو آهي. هيءُ حُسن اهڙو حُسن آهي جيڪو پنهنجي مٽيءَ ۾ ماڻ گهرندو آهي..... تون اسان سان اچ!"

جھڙي طرح واچوڙي وانگر ھو آيون، تئن ئي وري واچوڙي وانگر ھو ھليون ويون. دروازي کان ٻاھر نڪري، نورجھان پنھنجي ھڪڙي آڳر مان ھڪڙي مُنڊي لاھي ڪنيز کي ڏيندي چيو: ” ھيءَ پاڻ وٽ رک. ماھ بيگم، باقي تون ھن کي سمجھائي ڇڏج. پر سيگم ڪجهه قبلہء عالم تي پروسو ڪونھي تہ ڪيڏيءَ محل کين ھيءَ جنت جو ميوو ياد پئجي وڃي.....! “

ڪنيز وري سجدي ۾ ڪري پئي. نورجھان جي وڃڻ کان پوءِ ماھ بيگم ملڪ جي خاص ڪنيز ھن کي ڪجھ وقت ڪي ڳالھيون سمجھائيندي رھي.



# 22

**لاهور** جي رات اونده کان بہ وڌيڪ پنيلائيندڙ هئي: هيٺ ڏنڊ هو ان کان ٿورو مٿي، مٿيءَ جو اڏوگابرو شاهي ڪڪر ٿي نظر آيو ۽ ان کان بہ مٿي تارن تائين رات جي اصل اونده ڦهليل هئي، جنهن مان تارا نظر تہ آيا ٿي، پر ايئن ٿي پانيو تہ سندن روشني ڪنهن ڪوڙڪي ۾ گرفتار هئي، ۽ رکي رکي ٿي منهن ڪيپائين. جيستائين نظر ٿي ويئي، تيستائين اونده جا مختلف چانورا ٿي نظر آيا، ڄڻ اونده ڪي بہ پنهنجو ڪو جسم هو جو آسمان ۾ مٿي ۽ منهن پر ابتو ٽنگيل هو. شايد رات ۽ اونده جي ڪردار جو اهو اولڙو لاهوري ماڻهن جي پنهنجي ڪردار ۾ بہ هو: ٻاهر هڪڙو اندر ٻيو. پنهنجن سان هڪڙو ڌارين سان ٻيو. پنهنجي ئي اندر واري سان هڪڙو پر ٻاهريون ٻيو ٻيو!

"يرَ، همڙي رات تہ نہ ڏٺيسون، نہ ٻڌيسون!" ڏاتر ڏني پنهنجي منهن پڻڪندي چيو.

"ڏاتر ڏنا، ظلم جون راتيون اُهڙيون بدصورتون نہ هونديون تہ ٻيون ڪهڙيون هونديون!" جانوءَ سندس سُر وٺايو.

"ادل، شُڪر ڪر جو هي ڏنڊ آهي، نہ تہ هيستائين ٻن چئن چونڪين سان تہ مامرو ڪرٽو پوي ها!" دوسوءَ پنهنجا هٿيار سنڀاليندي چيو.

"سو تہ ڏسي وٺون ها، پر هاڻ هن اجگر جهڙي ڪوٽ جو دروازو ڪيئن کلندو؟" جيون ڄڻ پنهنجي پاڻ کان سوال پڇيو.

"دروازو کلڻ تہ ڏاڍو ڏکيو آهي. پر ڪوٽ جي پرئين پر، لشڪرين جو هڪڙو مورچو ٺهيل آهي. هيٺ دريا ۾ ٻيڙيون بيٺل آهن. لاشڪ مغلن پنهنجي ڪن خاص مقصدن لاءِ اهو مورچو ٺاهيو آهي تہ جيئن ڪنهن کي پڇاڻ ۾ سولائي ٿئي.

يا شايد ٺاهيو ئي اسان لاءِ اٿن. سو اچو مون سان: آءٌ سچو واءُ سواءُ وٺي ويو آهيان! “
جکري پنهنجون ڪانيون ۽ سرائيون گيدي ۾ رکندي چيو.

ڪوٽ ڪافي وڏو هو. جڏهن ڦري آيا، تڏهن ڏنڊ ۾ مورچي جا ٻُرج ٻه ايئن ٿي پانيا ڄڻ ڪي ماڻهو ٻانهون مٿي ڪريو بيٺا آهن. جکري چيلهه مان رسو کولي، سرڪساهي ٺاهي اُڇل ڏني. سرڪساهي هڪڙي ڪُنگري ۾ سوگهي ٿي ويئي. هن پنهنجي همراهن کي ترسڻ جو اشارو ڏيئي، فصيل تي ٻانبڙا پائي ايئن چڙهي ويو ڄڻ ته اها هن جي روزاني ڪرت هئي. ڪوٽ جو ڪنگرو اورانگهي، هو ٻنا آواز مورچي جي پٺيان لهي پيو ۽ ڏيڍيءَ جي اوٽ وٺي ويهي رهيو. ڪل چار پهريدار هئا. ٻه ڄڻا هڪڙي پاسي، ٻه ڄڻا ٻئي پاسي چونڪي ڏيئي رهيا هئا: موٽ ۾ چارئي ڄڻا مورچي جي دوچتيءَ وٽ، هڪٻئي کي ڏسي، ٻند مٺ پنهنجي سيني تي رکي، سلام ڪري، وري پنهنجي چونڪيءَ تي هليا ٿي ويا.

هو چپ اوندهه ۾ لهي پيو: اڳيان ويندڙ سپاهين جي پويان پهچي، ٻنهي هٿن ۾ خنجر جهلي اُڀا ڪيا: ٻنهي لشڪرين جي ڪلهي ۽ ڳچيءَ جي ڪوري ماس ۾ خنجر ڪنوڻ وانگر لڳي ويا! ٻئي ڄڻا ريهه ڪري، ڪپيل ٻُنڊ جيان سڌا ئي سڌا پٺيءَ ڀر اچي ڪريا، ۽ اُتي ئي ڪٺل ڪبوتر وانگر ڦٿڪي ڦٿڪي ٿڌا ٿي ويا. هن چڪ ڏيئي، خنجر ڪڍي ورتا، ۽ ٻين ٻن سپاهين طرف هلڻ لڳو. پنهنجي ساٿين جي ريهه ٻڌي، ٻئي لشڪري پنهنجي چڪر پوري ڪرڻ کان اڳ تڪڙا تڪڙا موٽي پئي آيا. اڃا جکري کان ويهارو قدمن تي هئا ته جکري سرائي وات ۾ وجهي ڦوڪ ڏني: هڪڙي ۽ پوءِ ٻي. ٻئي لشڪري پنهنجي پنهنجي اک وڃائي، اک مان سنهون تير ڪڍڻ جي ڪوشش ۾ دانهون ڪرڻ ويهي رهيا. جکري جو هٿ ٻه ڀيرا مٿي کڄيو ۽ ٻئي ٿڌا ٿي ويا. هن وري ٻه چڪ ڏيئي پنهنجا تير سندن اکين مان ڪڍي ورتا. پوءِ ڏيرج سان هلندي، هن اچي رسيءَ کي هلڪي چڪ ڏني.

اشارو ملندي ئي سمورا همراهه رسيءَ جي مدد سان مٿي پهچي ويا. جکري رسو ويڙهي وري چيلهه سان ڪمربند ۾ هٽي ڇڏيو.

” هاڻ ڪيڏانهن؟ “ ڏاتر ڏني جکري کان پڇيو.

" هيٺ! هن پجري مان پاڻئجي ٿو تہ هتان لهي لشڪري پنهنجي ڪمين گاهہ ۾ ويندا هوندا. جتي هنن جا ٻيا همراهہ پنهنجي چونڪيءَ جي واري لاءِ تياري ڪندا هوندا. منهنجو اندازو آهي تہ ويهارو کن همراهن جو هوندو. اتي ئي ڪٽي، تهخانا شروع ٿيندا هوندا.....! " جکري ايئن چيو جڻ هو اڳي ئي اُتان ٿي آيو هو. پر هن رڳو جبلن جي غارن جي حساب تي ڏُڪو هنيو هو.

هو تڪڙا تڪڙا هيٺ لهڻ لڳا. اونده ۾ لسن پٿرن جي ڏاڪن تان لهڻ بہ جان جو جوکو هو. سو هو هٿ هٿ ۾ ڏيئي، آهستي آهستي هيٺ لهڻ لڳا. هنن جا حواس پهري سجاڳ هئا. سندن هڪڙو هٿ پنهنجي همراهہ جي هٿ ۾ هو تہ ٻيو هٿ خنجر جي مُٺيءَ تي هو: مجاڻ ڪو.....!

جڏهن اڌ جيترا ڏاڪا لٿا تہ ڏُنڌ منجهان هنن هڪڙي وڏي فانوس جي پِيلي پِيلي روشني ڏٺي.

" هي تہ شاهي فانوس ٻاريو ويٺا آهن. آهن بہ الائجي گهڻا ڄڻا؟ " جانوءَ چيو.

" هاڻي منهنجو وارو آهي، جانو! " موليڏني پنهنجي پهراڻ مان هڪڙي دٻلي ڪڍي، ان کي کوليندي چيو: " ٻڌو هن مان چپٽي پري هٿن ۾ چڱيءَ طرح مَلي ڇڏيو ۽ پوءِ ٻنهي هٿن سان مُنهن کي بہ هڪ ڏيئي ڇڏيو. جيڏي مهل آءٌ پنهنجي جادوگري ڏيکاريان ۽ چوڏاري دونهون ڦهلجي وڃي تہ اوهان جا هٿ ۽ منهن ٻنهہ انهيءَ فانوس وانگر چمڪڻ لڳندا. اهو انڪري ٿو چوان جو ايئن نہ ٿئي اسين هڪ ٻئي جي خنجرن جو ٻَک ٿي وڃون! " موليڏني کين سمجهاڻي ڏيندي، وري پنهنجي پهراڻ مان هڪ ڍِگهو سِڱ ڪڍيو. اهو سڱ ڪنهن ڪُنڌي ميهن جو ٿي ڏٺو. ان کي هڪڙي پاسي کان ڦوڪون ڏيڻ شروع ڪيائين تہ گهڙيءَ کان پوءِ ان مان چٽنگون نڪرڻ لڳيون.

پوءِ هن هڪ دٻلي ڪڍي، ان مان اڇي اٽي جهڙي ڪنهن شيءِ جون بہ چار چپٽيون سِڱ جي منهن ۾ وڌيون. سڱ اندر تڙڪاٽ ۽ چٽنگون نڪرڻ لڳيون تہ هن ان کي فانوس ڏانهن اُڇل ڏني. گهڙي نہ گذري تہ فانوس جي روشنيءَ کي جڻ تہ ڪو جن پوت ڳهي ويو: ان جي بدران چوڏاري اڇو اڇو دونهون ڦهلجندو ويو ۽ ڏهاڪو مڙسن جو اٿوڙجڻ ۽ کنگهڻ، کنگهڪارڻ ۽ اوڪارڻ جا آواز اچڻ لڳا.

هو تڪڙا تڪڙا هيٺ چونڪيءَ ۾ لهي پيا: ڇڻ مغلن جو موت پيلن هٿن ۽ پيلن منهن سان منجهن لهي پيو. مغلن رڳو پنهنجي سامهون پيلي منهن سان ڪو جسم ڏٺو ۽ اوچتو ڪو پيلو هٿ مٿي کڄيو ۽ خنجر ٻڌجي وڃ جيان ٽي ڪڙيو. هنن کي پڪ هئي ته هيءَ ڪا غيبات هئي جا مٿن اچي ڪڙڪي هئي. موت کان وڌيڪ هو انهيءَ غيبات جي ڊپ کان ڌانهون ڪرڻ لڳا. مرڻ کان به اڳي هنن جا هينئان جنات جي ڊپ کان ڦاٽي ويا. ۽ هنن کي بچاءَ ۾ پنهنجا هٿيار به ياد ڪونه آيا!

" يَرَ، هي ته ڪا ڪاسائيءَ واري ڪار ڪئي اٿئون! " ڏاتر ڏني ڪجهه لڄي ٿيندي چيو.

" ۽ هنن جي چاچن مامن جو سنڌ ۾ ڪوس ڪيو سو ڪهڙي حساب ۾! " جانو جوکئي چڙ مان چيو.

" پر سنڌ جي مغلن جو حساب هنن کان وٺڻ مون کي به ڪونه ٿو آئڙي! " جکري به شوڪارو پريندي چيو.

" ادل، پاڻ لشڪرين ۽ فوج جي سپاهين کي ٻَڪَ ٻڌايو آهي. هنن جي حاڪمن ته اسان جي معصومن، مسڪينن، ٻي پهچ نياڻين جي رت سان هٿ رنڱيا آهن.....! " جيوڻ به ورچجي چيو.

" ٺهيو ڇڏيو انهن ڳالهين کي، اجهو ٿي فجر جي ٻانگ اچي ۽ سڄو ڪوٽ جاڳي پوندو..... " ڏاتر ڏني وري انساني جذبن کان حقيقتن جي ڪوٽ ۾ موٽي آيو.

چونڪيءَ مان ٻاهر نڪتا ته سامهون ئي سامهون تهخاني جو دروازو نظر آين. دروازو اڏ کليل هو ۽ هيٺ ويندڙ ڏاڪا صاف نظر ٿي آيا.

" توهين هيٺ هلو ته آءٌ پنهنجي واپسيءَ جو ڪو بندوبست ڪري اچان. ڪوٽ جو مُک دروازو به شايد فجر جي ٻانگ تي کوليندا، ۽ پاڻ کي سواري به ضروري آهي! " جانوءَ صلاح ڏني.

" آءٌ به توسان گڏيو ٿو هلان. هڪڙي کان وري ٻه ڀلا! " جيوڻ صلاح هنيس.

" نه ياڻو اندر الائجي گهڻا پهريدار هجن، سو تون هنن سان هُج ته ڀلو. منهنجي ڳڻتي نه ڪر. گهوڙا ڪٽي مغلن جا هجن، ڏٺي اهي به سڃاڻن ٿا! " جانوءَ

ڪلي ڇيو ۽ پنھنجي اندازي موجب گھوڙن جي ڪڙھ جي ڳولا ۾ ھڪڙي پاسي لمي پيو.

ڏاتر ڏنو ۽ سندس ساٿي تھخاني ۾ لھندا ويا پر ڏاڪا ڳُڻن ئي نہ

" يرَ، متان ھتي ڪا اھڙي ڳل تہ ڪانھي، جنھن سان ڪو دروازو کُلندو ھجي. ايترو ھيٺ تہ تھخانو بہ ڪونہ ويندو آھي! " ھن کي ٻُڌ جي بت وارا تھخانا ياد آيا.

" ڳالھہ سچي ٿو ڪرين. ھيٺ تہ رڳي اونداھہ آھي، نہ آدم نہ آدم جي ذات.....! "

جکري پھرين ڪاٻي پاسي ۽ پوءِ ساڄي پاسي پٽ ۾ ھٿوراڙيون ڏيڻ شروع ڪيون:

" يرَ، ڏاڍي ڳالھہ ٿي.... " موليڏني ھمٿ ھاريندي چيو.

" ھلو تہ وري مٿي ھلون: پڪ ئي پڪ ھن تھخاني جا ڳلَ پرزا مٿي چونڪيءَ ۾ ھوندا! " جکري ڪجھہ سوچيندي چيو.

جئن ھو مٿي چڙھڻ لاءِ تڪڙو تڪڙو بہ بہ ڏاڪا مٿي چڙھيا، تہ مُک دروازو ھڪ وڏو چيڪٽ ڪري بند ٿي ويو! ڏاڪڻ تي ہاٿ اونداھي ڇانئجي ويئي!



# 23

**ساموئيءَ** جا پٿ، سنڌ جي تاريخ جيان، هر سنڌيءَ لاءِ هڪ عجيب ڇڪ ۽ ڪشش جو ڪارڻ رهيا آهن: اهي ئي پٿ هئا، جتي سنڌين، عربن، تغلقن، غزنوين، غورين ۽ پوءِ ترڪن سان وڏا مامرا ۽ مقابلا ڪيا هئا. هت ڪوپن ۽ ڪونڌرن ثابت ڪيو هو تہ جيڪڏهن سنڌي پنهنجيءَ تي اچن، پنهنجا ويڇا ساري، فقط سنڌ جي ازلي ابدي رشتي ناتي ۾ ٻہ تہ ٻارنهن ٿيڻ جي. وڙهن تہ ڪوبہ اريون هنن جي اڳيان بيهڻ ۽ مقابلو ڪرڻ جو سَتُ ڪونہ سارينداو. هت هر سنڌيءَ جي وڏڙن جا هڏا، هن ڌرتيءَ جي مٽيءَ کي مانُ ڏيئي، آزاديءَ جي گلن جو ڀاڻ ٿيا هئا: هر سنڌيءَ جي بزرگن پنهنجي رت سان ريج ڏيئي، ايندڙ نسلن جي پوتڪاري جا فصل اُپايا هئا. هن پٿ جي مٽيءَ جي سڳند پنهنجي متوالن کي ريان ئي پڪاري وٺندي هئي. جڏهن بہ ڪو سنڌي واتهڙو ٿيڻ جي هتان لنگهندو هو هن جا قدم اُتي بيهي ويندا هئا. سندس نرڙ ۾ ان مٽيءَ کي سجدي ڪرڻ جي رزو اُٿندي هئي، ۽ هو اُن ماناٽيءَ مٽيءَ مان لپ ڀريہ ڪا گهڙي ان ۾ گهوري ساريندو هو جڻ ان ۾ آزاديءَ جي آهوتيءَ کي ڳوليندو هو. سندس اکين اڳيان تاريخ جا اهي ورق ورندا هئا جن تي آزاديءَ لاءِ سنڌين پنهنجي رت سان اتهاس ي قلمبند ڪيو هو.

سانوڻ هڪڙي نظر ساموئيءَ جي آسمان تي وڌيہ ۽ ٻي نظر هن پنهنجن مراهن ۽ ساٿين جي لشڪر تي وڌيہ جيڪي هڪڙي ئي سڏ تي ڪٿان ڪٿان گهي پهتا هئا: سندن جسم تازن معارڪن ۽ راتاهن ۾ مليل گهاون سان ينگاريل هئا. ۽ سندن روح هڪ ئي عبادت لاءِ سجده ريز هئا: سنڌ لاءِ سر ڏيڻ ي عبادت، سنڌ کي آزادي ڏيارڻ جي عبادت! تنبو ۽ خيما هئا جي آسمان جي ڪڙي ڪنڌ ڪان ٻي ڪنڌ تائين، سنڌ جي ٿر جي ڀٽن وانگر، سمنڊ سمان تي

پانيا. هن ايئن پانيو تہ ڇڻ سنڌ جو آسمان بہ هنن جي آجيان ۾ مانَ ۾ مٿن سلامي هو. هو اڃا انهن خيالن ۾ هو تہ پري کان گهوڙن جي ٽاپڙ ٽاپڙ جو گهُنبيل آواز هن جي ڪن تي پيو. هاڻ هن جا ڪن اهڙا هِري ويا هئا جو هن کي اڳي ئي پَروڙ پئجي ويندا هئا تہ نياپو آڻيندڙ پنهنجا هئا يا اوپرا ۽ سنڌن نياپو خير جو هو يا نہ. هن جي خابرو جٿن اصل نياپي کان گهڻو اڳ کيس ان نياپي بابت چِتائي تي ڇڏيو.

" جيئي سنڌ! " ايندڙ همراهن وٽس پهچي سلام ورايو.

" سدا جيئي! " سانوڻ پڙڪيو.

" سنگهار پاٽڻيءَ جا سلام پهچن.....! " هڪڙي نوجوان اڳتي وڌندي چيو.

" ادل، تون تماچي تہ ڪين آهين، شيرل جو نينگر! " سانوڻ بہ قدم اڳتي ايندي چيو ۽ پوءِ هن کي سڃاڻيندي، کيس ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيائين.

" اهو ساڳيو.....! "

سانوڻ سيني سان ڀاڪر پائي مليو ۽ خوش خير عافيت کان پوءِ چيائين: " ڀلا ڪريو خبرون چارون.....! "

خبرون مڙئي خير. مغلن جا ويهارو ٻتيلا، هٿيارن سان ۽ توپن جي گولن سوڌ اسان واري پتڻ تائين پهتا هئا. ڪل چار سو کن لشڪري هئا. اسان جي همراهن سنڌوءَ جي پيٽ ۾ هنن لاءِ جاءِ پيدا ڪري وڌي. البت ٻن توپن ۽ سو کن ڀالن ۽ ترارين کان سواءِ ٻيو هٿيار بچائي ڪونہ سگهياسون. توپون ۽ گولا ڪاهي آيا آهيون. چاچي سنگهار تي چيو تہ اهي هٿيڪا ڪري پهچايو: مڙئي ڪم اچي ويندا. ٻيو مڙئي خير! "

سانوڻ ڪا گهڙي هن نوجوان کي گهوريندو رهيو. هن جي دل ۾ هن لاءِ اٿاهه پيار اچي ويو ۽ هن وري وڌي کڻي کيس ڀاڪر وڌو.

" شيردل جي اولاد مان مون کي اهائي اُميد هئي! " هن کيس مٿي ڏيندي چيو.

" چڱو هاڻ موڪلائي ڪانهي! " تماچي هن پيار کان مرڪو ششدر ٿيڻ لڳو هنن اڃا تہ ڪا اهڙي ڳالهہ ڪانہ ڪئي هئي، جنهن تي سانوڻ جهڙو سرواڻ هم جي واکاڻ ڪري.

” ايئن ڪيئن ٿيندو؟ مانيءَ تڪر ڪاٿو پوءِ وري ڪچهري ڪبي..... نورل، همراهن کي لنگر تي وٺي وڃ ته جيئن هنيانءِ سجهو ڪن. وهٽن کي به داڻو ڏيو! “

” ڪچهريون پيون ٿينديون، پر ڪنهن پکيءَ تي ٻوليو ته ڪجهه ٻيڙا پيا به لهوارا پيا اچن. سو انهن جو به ڪو ٻلو ڪرڻو آهي! “ تماچيءَ سانوڻ جي اکين کان بچندي چيو.

” سنگهار پاڻهي انهن جو ٻلو ڪندو. توهان کي ٺڪ پيڻ کان سواءِ ويڻ جي موڪل ڪانهي. پنهنجن وٽان بکيو موٽڻ هونئن ئي سٺو سوڻ ڪونه ٿيندو آهي! “

تماچي ۽ سندس همراهه لاچار نورل سان گڏجي لنگر ڏي روانا ٿيا. ٻه همراهه سندن گهوڙن کي داڻو ڏيڻ لاءِ ڪاهي ويا. سانوڻ هنن کي ويندو ڏسي، دل ئي دل ۾ دعا ڪئي ته الله سائين، همڙا سرويچ شل سلامت رهن ته پوءِ ٻيڙا ئي پار آهن. گذريل ٻن ڏينهن کان هن کي جتان ڪٿان اهي خبرون پهتيون. نه رڳو دريا مغلن جو قبرستان بڻجي ويو هو پر سنڌ ۾ جيڪي به لڪ ۽ لنگهه هئا، اُتان هن کي اهي ئي خبرون مليون ته اهي به مغلن جا مقام بڻجي رهيا هئا.

لاکن ۽ مهرن ملتان کان ايندڙ مغل فوج تي راتاها ڏيئي سندن سمورا گهَٽ بند ڪري ڇڏيا هئا. بکر ۾ مورچي بند مغل لشڪر جڏهن هيٺ لٿو ته چاچڙن ۽ سهتن هنن کي پوئتي موٽائي ڇڏيو. جيڪي گهَٽ بدلائي هيٺ لٿا ته ڪين شورن ۽ سومرن اهڙو سوگهو ڪيو جو قرآن ميڙ ڪري پنهنجي جان بچائي پوئين پير ويا. خود ٺٽي جي آس پاس مغلن جي چانوڻين تي جوکين، جتن، سمن ۽ پليجن سڌا سنوان حملا ڪري، باهيون ڏيئي، اکوڙي ڇڏيو ۽ هو ٽولا ٽولا ٿي اچي ٺٽي سهڙيا هئا. جڏهن مغل چئن ئي پاسن کان هن شورش کان سراپجي ٺٽي پهتا، تڏهن پهريون ڀيرو رستم بيگ کي اهو احساس ٿيو ته هيل سنڌي ڪين ڪيڻ کان سواءِ ڪونه مڙندا. هن لاهور قاصد موڪليا، ۽ پاڻ سمورو لشڪر تيار ڪري سانوڻ سان سڌو منهن مقابل ٿيڻ جو تياريون ڪرڻ لڳو. جنگ جي نوبت وڄي ته سنڌي به مورچي بند ٿي ويهي رهيا.

سانوڻ هڪ نظر پنهنجي ساٿ تي وڌي، ٺٽي کان ساموئيءَ واري پنڌ ۾ هن کي اها پڪ هئي مغل ڊورا ڪونه ٿيندا جيسين ڪين ٻاهران ڪمڪ نه پهچي. ڊوري

جي متئين ڪپ تي مغلن پوري ساز سامان سان صف بندي ڪئي هئي. سانو
پنهنجي سموري ساٿ کي چئن حصن ۾ ورهايو هو. ٻه حصا اهڙي طرح مورچي ٻ
هئا. جو جيڪڏهن پنيان حملو ٿئي ته اُن لاءِ به هو تيار رهن. اڳيان ٻه حصا ه
اهڙي طرح ورهايا هئا جو جڏهن ويڙهه شروع ٿئي ته مغلن کي وچ ۾ ڪري وڙهج
هن لاءِ وقت چڻ هڪ ئي هنڌ بيهي رهيو هو. هن کي ڪنهن به شتل ڪونه ڏٺو ه
ڏينهن رات جو فرق مٽجي ويو هو. هن کي گرهه ڪائڻ جي به واندڪائي ڪانه هئ
هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين هن جي ڪميت ايئن ٿي آئي وئي ڄڻ ه
جو ساهه انهن ٻن ڇيڙن ۾ ورهايل هو. ساڄي ڪاڇي، ڏکڻ اتر. اولهه اوڀر جا سنڌ
ميسارجي ويا هئا: هن کي هر وقت اها اڻ تڻ هئي ته هر جٿي جا معندار الائج
پنهنجي همراهن جي ڪاڏي پيتي ۽ آرام جو خيال رکن ٿا يا نه. هو پاڻ مختلا
لنگرن تي وڃي بيهندو هو ۽ همراهن کان ڪاڏي خوراڪ جون پڇائون ڪندو ه
همراهه کِلي چوندا هئس: ”پانئجي ٿو ته سانوڻ جي پنهنجي لنگر ۾ هڏويت رڌوڻ
ڪونهي، جو هيڏانهن هوڏانهن جهوتون پيو ڏئي!“

جڏهن مغلن پهريون حملو ڪيو تڏهن ايئن ٿي ڀانيو ڄڻ ته ڌرتي ڌُٻڻ لڳ
هئي. هزارين گهوڙا، جڏهن مظفر خان جي اڳواڻيءَ ۾ ڪنهن سمنڊ جي ڇير وانگ
چڙهي آيا، تڏهن گهڙيءَ لاءِ سانوڻ جي دل هڄندي وئي: هن تربيت يافته مغ
گهوڙي سوارن جي دستي جي اڳيان الائجي ڪيترا لشڪر هيبت کان ئي ه
ميچي پيش پيا هئا. گهوڙن جي سُنبن جي ٽاپڙ ٽاپڙ اهڙي ترتيب ۽ منظم نموني س
هڪ خوفناڪ گجگوڙ بڻجي وئي، جو ايئن ٿي ڀانيو ڄڻ ته ڌرتيءَ جو هنيانءُ ڦا
تي هو. رکي رکي مغلن هڪ آواز تي نعرو ٿي هنيو ڄڻ ته فتح اڳي ئي هنن ج
تقدير ۾ لکيل هئي. سانوڻ جي ڪميت جا ڪن به انهيءَ آواز تي، ڪنهن ڪاڇي
ڪڏهن ساڄي پئي ڦريا. ۽ سندس بدن ۾ هڪ عجيب هلچل ۽ اُچل کي سان
محسوس ڪندي، سندس ڳچيءَ تي ٿڦڪيون هڻي، مانو ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي، پر ڪميت کي شڪ نه پئي آيو.

جڏهن مغل ڍوري جي متئين ڪپ تان اڌو اڌ ورهائجي هيٺ لهڻ لڳا. تڏ
سانوڻ هٿ مٿي ڪڻي ڪو اشارو ڪيو. هن جو هٿ اڃا مٿي ئي هو ته ڪانياٽين

پٽ، پٽ جا هزارين آواز ايئن اٿيا جڻ تہ سرٽين جي شاهي لشڪر هڪ ئي وقت پڙڪو ڪائي اُڏام لاءِ پنهنجون کنيڙائيون وڇائڻ شروع ڪيون هيون. ڪانپاٽين مان ڳوڙهن جو مينهن مغل گهوڙيسوارن تي وسيو تڏهن نہ مغل لشڪري نڪي سندن گهوڙا انهيءَ لاءِ تيار هئا. سوين مغل اُڇل ڪائي جڻن ئي گهوڙن جي ڏنب طرف ٽڙيا، تئين سندن گهوڙا بہ ڳوڙهن جي ڏڪ کان، اڳيان سُنب مٿي ڪٽي اُڀا ٿي ويا: پوئين ٽنگن سندن ساٿ نہ ڏنو ۽ هڪ ڏڳهي ڏنل هڻڪار سان، پنهنجي سوار کي هيٺ اڇلائيندي، پاڻ سنڀاليندي جڻن پڙڪو ڪاڏائون تہ پنهنجي ئي سوار کي چچريندا ويا. مغلن جي دانهن ۽ گهوڙن جي هڻڪار آسمان ۾ پڙاڏا وجهي ڇڏيا.

سانوڻ جي ٻئي اشاري تي، ٻہ سو سنڌي گهوڙيسوار انهيءَ گهمسان ۾ ٻنهي پاسن کان لهي پيا: هنن جي هٿ ۾ فقط ڀالا هئا. ڪريل مغل اُٿن، تنهن کان اڳ ڀالا سندن نڙگهٽن، ڇاتين يا پٺين کي ڏاريندا ويا. چچرجي نڪرندڙ انساني دانهن جا نوان پڙاڏا زخمي گهوڙن جي هڻڪارن سان ملي سموري مغل فوج کي اهو چتاءُ ڏيندا ويا تہ هيلوڪي ويڙهاند سندن آخري ويڙهاند هئي، ۽ هو وري سنڌين سان ڪڏهن مد مقابل ڪونہ ٿيندا! مظفر خان پنهنجي بهترين تربيت يافتہ گهوڙيسوارن جي هن شاهي دستي جي اِن شامت جي امڪان تي بہ ڪونہ سوچيو هو. هن جيڪي بہ جنگيون وڙهيون هيون، تن ۾ هن جي انهيءَ دستي جو ڏهڪاءُ ئي ڪافي ثابت ٿيو هو. پر هيءَ شڪست هن جي سپہ سالاريءَ جي سموري ساک ٻُهاري ويئي. ڪاوڙ ۽ شرمساريءَ مان هٿ مهٽيندي، هن پنهنجي مُک پيادل دستي کي اشارو ڪيو.

ان دستي جو هر مغل سپاهي پنهنجي خونخواريءَ ۽ بهادريءَ لاءِ مشهور هو. هر هڪ سپاهي زرہ پوش هو: هڪڙي هٿ ۾ ڍال ۽ ٻئي هٿ ۾ ترار ڪٽي، هر سپاهي ٻئي سپاهيءَ سان ايئن قدم ملائي اڳتي وڌيو جڻ سڄي دستي جو هڪڙو ئي جسم هو جنهن هڪڙي ئي وقت تي هڪ ئي ٻرانگهہ ٿي ڪنئي. سؤ سؤ سپاهين جي اڳيان سندن مهندار هو جنهن کي ڍال تہ ساڳي هئي، پر سندس هٿ ۾ ترار جي بدران ڀالو هو.

مغل ڇئن صفن ۾ اڳتي وڌيا: هر صف ۾ سؤ سؤ سپاهين جا چار جٿا هئا. رکي رکي هنن هڪ ئي وقت نعرو ٿي هنيو: تيز ترڪ گامزن! تيز ترڪ گامزن! مغلن جي انهيءَ صف بنديءَ کان راجپوت، روهيلا ۽ پٺاڻ ايترو هيسيل هوندا هئا جو انهن دستن کي ڏسندي ئي هو قلعن جا دروازا بند ڪري پنهنجو پاڻ محاصرو ڪرائي ويهندا هئا. سانوڻ هڪڙي نظر انهن صفن تي وڌي ۽ دل ئي دل ۾ هڪ آرزو تري آيس تہ جيڪڏهن سنڌي اها صف بندي سکي پون تہ هنن کي غلام بڻائڻ جي ڪنهن کي بہ همت ڪانہ ٿيندي.

جڏهن مغلن ۽ سنڌين جي وچ ۾ ٽي سؤ کن وِکن جو مفاصلو رهجي ويو تڏهن مغلن جي رفتار ۾ تيزي اچي ويئي، ۽ هو اڳتي وڌڻ لاءِ ڊُڪڻ لڳا. سانوڻ ڏڙڪندڙ دل سان مغلن کي ڪنهن باز وانگر نظر ۾ رکندو آيو ۽ عين اُن گهڙيءَ، جڏهن مغلن سندس مقرر ڪيل سَنڌو ٽپيو تڏهن هن هٿ مٿي ڪٽي اشارو ڪيو. ميدان جي ٻنهي ڇيڙن تي بيٺل سنڌي شُهسوارن هڪ ئي وقت پنهنجن گهوڙن کي هڪل ڪئي. گهوڙن جي پُڇن ۾ ڍگها رسا ٻڌل هئا. جئن پوءِ تئن گهوڙن جي رفتار تيز ٿيندي ويئي، ۽ پوءِ مغلن کي ايئن محسوس ٿيو ڄڻ تہ زمين هنن جي پيرن هيٺان کسڪندي ٿي ويئي. ڍگهيون شاهي توئريون هنن جي پيرن هيٺان ڇڪجنديون ويون، ۽ مغل جيسين پاڻ سنڀالين ۽ سمجهن تہ زمين ڪيئن سندن پيرن هيٺان کسڪڻ لڳي هئي، تنهن کان اڳ هو ڇئن پنجن پُرهين جيڏين کاهين ۾ ڪرندا ويا. کاهين جي تري ۾ تيرن کان بہ تِکا سَرَ پالن جيان ٽُنبيل هئا: اهي سَرَ ڪرندڙ مغلن جي سٿرن ، ڇَڏن، چيلهين، ۽ پاسراٽين ۾ کُپندا ويا. سندن دانهون ۽ ڇِيڪون انهن کاهين مان ايئن اُٿيون ڄڻ تہ قبرن ۾ مڙدا جاڳي رڙيون ڪرڻ لڳا هئا. عين اُن وقت سنڌي گهوڙيسوارن جا دستا کاهين ۾ ڪرڻ کان بچي ويل مغلن تي وچ جيان اچي ڪڙڪيا. مغلن جا هوش اهڙا خطا ٿي ويا هئا، جو پنهنجي بچاءَ ۾ وڙهڻ بدران، هنن پوئتي موٽ کاڌي ۽ پنهنجون سموريون روايتون وساري ڪٽي کُڙين تي زور رکيو. انهيءَ ڀاڄ ۾ هنن پوئتي نهاريو بہ ڪين. نکي سنڌين کين ڪا اهڙي مهلت ڏني. مغل لاباري جي سَنگن جيان ڪرندا ويا. سمورو ميدان مغلن جي مڙهن ۽ لاشن سان اَٽجي ويو ۽ جڏهن آخري مغل ڪِريو يا سنڌين جي مقرر

ڪيل سنڌي کي ٽپي ويو تڏهن سنڌين بہ پنهنجن گهوڙن جي واڳ ورائي، پوئتي موٽ کاڌي.

هڪڙي هڪڙي مُهندار سانوڻ کي پنهنجي پنهنجي دستي بابت حال احوال ڏنو.

" منهنجا ويهارو کن همراهہ ڪري پيا، ڪجهہ ڦٽجي پيا آهن.....! " هڪڙي مُهندار پنهنجي واري تي ڏڪارو ٿي چيو.

" ادل، پانيان ٿو تہ تنهنجا ساٿي ڪجهہ اُبهرا هئا: پر خير، سنڌ تان صدقو ٿيا.....! " ٻئي همراهہ هن سان همدردي ڪندي چيو.

" ادل، پانيان ٿو تہ مغل اڄوڪي رات وري اسان سان هٿ چراند ڪونہ ڪندا! ' ٻئي همراهہ ڳالهہ کي نئون موڙ ڏيئي ڇڏيو.

" مظفر خان پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ چَڪ وجهي، رستم بيگ جي اڳيان پنهنجي ڪوتاهين جو اعتراف ڪندو هوندو ۽ رستم بيگ جي وات مان گف پئي وهندي هوندي، هنن جو سمورو گهمنڊ ڍهي پيو آهي....! " هڪڙي ساٿيءَ پنهنجي راءِ ڏني.

" منهنجا مٺا، مغلن کي اڄوڪي ويڙهاند چرڪائي ڇڏيو آهي. ان ڪري هو سياٽي وڏيڪ چالاڪيءَ ۽ نئين ترتيب سان حملو ڪندا. پانيان ٿو تہ فجر جي ٻانگ وقت هو ڪو نئون حملو ڪندا.....! " سانوڻ اهڙي نموني ڳالهہ ڪئي ڄڻ هو ٿيندڙ حملي کي پنهنجي اکين سان ڏسي رهيو هو.

" پوءِ پلا ڪهڙي صلاح آهي؟ " هڪڙي همراهہ اُتساهہ مان چيو. هن جو سمورو منهن رت جي ڇنڊن سان رتائجي ويو هو.

" پارل، تون ٻنهي گهُمرن ۾ وڙهيو آهين: تون تہ پلائي ڪري وڃي ڪو ساهہ پٽ. فجر جو چونڪيءَ تي وري تنهنجي جٽي جو وارو بہ تہ آهي.....! " سانوڻ پاڀوهہ سان چيو.

" ۽ ڊولڻ، تون بہ وڃي ڇيلهہ سڌي ڪر: تون بہ ٻنهي چڪرين ۾ هئين.....! "

" ۽ بخشا تون بہ.....! "

پر سانوڻ جي ڳالهہ کي سيڪو لنوائيندو ويو. هنن کي خبر هئي تہ سندن سرواڻ راتين جون راتيون ڪونہ ستو هو. ڊولڻ کان رهيو نہ ٿيو. چيائين " سانوڻ

پائي اسان کي چيلهہ سنئين ڪرڻ جي صلاح ته ڏئين ٿو پر پنهنجو به ڪو خ
ائٽي، ڪين نہ؟ “

” مون ڪمڙي ڪوڏر هنئي آهي؟ مٿان بيمي رڳو پئي ٽوٽي لڳن
پرپايم..... “ سانوڻ ڪلندي چيو.

” جيسين تون به گهڙي پهر آرام نه ڪندين، تيسين اسين به..... “ يارل ڪند
ضدي پار وانگر چئي ڏنو.

سانوڻ ڪا گهڙي ماٺ ٿي ويو. پوءِ هڪ ڏکمو اونهو ساهہ کڻي چيائين
ننڍون به پيا ڪنداسون. پر منهنجي ته مرضي آهي ته مغل فجر جو اسان ڏي اچ
اچوڪي رات اسين سندن مهمان ٿيون.... منهنجا به سَنڌ ويلي ويلي سُڪي
آهن! “

” آءُ به ائين ٿو چوان..... “ ڊولڻ اُچاترو ٿي چيو.

” آءُ به چوڻ وارو هوس ته مغلن تي هڪڙو وار ٻيو به ٿئي! “ يارل به سُر وٺايو.

پوءِ صلاح بيٺي ته سمهٽيءَ کان پوءِ، مغلن تي ٻن پاسن کان راتاهو ڏج
سانوڻ مکيہ چانوٽي جي پاسي، ۽ ڊولڻ جا دستا ان جي ٻئي پاسي جتي رسدگاهہ
گهوڙن جون ڪڙهيون هيون.

” چڱو هاڻي وڃي ڪجهہ تازا توانا ٿيو. سمهٽيءَ کان پوءِ وري گڏباسون.....
سانوڻ اُٿندي چيو.



# 24

**شاهي** حرمسرائن ۾ جڏهن رات ايندي هئي، ۽ هڪ هڪ ٿي فانوس ٻرندا هئا. تڏهن ڪنيزن ۽ ٻانهين جون دليون وِسامڻ لڳنديون هيون. هنن کي اڳيان جبل جيڏي رات ڪاري راڪاس وانگر لڳندي هئي. هر ڪنهن کي گذريل رات جا ڇڪ ۽ ڇهنڊڙيون ياد اينديون هيون، ۽ سندن ماسُ انهيءَ تصور کان ئي پوسرڻ لڳندو هو. الائجي ڪنهن جي شامت ايندي؟ جن شهزادن کي ساقين سان پاڻ وندرائڻ جي هَير هوندي هئي، انهن حرمن جون ٻانهيون وري ٻہ ڪجھ سامت ۾ هونديون هيون. پر انهن کي وري شهزادين ۽ بيگمن جا سور سهڻا پوندا هئا. اڪثر بيگمون ورهين جا ورهيہ پنهنجي مڙسن سان ڪونہ سُمهنديون هيون. انهن مان ڪن لاءِ ڪنيزن کي ڪي اهڙا جوان ڳولي آڻڻا پوندا هئا. جيڪي ڪجھ اشرفين ڪمائڻ خاطر ان لاءِ تيار هوندا هئا تہ سندن اکين تي ڪاري پٽي ٻڌل هوندي، ۽ رات گذرڻ کان پوءِ وري ان شهر جو منهن نہ ڏسندا. پر مغلن ۾ چغلخوريءَ جي اهڙي وبا ڦهليل هئي جو ڪاٻہ شهزادي يا بيگم گهٽو ٽٽو جوکم کڻڻ لاءِ تيار نہ ٿيندي هئي. اهڙي صورت ۾ ڪنيزن ۽ ٻانهن کي مردانا ڪپڙا پائي، شهزادين سان سُمهڻو پوندو هو ۽ سڄي رات باهہ جي مچ ۾ ڪباب ٿيڻو پوندو هو.

پر اڄوڪي رات ٻين راتين کان مختلف هئي. سموريون ڪنيزون ۽ ٻانهيون، شهزاديون، بيگمون ۽ اميرزاديون اڄ رات هار سينگار ۾ هڪٻئي کان سرسي حاصل ڪرڻ لاءِ آتيون هيون، جو اڄ شهنشاهہ هند سنڌي ڪنيز وٽ اچڻو هو ۽ ملڪہ عالم نورجهان بيگم جو اهو حڪم هو تہ اڄوڪي رات شهنشاهہ کي ايتري انگوري پيارڻي هئي، ۽ ايترو مصروف رکڻو هو جو شهنشاهہ کي سنڌي ڪنيز جو وجود ئي وسري وڃي. اهو موقعو اهڙو هو هر ڪنيز ۽ ٻانهي، هر شهزادي

۽ اميرزادي انهيءَ آسري کي اکين ۾ سجائي ڇڏيو ته شهنشاهه متان رات وٽس گذارڻ لاءِ ريجهي پوي.

" هي اڄ هنن ٻانهين کي ڇا ٿيو آهي، جو ايڏا هار سينگار پيون ڪن؟ " نوريءَ معصوميت مان پڇيو.

" اڄ شهنشاهه کي هت اچڻو آهي: توکي ڏسڻ ٿو اچي! " هن جي ڪنيز مختصر جواب ڏنو.

" آئي گهوڙا مُئيس! " نوريءَ جي دل دهلجي ويئي. ٻانهيءَ هن کي جيڪي ڳالهيون ٻڌايون هيون، تنهن وقت کان هن جي من جي مونجهه وڌندي ٿي ويئي. هڪڙي پاسي ورپيام جي ڪا سُڌ ڪانه ٿي پئي ته ڪهڙي حال ۾ آهي ته ٻئي پاسي اهو کُٽڪو ته ڪيس صدقي جي ٻڪريءَ وانگر شهنشاهه اڳيان پيش ڪيو ويندو.

" منهنجو جي ڇيو مچين ته اُتي تون به ڪي ساٿ سوڻ ڪر. سائڻ! اهڙي تقدير ڪنهن ڀاڳ واريءَ جي هوندي آهي، جو تخت ڌڻي هن وٽ پاڻ هلي اچي! " ڪنيز ڪيس وري هڪ ڀيرو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

" اهي ڀاڳ ٻين کي نيبهه هجن: مون مسڪين کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏي...! " نوريءَ جي اکين ۾ لُڙڪ اچي ويا.

" ايئن روئڻ مان معل ته ڪانه ٽرندي منهنجي مچ. پلا جي پيو نه ته شهنشاهه جي آجيان ڪرڻ لاءِ ڪو وڳو ته ڇڳو پاءِ! نه ته نورجهان بيگم منهنجي جيئري کل لهرائي ڇڏيندي....! "

" تو مون سان وچن ڪيو هو ته.... " نوري ٻاڏائيندي ڪنيز ڏانهن نهاريو.

ڪنيز ڪا گهڙي پنهنجي آڱر ۾ پيل مُنڊيءَ کي گهوريندي رهي. هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هوءَ ڇا ڪري. جيڪڏهن نورجهان بيگم جو چيو نٿي ڪري تڏهن به سندس حشر ڪيس ساريو پيو هو. سندس کَلَ لهرائي، ان ۾ بُهه پريه ڪيس ڪنهن پٽ ۾ لِنبي ڇڏيندا. جيڪڏهن شهنشاهه نوريءَ کي هٿي نه ڏنو ته شايد اُتي جو اُتي سندس خاص مصاحب ڪيس ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو. هن کي نوريءَ سان برابر همدردي هئي پر هن کي هيءَ ضِدي نينگر بنهه سمجهه ۾ نٿي آئي جيڪا ڀاڳ کي ايئن لتون پئي هڻي. جيڪڏهن شهنشاهه متس هرڪجي وڃي

تہ کيس پٽ راٽي ڪرڻ کان ڪونہ گُسندو ۽ پوءِ ملڪ ۽ عالم بہ سندس وار ونگو ڪري نہ سگھندي. پاڻ هن جي گولي ٿي گذارڻ جا جتن ڪندي. پر هيءَ سنڌي نينگر تہ ڪا ڳالهہ ٻڌڻ جي بہ روادار ڪانہ هئي: هي محل ماڙيون، هي ريشمُ هي اطلس، هي تخت ۽ تاج، هي نولکا هار ۽ هيرا جواهر تہ هن لاءِ ڪا معنيٰ ئي نٿا رکن: جيڪڏهن ڪا هورا کورا اٿس تہ رڳو وريام لاءِ، جيڪو شاهي تهخاني ۾ موت جو مزمان هو ۽ هاڻي موت کان ڪوهين ڏور شايد پنهنجي وطن وريو هوندو. پوءِ هن کي بہ وريام ياد اچي ويو....

جڏهن نوريءَ کي اها خبر پيئي تہ وريام کي شاهي دربار ۾ پيش ڪري موت جي سزا ڏني ويندي، تڏهن کان تہ هوءَ بنهہ اونڌي منجي ڪري پار ڪيڻ ويهي رهي. کائڻ پيڻ کان بنهہ بس ڪري ڇڏيائين: روئي روئي اکيون سڄائي ڇڏيائين:

" الا، هن مٺيءَ دل کي ڇا ڪريان. اصل وسريم ئي نٿو.... " هن جي سمجھائڻ تي چيو هئائين.

" پر هن سان تہ تنهنجو ڪو سڱ بہ ڪونهي: متان دل تہ ڪانئس ڪانہ ڦرائي ويٺي آهين.... " هن رڳو کيس کلائڻ ڪاڻ چيو هو.

" هن سان تہ منهنجا ٻنيهہ سڱ آهن: تون ڪيئن سمجھندينءَ اسان جي سڱن کي. سڀ کان وڏو سڱ تہ اهو آهي تہ هو سنڌي آهي، سِنڌ لاءِ سِر ڏيڻ جو قسم کنيو اٿس. مون کي مُٺن ترخانن کان بچائڻ ۾ بہ ٻيو ڪوبہ سڱ ڪونہ هو. آءٌ برابر هن جي ماڻتياڻي ڪانہ هيس، نہ ئي ڪو ٻيو ناتو هوس، سواءِ انهيءَ جي تہ هڪ سنڌي نياڻي ڌارين جي پنجوڙ ۾ ڪوٺن ۾ قابو هئي. مون کي بچائيندي بچائيندي تنهنجي آقا جي ابهمن کي بچائي ويو.... " نوريءَ ٿڌو ساهہ کڻندي چيو هو.

" ها، سا تہ ڳالهہ آهي، پر هوءَ دل ڦرائڻ واري ڳالهہ ڪائي وئينءَ! " هن وري کيس چيڙڻ لاءِ چيو.

هوءَ گھڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويئي: پوءِ ڪنڌ هيٺ ڪري چيو هئائين: " اهي دل ڦرڻ ڦرائڻ واريون ڳالهيون تہ توهين ٿيون ڄاڻو. مون کي تہ اها بہ خبر ڪانهي تہ دل ڪيئن ڦربي آهي يا ڦرائبي آهي.... ها، منهنجي دل رڳو اهو ٿي چوي تہ جيڪڏهن الله سائين هن جي مراد پوري ڪري تہ آءٌ کانئس رڳو اها مراد گھرنديس تہ سچي

عمر هن جي گولي ٿي گذاريان. بلڪل ائين جيئن منهنجي امڙ بابي سائينءَ جي گولي ٿي گذاريندي هئي. اٿندي وهندي، ستي يا جاڳندي هن کي بابي سائينءَ کان سواءِ ٻي ڪا ڳالهہ ئي ياد ڪانہ هوندي!.... پر منهنجي اهڙي قسمت ڪٿي: هاڻ تہ رڳو اها آس اٿم تہ رڳو هڪڙو ڀيرو ڪيس ڏسان سهي، پوءِ جي موت اچي وڃي تہ سمجهنديس تہ.... تہ.... " ۽ پوءِ هوءَ وري اچي سڏڪن ۽ اوڇنگارن ۾ پئجي ويئي.

هن کي سنڌين جي انهيءَ وروهن جو ڪو تجربو ڪونہ هو. هيءُ ڪمڙو نينهن هو جيڪو نوريءَ کي وريام سان ائين وڪوڙيو ويٺو هو جو ڇڻ هوءَ پاڻ ڪجهہ بہ نہ آهي. هن جو سڄو وجود وريام جي نالي سان ئي ڪا معنيٰ رکي ٿو. نہ سمجهڻ جي باوجود، هن کي سنڌن انهيءَ نينهن سان ريس ٿيڻ لڳي. انهيءَ ريس ۾ ڪوبہ حسد ڪونہ هو. هن سوچيو جيڪڏهن انسانن ۾ اهڙو پيار، اهڙو نينهن ممڪن آهي، تہ پوءِ تاتارين، تنڌارين، ارغونن ۽ مغلن جي وحشي ظلم ۽ بيداد جي باوجود، انسانذات ۾ اعتبار قائم رهي سگهي ٿو. هن کي ان نوريءَ تي بہ پيار اچي ويو: اهڙن نج نبار سچن جذبن تي پيار اچي ويو.

" يلا جي تنهنجي وريام کي شاهي قلعي جي تهخاني مان بچائي ڏيکاريان تہ موت ۾ ڇا ڏينديئن؟ " هن ڪجهہ سوچيندي چيو.

" تہ پوءِ.... تہ پوءِ، آءٌ سڄي ڄمار تنهنجي گولي ٿي گذاريندي. مون وٽ تہ رڳو پنهنجو پساهہ آهي، سو جيڪڏهن تنهنجي ڪم اچي وڃي تہ وڏا ڀاڳ سمجهنديس.... پر ڇا، اها ٿيڻي ٿي سگهي ٿي.....! " هوءَ وري مايوس ٿي ويئي. سنڌس هرڻيءَ جهڙين معصوم اکين ۾ ڳوڙهن جا واچوڙا لهي آيا.

شهنشاهہ هند لاءِ موڪليل خاص ڪنيز جي خدمتگار ڪنيز جي حيثيت ۾ سموريون مغل ٻانهيون پيون هن جي اڳيان پويان ڦرنديون هيون. هنن نوريءَ کي اکئين ڏٺو هو ۽ هنن کي اهو تہ يقين ٿي ويو هو تہ جيڪڏهن شهنشاهہ نوري کي ڏٺو تہ پوءِ ٻڪ ئي ٻڪ هن جو ئي ٿي رهندو ۽ ڪمڙي خبر تہ نڪاح وجهي کيس پنهنجي نئين ملڪ ٻڌائي ڇڏي، هن جي لاءِ تہ سنڌس انارڪلي نئين سر جيئري ٿي پوندي. سو ڪنيزن سان هن اهي وچن ڪرڻ ۾ ڪو اهم نہ سمجهيو تہ جيڪڏهن نوري سان راءِ راضي ٿيو تہ هوءَ ساڻن اهڙو پير پرينديءَ جيڪو هنن جي

صور ۾ بہ نٿي اچي سگهيو. پوءِ پنهنجي سر جو سانگو لاهي هن نورجهان بيگم
ي خاص ٻانهيءَ کي هيٺاهيون مٿاهيون ٻڌائي، ان لاءِ تيار ڪيو تہ شاهي تهخاني
هڪڙي نوجوان جي جان بخشي ڪرائي ڏي.

اها ٻانهي هن کان بہ وڌيڪ همت واري نڪتي، ۽ هوءَ هن کي ساڻ ڪري،
ناهي محل جي تهخانن مان گهُٽون ڏياريندي، شاهي قلعي جي عقوبت خاني جي
هخاني ۾ وٺي آئي. جتي ڪوبہ پهريدار گڏين، سو ملڪہ عالم جي مُنڊي ۽ مُهر
سي، هٿ ادب جا ٻڌي، هنن کي روڪڻ لاءِ معافيون گهرندي، ڪين اڳيرو ڪندو
هيو.

هن جڏهن مغل عقوبت خانا ڏٺا، تڏهن ڪيس وري اهي سڀ بيداد ياد اچي ويا،
ميڪي تاتارين ۽ ترڪن هن جي ڪٽنب سان ڪيا هئا، ۽ هوءَ ۽ سندس
ڪيتريون هم وطن نينگريون بازارن ۾ نيلام ٿيون هيون. هن ارغونن، ترخانن ۽
مُلن جي ستمگرين جا ڪئين داستان ٻُڌا هئا: پر هن عقوبت خاني ۾ انسانن جي
حالت ڏسي، هن جا لڳ ڪانڊارجي ويا. هن زنجيرن ۾ جڪڙيل انسانن کي ڏٺو
جن جي زخمن ۾ ناسور پيدا ٿي، ڪيڙا پئجي ويا هئا، هن سنگهرن ۾ سوگها
جوان ڏٺا، جن جي اکين ۾ تتل سيخون گهمائي، ڪين ڏينهن جي سُهائيءَ ۽ نور کان
محروم ڪيو ويو هو ۽ سندس اکين بدران رڳو ماس جا لوٿڙا ۽ چُگهہَ هئا، جن مان
پيلي پيلي پاٽيٽ وهي، سندن ڳلن تي سُڪي، ٿڙب ٿڙب تي ويئي هئي؛ هن ڳيرو
جوان ڏٺا، جن جا عضوا ڪپي، ڪين اگهاڙو ڪري، اُبتو ٽنگي ڇڏيو هئائون.
مختلف عقوبتخانن مان چيٺن ۽ رڙين جي پڙاڏن هن کي ڪنبائي ڌوڏي ڇڏيو ۽
هڪڙو پيرو وري هن جي روح ۾ ستل نفرت جاڳي پئي: هي مغل انسانذات جا
قاتل، آخر ڪيستائين آزاد قومن جي انسانن کي ايئن چيپاٽيندا رهندا.

هو پڇائيندي پڇائيندي ورسام جي تهخاني ۾ پهتيون، ۽ جڏهن شاهي
ٻانهيءَ سنڌي نوجوان جو ڏس پڇيو تہ پهريدار ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي رهيو.

" ڪٿي آهي هو نوجوان؟ ڪيئن چو نٿو؟ ڇا هن کي ماري ڇڏيو؟ " هن رڙ
ڪندي چيو.

" نہ خانم نہ. هن جا ڪي ساٿي، هن کي هتان ڪيڏي ويا آهن: پر وينڊ ڪيڏانهن؟ اسان جا ماڻهو سندن پنيان آهن. ملڪہ عالم کي خاطري ڏيارجو هن کي ترت گرفتار ڪري، سندن خدمت ۾ پيش ڪندس! "

هن جي دل چاهيو تہ هوءَ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي. پنهنجي خوشيءَ جو اظها ڪري، سندين وري اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ هو شينهن جي پڇري مان آزادي حاصل ڪري سگهن ٿا. نوريءَ کان هن جيڪي ٻڌو هو تنهن کي هنن ثابت ڪري ڏيکاريو ۽ هن جي دل مان اها دعا نڪتي: " الله سائين، تون مظلوم سنڌي جو ساٿي ٿجانءِ! "

هو ٽڪڙيون ٽڪڙيون محل ۾ موٽي آيون، ۽ جڏهن هن نوريءَ کي سربستہ ڳالهہ ڪري ٻڌائي، تہ نوريءَ اُٿي ڪٽي ڀاڪر وڌس. سندس اکين مان ڳوڙها لڙي سندس چوليءَ کي پسائيندا رهيا، پر سندس منهن جي چهڪ مان هوءَ هن جي د جو حال سمجهي ويئي. گهڙيءَ لاءِ نوري هن کي ڀاڪر ۾ ڀيڙي، سندس ڇاتيءَ منهن لڪائي، لُڙڪ لاڙيندي رهي، ۽ پوءِ سڏڪا ڀريندي چيائين: الله سائينءَ نيہ منهنجي بہ ٻڌي: شل الله سنڌ جا وڻ ڏيکاريس، مونکي نہ ڏيکاريائين تہ آ گهوريس!..... "

هوءَ وري حال ۾ موٽي آئي. شهنشاهہ هند ڄاڻ تہ آيو. هن نوريءَ کي اچان، هہ جي آجيان لاءِ بہ تيار ڪونہ ڪيو هو ۽ نہ ئي هن نورجهان جي حڪم موجہ شهنشاهہ جي انگوريءَ ۾ مُنڍيءَ ۾ پيل دوا ملائي هئي. ماهہ بيگم ڪيس سمجهائ ويئي هئي، تہ اهو محلول پيڻ کان پوءِ شهنشاهہ اگهور ننڊ ۾ پئجي ويندو ۽ پوءِ هہ پاڻهي ڪيس ڪٽائي ويندي. هن هڪڙي نظر وري نوريءَ تي وڌي: هي فرشتن جهڙ پاڪ ۽ معصوم حُسن فقط ان لاءِ هڪ عياش بادشاهہ جي عشرت جو سامان بڻجندو جو اهو حسن غلام آهي! ڇا غلاميءَ جو اهوئي نصيب آهي؟ آءُ بہ غلا آهيان، هيءَ بہ غلام آهي. هن جو مونتي ڪوبہ حق ڪونهي، منهنجي اندر ج نفرت ڪيڏانهن ويئي؟ جنهن شخص جي ظالم ابن ڏاڏن جي ڪري، مون جهڙيو هزارين معصوم نينگريون بازارن ۾ نيلام ٿيون، ۽ غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيو

